# مهراڻ

سنڌي ادبي بورڊ جو ٽه ماهي علمي ۽ ادبي رسالو

نمبر ٢ جلد ٥
اپريل، مئي، جون سال ١٩٥٦ع



"بندرِ جان پيئي، ته سُڪاڻيا! م سمهو،
ڪپر ٿو ڪُنَ ڪري، جِنُ ماڻي منجهه سهي،
ايڏو سُورُ سهي، نِنڊ نه ڪِجي، ناکئا!"

-شاهه



سنڌي ادبي بورڊ
ڪراچي : حيدرآباد
سنڌ





# سورھ سنڌي ادب




## صاحب خان ·سورھ· ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488





# سنڌي ادبي بورڊ جو سه ماهي علمي ۽ ادبي رسالو

جلد ۵] [نمبر ۲


## فهرست



(ڪوَر جي ڊيزائن ۽ ترتيب لاءِ، ادارو محترم ع. ق. شيخ جو ٿورائتو آهي).


ايڊيٽر: محمد ابراهيم ايم. جويو. مئنيجنگ ايڊيٽر: م. ع. ڏيپلائي.

# "مهراڻ"

-تلڪ چاڙهي، حيدرآباد (سنڌ).



ساليانو چندو ۱۰-۰-۰ روپيا.          في ڪاپي ۲-۸-۰ روپيا.

اشتهار في صفحو ۳۰-۰-۰ روپيا.

Edited, Printed and Published by Mohammed Ibrahim M. Joyo B. A., B. T., Secretary, the Sindhi Adabi Board, at the Board's Printing Press and Book Stall, Tilak Incline, Hyderabad (Sind).

# گذارش

## ادب جي درگاهه

”مهراڻ“ جي هر پرچي جي اشاعت کان پوءِ، اهو اچي خوف دامنگير ٿيندو آهي ته پيو پرچو ان ساڳئي معيار جو تيار ٿي سگهندو الانجي نه! موجوده حالتن ۾، هونئن به، ڪنهن رسالي جي اشاعت — سو به ڪنهن چڱي رسالي جي اشاعت — هڪ انتهائي ڪٺن ڪم آهي. اديب دوستن جون بنهه ٽڪائي وجهندڙ ڍلايون، ڏوراپا ۽ فهمائشون، پڙهندڙ حضرات طرفان پنهنجي پنهنجي پسنديدگيءَ جون اڻنديون ويهنديون زور ڀارتون، ۽ خود پنهنجن همراهن مان وري هڪڙن جون ٻري ڪان ڀيلن واريون ٻالادستيون، ۽ ٻين جون وبجهڙائيءَ ۽ پنهنجائپ واريون الپلايون ۽ الغرضايون — اهي سڀ قصا مسئلا ڏسي ۽ ٻڌي ٻڌي، هيڪر ته بنهه دل هارجيو وڃي. انسان ۾ حسن جي سڃاڻپ جي لياقت واقعي رکيل آهي، پر جيترو وڌيڪ حسن جي ڳولا ۽ پرک ۾ انسان پڪي ٿو، حسن جو ڪرشمو اوترو ئي زياده حيرتناڪ ۽ اُن جو جلوو اوترو ئي وڌيڪ پوشيده ۽ پرفريب ٿيندو ٿو رهي. ليٽ ٽڪجي ٽتجي، انگريزيءَ جي هڪ گمنام شاعر وانگر، دانهوڻي پوي ٿو ته

”هن تارن سان جڙيل وسيع گنبذ هيٺان،

جتي چانديءَ جهڙين ڍلين ۽ زمرد جهڙن سمنڊن جا فرش پٿريل آهن،

— ڇا، ڪڏهن به ڪا روح رچندي جاءِ آرام جي نصيب نه ٿيندي؟

— ڇا، خواهشمند دل ڪي ڪڏهن به سڪون حاصل ٿي ڪين سگهندو؟“

روح جي هن دائمي ”ناراضگيءَ“ جو علاج وري به هڪڙوئي ٿو ڏسائجي: ڳولا، ڳولا، ۽ اڻٿڪ ڳولا!

”اِن تڙ منجهان تِڪ، ڏئي ٻاڙ آج ٿيا!“ — شاهه

آمريڪا جي پريزيڊنٽ ابرهام لنڪن کان هڪ پيري پڇيائون: ”هي جو غلاميءَ خلاف ملڪ جو اترئون حصو ڏاکڻي حصي سان وڙهي رهيو آهي، تنهن ۾ الله اوهان سان آهي يا هنن سان؟“ جواب ڏنائين: ”الله اسان سان آهي يا نه، تنهن جي خبر ڪانهي، پر...... اميد ته اسين الله سان آهيون!“ تنهن وانگر اسان کي به اها خبر نه آهي ته ادب جي درگاهه ۾ ايتريءَ سرگردانيءَ کان پوءِ به اسان کي واقعي ڪا رسائي حاصل ٿئي ٿي يا نه: پر اميد سا دل ۾ اهائي رکي اچي پيا ته وڏون ته اسان جا سڀئي ارادا ۽ اسان جون سموريون ڪوششون

ادب جي ٻي پوتر آستاني ڏانهن اسان کي نين نيون! اهڙيءَ ريت، ٻورا ٽي مهينا چونڊي چونڊي، چيز هيتان چيز هتان ميڙي گڏ ڪري، رسالي جو هڪڙو پرچو ڏجندي ڏجندي اجان پڙهندڙن اڳيان پيش ڪرڻ جهڙائي مس ٿا ٿيون، ته متان اچي ٿو نئون فڪر ورائي ته ”هائي، هي پرچي جو ڇا ٿيندو؟“

## ”مهراڻ“ جا پڙهندڙ

پيري پيري سان اسان جي گهڻن ئي ڪرم فرمائن جا نوازش ناما اسان ڏانهن ايندا آهن، جن جي مهميزن، رهنمائين ۽ همت افزائين جا ٿورا واقعي ڪيترا ڳائي ڪيترا ڳائجن! درحقيقت، اسان جي هنن محسنن جي ئي اها قدرشناسي ۽ حسن ذوق آهي، جنهن جي آڌار تي ”مهراڻ“ کي ايترو اڳتي آڻي سگهيا آهيون. ڪي اسان جا پڙهندڙ اهڙا به آهن، جن کي اسان پر نه رکو ڪاڻ چڱائي ڏسڻ ۾ ڪانه ٿي اچي، پر محض عيب ۽ اوڻايون ئي هو اسان ۾ لهن ٿا ـ سي به اهڙيون ۽ ايتريون، جو ڪروڌ ۽ ڪاوڙ ۾ پرچي، مرم ۽ ماڻهپي واري ٻولي ئي سرڪو هو ڀلجيو ٿا وڃن، ايتري قدر جو سندن اجوڳ ۽ آڻانڪا لفظ پڙهي ڪري، دل ۾ اهو ئي ايندو آهي ته آئي جو آئي سندن ئي ٻوليءَ ۾ ڪو ڳالهه ڏيئي وڃين! پر فوراً من کي سرچائي ولبو آهي ته جيڪڏهن هڙيءَ منورتيءَ وارا حضرت اسان ۾ ڪا ”چڱائي“ ڪانه ٿا ڏسن، ته ان جي معنيٰ ته اها ئي، ته سچ پچ اسان کي نهايت چڱيون چيزون پيش ڪري رهيا آهيون! موتين کي پٿيون سمجهي، جيڪڏهن ڪو ٻيهي پرن هيٺان لتاڙي، ته ان ۾ موتين کي قصوروار ڇئي ڪين سگهبو.

هڪڙي ڳالهه البت جنهن ڏانهن گهڻو ڪري اسان جا سڀئي پڙهندڙ گڏجي آگر ڪڻن ٿا، تنهن جي بجاءِ ۾ ٻه لفظ گوش گذار ڪري ڇڏڻ لازمي آهن. گهڻي قدر شڪايت هيءَ آهي ته هر پرچي ۾ خاص طرح هڪ ٻه مضمون ايترا ته اجايا ڊگها شايع ٿا ٿين، جو هڪ پاسي پڙهندڙن کي اهي تنگ ڪري ٿا وجهن، ۽ ٻئي پاسي ٻين اديبن جي دلشڪنيءَ جو به باعث ٿا بنجن. ٻين اديبن جي دلشڪنيءَ متعلق گذارش هيءَ آهي ته پنهنجيءَ پرک موجب هيلتائين ڪنهن به پرچي جي ترتيب وقت ڪو به بهتر مضمون ڇڏي ڪري، هنن طويل مضمونن کي جاءِ نه ڏني وئي آهي، ٻيو ته هنن طويل مضمونن کي شايع ڪري سچ پچ، تہ دنيا جي بهترين ۽ معياري علمي ۽ ادبي رسالن جي پيروي ڪئي ٿي وڃي، جن جي هر پرچي ۾ هڪ يا ٻه اهڙا خاص مضمون لازمي طرح شايع ڪيا ويندا آهن جي سڄي رسالي جي چوٿين حصي، اڌ، بلڪ ڪن حالتن ۾ ويندي ٽن حصن جيتري جڳهه به والاري ويهندا آهن، ٿيون ته اهڙن تحقيقي مضمونن جي، پنهنجيءَ پر ۾ هڪ خاص ۽ مستقل اهميت آهي، جنهن کان ڪنهن به صورت ۾ انڪار ڪري نٿو سگهجي، چوٿون ته اسان جي پڙهندڙن کي هلڪن ۽ مختصر مضمونن سان گڏو گڏ،

واڻ ۾ طويل ۽ ”خشڪ“ مضمونن جي لاڳيتي مطالعي جي عادت پڻ پيدا ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ علم و ادب جي دنيا ۾ عزت ۽ مقبوليت واري جاءِ رکو مزاحيہ، تفريحي، اتفاقي ۽ سطحي مطالعہ بازن کي ڪڏهن بہ نصيب ٿي ڪين سگهندي. طويل لکيتون ئي آهن، جن جي لاڳيتي مطالعي سان علمي معيار ۽ فڪر جي پختگي حاصل ٿئي ٿي. مفصل ۽ سير حاصل مضمون - تاريخي، ثقافتي يا خالص ادبي وغيره - ئي اڳتي هلي اسان جي قوم جو علمي سرمايو بڻجندا. انهيءَ ڪري اميد تہ اسان جا پڙهندڙ اهڙن چيزن سان گڏ هھڙن ڏکھن مضمونن ۾ بہ دلچسپي وٺڻ شروع ڪندا، توڙي جو انهن ۾، بامقصد تحقيق ۽ تنقيد جي لحاظ کان، ڪجهہ قدر اوڻايون ئي ڇو نہ ڪٿي هجن!

### تنقيد

اسان جي ادب ۾ تنقيد جي موضوع تي خير ڪا چيز موجود آهي. ڪنهن بہ ٻوليءَ جو ادبي ۽ علمي سرمايو تيسين مڪمل نہ سمجهيو ويندو آهي، جيسين ان ۾ تنقيد جي موضوع تي ڪارآمد مواد موجود نہ هوندو آهي. تنقيد هڪ اهڙو موضوع آهي، جو ادب کي نيون راهون ڏيکاري ٿو، پيش ٿيندڙ ادب جي فني ڪمزورين کان لکندڙن کي واقف ڪري ٿو، ۽ نون لکندڙن کي، انهن ڪمزورين جي روشنيءَ ۾، صحيح ادب پيدا ڪرڻ لاءِ آماده ڪري ٿو. نهايت افسوس جو مقام آهي، جو اسان وٽ جيڪي تحقيقي مضمون پيش ٿين ٿا، انهن ۾ بہ تنقيد جو پهلو بلڪل غائب ٿو رهي. ڪوبہ تحقيقي مقالو تنقيدي عنصر کان سواءِ مڪمل نہ سمجهيو ويندو آهي. ان ڪري ڪم از ڪم اهي محترم دوست جيڪي تحقيقي چيزون پيش ڪن ٿا، انهن کي انهيءَ پهلوءَ ڏانهن ضرور ڌيان ڏيڻ گهرجي.

تنقيد جا پنهنجا ڪي مقرر اصول آهن: فقط ڪنهن چيز کي ساراهڻ يا ننديڻ کي تنقيد نہ سڏبو آهي. ڪنهن بہ ادب پاري کي تنقيد جي ڪسوٽيءَ تي آزمائڻ وقت، ذاتيات کي الڳ رکي، ان جي فني خوبين ۽ خامين جي اجاگر ڪرڻ کي تنقيد چئجي ٿو. هر ادبي چيز جي پس منظر ۾ ڪي ذهني ۽ نظرياتي، سماجي ۽ معاشرتي، نفسياتي ۽ خارجي محرڪات هوندا آهن: جيسين انهن محرڪات تي روشني نہ پوندي، تيسين ان کي تنقيد نہ چئي سگهبو. تنقيد هڪ پاڪيزه موضوع آهي، جنهن لاءِ محنت، علمي ديانت داري ۽ اصولن جي پابندي ضروري چيزون آهن.

اڄ جڏهن سنڌي قوم پنهنجي علمي ۽ ادبي سرمايي کي سهيڙڻ ۽ سينگارڻ لاءِ قدم کنيو آهي، تڏهن اسان جي اديبن ۽ محققن کي گذارش آهي تہ هو ادب جي هن ضروري حصي کي هٿ ۾ کڻن - ۽ تنقيدي مضمون لکي سنڌي ادب جي هن خال کي پرڻ جي ڪوشش ڪن. ”مهراڻ“ جو ادارو هر صحيح تنقيدي مطالعي جي وڏيءَ خوشيءَ سان آجيان ڪندو، ۽ اهڙن مضمونن کي شڪريي سان امتيازي جاءِ ڏيندو.

## مضمونن جو معاوضو

ڪجهه وقت ٿيو ته سنڌي ادبي سنگت (سنڌ) طرفان اها تحريڪ هلائي ويئي ته جهڙيءَ طرح ٻين زبانن جي لکندڙن کي ناشرن طرفان مناسب معاوضا ڏنا وڃن ٿا، تهڙيءَ طرح سنڌي لکندڙن کي به ملڻ گهرجن. اصل ۾ اها تحريڪ حڪومت پاڪستان جي انهيءَ ٻه اکيائيءَ واريءَ روش خلاف هلائي ويئي هئي، جنهن ۾ سندن اطلاعاتي کاتي طرفان شايع ٿيندڙ، سنڌيءَ جي ماهوار رسالي ”نئين زندگيءَ“ کان سواءِ، ٻين سمورن رسالن جي لکندڙن کي معاوضا ڏنا وڃن ٿا. اسين سنڌي ادبي سنگت ۽ ٻين ادب دوست گروهن جي فقط انهيءَ مٿين هڪ نقطي نگاهه کان، انهيءَ مطالبي سان پورو پورو اتفاق ڪريون ٿا.

ترت ئي اسان کي ڪن اديب دوستن کان خط پهچڻ شروع ٿيا ته ”مهراڻ“ ۾ شايع ٿيندڙ شعرن، افسانن ۽ مضمونن لاءِ ادبي بورڊ پڻ معاوضا ڏئي. اسان اهو مسئلو بورڊ جي اسٽينڊنگ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ ۾ پيش ڪيو. ميٽنگ ۾ ان بابت جو فيصلو ٿيو، اهو اکر به اکر، پڙهندڙن جي واقفيت لاءِ هيٺ ڏيون ٿا:

”رٿ پيش ٿي ته ٻين زبانن جا تقريباً سمورا معياري رسالا اديبن کي معاوضا ڏين ٿا: ٻڌڻ ۾ اچي ٿو ته پاڪستان اطلاعاتي کاتي وارا سندن طرفان نڪرندڙ سنڌي رسالي ”نئين زندگيءَ“ لاءِ پڻ ويچار ڪري رهيا آهن ته سنڌي اديبن کي به سندن لکيتن جو معاوضو ڏنو وڃي: انهيءَ ڪريَ ضروري آهي ته ”مهراڻ“ جي لکندڙن کي پڻ مناسب اجوري ملڻ واري سوال تي ويچار ڪيو وڃي.

”ڪاميٽيءَ پيش ٿيل رٿ سان اصولي طرح اتفاق راءِ ظاهر ڪيو پر، ميمبرن جي راءِ ۾، سنڌي ٻوليءَ ۽ سندس ادب جي موجوده صورتحال کي خيال ۾ رکي، آخرين طرح ائين چئي ڪين سگهبو ته معاوضن ڏيڻ جي سرشتي رائج ڪرڻ سان هروڀرو رکوکي فائديمند نتيجائي نڪري سگهندا.

”ساڳئي وقت سنڌي اديبن جي دلين ۾ صحتمند ۽ معياري ادب لاءِ چاهه ۽ امنگ پيدا ڪرڻ، ۽ سندن همت افزائيءَ لاءِ، هنن اٺ انعام مقرر ڪيا: پهريون انعام پنجاهه رپين جو، ٻه انعام، هر هڪ پنجويهن رپين جو ۽ پنج انعام، هر هڪ ڏهن رپين جو. اهي انعام هر اشاعت لاءِ رهندا، ۽ ”مهراڻ“ ۾ شايع ٿيندڙ هر چيز (شعر، افسانو يا مضمون) بنا امتياز جي، انعام لاءِ ويچار هيٺ آندي ويندي.“

اسان جي ٻولي ۽ ادب هن وقت جنهن آزمائشي دور مان لنگهي رهيا آهن، ان ۾ رسالا گهٽ، پڙهندڙ گهٽ، لکندڙ گهٽ، ناشر گهٽ، ۽ سڀ کان مٿي، ارباب حڪومت جي سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب ڏانهن سردمهريءَ واري روش اسان

جي سامهون آهي. اهڙيءَ صورتحال ۾ اديبن کي معاوضي ڏيڻ جو سوال، جيڪو اڳتي هلي ممڪن آهي ته اديبن، ناشرن ۽ پڙهندڙن ـ سڀني جي دلين ۾ باهمي شڪ ۽ گمان پيدا ڪري، ۽ اهو به ممڪن آهي ته ٻوليءَ ۽ ادب جي خدمت جي جذبي بدران، توري ٿا گهڻي ڀاڱي، مالي مفاد خاطر ادب لکجڻ شروع ٿئي. سو ڪيتري قدر صحيح ۽ فائديمند ٿيندو، اها هڪ غور طلب ڳالهه آهي. تنهنڪري جيڪڏهن ڪوبه ماڻهو اديبن ۽ ادبي سنگت جي انهيءَ خاص مطالبي سان مڪمل اتفاق راءِ نه رکي، ته اسان جي اديبن کي هر ويرو الهيءَ شخص جي نيڪ نيتيءَ ۾ شڪ آڻڻ نه گهرجي. ٻوليءَ ۽ ادب جي ئي مفاد کان جيڪڏهن ڪو اسان جو دوست انهيءَ مطالبي کي في الحال درست ۽ فائديمند نه سمجهي، ته به اسان جي محترم لکندڙن کي سندس راءِ جي آجيان ڪري، ان تي ٿڌي سيني سان غور ڪرڻ ۽ وهجائڻ گهرجي.

سنڌي ادبي بورڊ مٿيون فيصلو ادب جي ڀلائيءَ ۽ اديبن جي همت افزائي کي مدنظر رکي ڪيو آهي. اميد ته اسان جا لکندڙ انهيءَ فيصلي کي قدر جي نگاهن سان ڏسندا.

## ناولن، ناٽڪن ۽ افسانن جي ساليانې چٽاڀيٽي

سنڌي ادبي بورڊ اهو پڻ فيصلو ڪيو آهي ته سنڌي ادب کي ترقي ڏيارڻ ۽ سنڌي اديبن جي وڌيڪ همت افزائيءَ لاءِ ناولن، ناٽڪن ۽ مختصر افسانن جي ساليانې چٽاڀيٽي پڻ ڪرائي وڃي. اسان جي ادب ۾ انهن صنفن ـ ناولن، ناٽڪن ۽ مختصر افسانن ـ جو ڪو خاطرخواهه مواد پيدا نه ٿي رهيو آهي. ان ڪري انهن صنفن ڏانهن اديبن جي توجهه ڇڪائڻ ۽ سندن همت افزائي ڪرڻ لاءِ هيٺيان انعام مقرر ڪيا ويا آهن:

(١) هر سال جي پڻ بهترين ناولن لاءِ، ترتيب وار ٦٠٠-٠-٠ روپيا ۽ ٤٠٠-٠-٠ روپيا.

(٢) هر سال جي پڻ بهترين ناٽڪن لاءِ، ترتيب وار ٦٠٠-٠-٠ روپيا ۽ ٤٠٠-٠-٠ روپيا،

(٣) هر سال جي پڻ بهترين مختصر افسانن لاءِ، ترتيب وار ١٥٠-٠-٠ روپيا ۽ ١٠٠-٠-٠ روپيا، ۽

(٤) هر سال جي پڻ بهترين هڪ ائڪٽ جي ناٽڪن لاءِ، ترتيب وار ١٥٠-٠-٠ روپيا ۽ ١٠٠-٠-٠ روپيا.

انهن چٽاڀيٽين لاءِ هيٺيان شرط مقرر ڪيا ويا آهن:

(١) ناول، ناٽڪ يا مختصر افسانو طبعزاد ۽ اصلوڪو هجي،

(٢) ڇپيل يا اڻ ڇپيل جو قيد نه آهي ـ البت جيڪڏهن ڇپيل آهي ته اهو ان ئي سال اندر ڇپيل هجي، جنهن سال جي چٽاڀيٽيءَ ۾ پيش ٿي رهيو هجي،

(۳) ناول جي ضخامت تقريباً پنجاهه هزار ۽ ناٽڪ جي ضخامت تقريباً پنجويهه هزار لفظن تي مشتمل هجي: ناٽڪ گهٽ ۾ گهٽ ٽن انڪن جو هئڻ گهرجي- مختصر افسانې ۽ هڪ انڪت جي ناٽڪ جي حالت ۾ ضخامت جو ڪو به شرط نه آهي.

(۴) ناول، افسانو يا ناٽڪ سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن، معاشرت ۽ ماحول، حالتن ۽ مسئلن متعلق هئڻ گهرجي.

(۵) قلمي صورت ۾ هڪ ڪاپي، ۽ ڇپيل صورت ۾ پنج ڪاپيون-سيڪريٽري، سنڌي ادبي بورڊ، سنڌ اسيمبلي بلڊنگ، بندر روڊ، ڪراچيءَ ڏانهن موڪلڻ گهرجن.

(۶) سال جي ڇپائيءَ ۾ شامل ٿيندڙ ناولن وغيره جي موڪلڻ جي آخرين تاريخ، ايندڙ سال جي جنوري مهيني جي ۱۵ تاريخ شمار ٿيندي.

(۷) ڇپائيءَ لاءِ ناول وغيره موڪلڻ وقت شامل خط تي ٻاهريائين هي لفظ لکڻ گهرجن: "ساليانه ناول/ناٽڪ/افسانه ڇپائي، سال ...... لاءِ".

(۸) بورڊ طرفان مقرر ڪيل ججن جو فيصلو قطعي ۽ آخري ٿيندو- ججن جا نالا مخفي رکيا ويندا.

(۹) جيڪڏهن موڪليل چيزن مان ڪا هڪ به انعام ڏيڻ لائق نه هوندي، يا ڪٿي ٻاهريون لمبر ڪنهن جو به هجي- ته بورڊ انعام ڏيڻ لاءِ پابند نه رهندو.

(۱۰) انعام کٽندڙن جا نالا اخبارن ذريعي ظاهر ڪيا ويندا، ۽ ٽن مهنن اندر کين انعام جي رقم ڏني ويندي.

(۱۱) ڇپائيءَ ۾ آيل چونڊ بهترين ناولن، ناٽڪن يا افسانن کي مصنفن جي اجازت سان شايع ڪرڻ جو بورڊ کي ٻاهريون حق رهندو.

اميد ته سنڌ ۽ هند جا سمورا اهل قلم هن ڏس ۾ بورڊ سان دل کولي تعاون ڪندا. ان بابت وڌيڪ لکپڙهه بورڊ جي سيڪريٽريءَ سان ڪري سگهجي ٿي.

## ڪجهه پنهنجي متعلق

"مهراڻ" سنڌ ۾ هڪ قومي رسالي جي حيثيت حاصل ڪري چڪو آهي. سنڌس معيار ۽ مواد جا بهتر منصف خود پڙهندڙ ئي آهن. اهڙي رسالي جي همت افزائي ڪرڻ پڙهندڙن جو قومي فرض آهي. انهيءَ همت افزائيءَ جي صورت اها آهي ته جيڪي سڄڻ اڃا تائين "مهراڻ" جا ساليانا خريدار نه بڻيا آهن، سي مهرباني ڪري پنهنجا ساليانا چندا موڪلي خريدار بڻجن- ۽ ان سان گڏ پنهنجي دوستن يارن کي به "مهراڻ" جي خريدار بڻجڻ لاءِ همٿائين. اسان جا پڙهندڙ جيترو وڌيڪ هن ڏس ۾ اسان جي مدد ڪندا، اوترو ئي وڌيڪ اسين پنهنجي ٻوليءَ ۽ ان جي ادب جي اشاعت ۾، هيءَ قومي خدمت ڪاميابيءَ سان بجاءِ آڻي سگهنداسين.

- م۰ ج۰



الا ! جهري م شال غريبن جي جهوپڙي !

—"بيوس"

حمل فقير

# ڏنگايون

زُلفَ ڏِنگا، آبرُوءَ ڏنگا، گفتار ڏِنگي، رفتار ڏِنگي -
جنهن جاءِ هوندا اهي چار ڏنگا، لاچار هوندي هرڪار ڏِنگي .
ڪيئن آچي تنهن جاءِ جميعت، شهر سچو پُر شور شَرَ -
جِت يار ڏِنگو، آغيار ڏِنگو، دِهْدار ڏِنگو، بازار ڏِنگي .
ڪير ڪنهن جو فرياد ستي، ۽ ڪير ڪنهن جو ڪو داد ڪري -
جِت سُوار ڏنگو، سالار ڏنگو، دستار ڏِنگي، تلوار ڏِنگي .
ڪيئن آچي ڪم راس تَنهين جاءِ، سمجهه سخن، ڪر هوش "حمل" -
ڪوتار ڏِنگو، ڪمدار ڏِنگو، سختيار ڏِنگو، سرڪار ڏِنگي .

جنهين ڪون وڇ جمعيت ٿيوي، سڄڻ سدا سو آوي: تين من پاوي
مور ڪنون وڏ نور ٿيا، نُر ڀير آڳن تي پاوي: تين من پاوي
قدم قدم تون پدم تصدق، جنهين دم دوست هلاوي: تين من پاوي
"حمل" نال حجاب ٿينا ڪر، ڪر ڪي ڪرم آلاوي: تين من پاوي

هر دم حمد هزار ڪران، ول دلبر جي دل گڏي: سهڄون سڏي
مهرئون مينڈي ڪول ٻهوي، آءِ اِٿ اوطاقان آڏي: سهڄون سڏي
مثل مسيحا منو پاندي، ول هڏ جيواني جڏي: سهڄون سڏي
"حمل" دي حق تعاليٰ شالا! ٻخت ڪري ول وڏي: سهڄون سڏي

خوب ٿيوان خوشنود ٻهون، محبوب مينڈي من پاوي:
من ڪن دوست جنهين دم آوي
ٿيوي راحت روح مينڈي ڪون، درد تنهين دم جاوي:
من ڪن دوست جنهين دم آوي
دشمن دي دل داغ ٿيوي، وچ غم دي غوطي کاوي:
من ڪن دوست جنهين دم آوي
آک "حمل"! حق تعاليٰ ڪون، تسان ٻير رقيب نه پاوي:
من ڪن دوست جنهين دم آوي

سڄڻ آوي سڀ سک ٿيون، وڃن ڏک ڏولاوي: ٻر جي آوي
سوز فراقان ساڙ سڙيسي، سي سک ٿيون ول ساوي: ٻر جي آوي
هڪ دم دلبر قول ٻهي، ڪل درد، الم، غم جاوي: ٻر جي آوي
"حمل" حمد هزارين ڪر، چا نال ڳچي ڳل لاوي: ٻر جي آوي

# ا

١. **بيت:** شيخ "اياز"؛ صالح؛ ميرل؛ مخدوم غلام احمد؛ (مرحوم) بچايو فقير رله.
**سينگار:** عارف المولا. **دوها:** بشير موريائي.

٢. **ڪافيون:** سائل؛ گرامي؛ بردو؛ نارائڻ "شيام"؛ طالب المولا؛ "تنوير" عباسي؛ عارف المولا؛ محمد خان "غني"؛ ڀوون مل "هياسي"؛ ميرل؛ حافظ آحسن؛ "راز" بلڙائي.
**وايون:** شيخ "اياز".

٣. **گيت:** شيخ "اياز"، گوورڌن محبوباڻي "ڀارتي"؛ هري "دلگير"؛ بردو؛ "تنوير" عباسي؛ عارف المولا؛ سراج؛ خواجه سليم؛ تاج صحرائي؛ محمد صالح سهيو؛ محمد خان "غني".
**چوسٽو:** شيخ "اياز".

٤. **لوڪ گيت:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ.

٥. **نظم:** گوورڌن محبوباڻي "ڀارتي"؛ هري "دلگير"؛ شيخ "اياز"؛ گرامي؛ بشير موريائي؛ "نياز" همايوني؛ عبدالڪريم "گدائي"؛ بردو سنڌي؛ ابن حيات؛ مرزن خان بلوچ.

٦. **نيون طرزون- سانيٽ:** نارائڻ "شيام"؛ بشير موريائي.
**ٽرائيڪل:** نارائڻ "شيام".

٧. **غزل:** شيخ "اياز"؛ هري "دلگير"؛ عبدالڪريم "گدائي"؛ گوورڌن محبوباڻي "ڀارتي"؛ نارائڻ "شيام"؛ عبدالحليم "جوش"؛ "تنوير" عباسي؛ بشير موريائي؛ حافظ شاهه.

٨. **قصيدو:** بردو سنڌي.

٩. **قطعا:** گوورڌن "ڀارتي"؛ شيخ "اياز"؛ علي محمد "مجروح".

١٠. **رباعيون:** نارائڻ "شيام".

١١. **آزاد نظم:** شيخ "اياز"؛ شيخ "راز"؛ هري "دلگير"؛ بشير موريائي؛ سگڻ آهوجا.

١٢. **ادب لطيف:** جهامنداس ڀاٽيه.

دنيا کي مخاطب ٿي چيو شاعرِ نوخيز،
"موضوع ڏيو، پوءِ ڏسو سنهنجي ذڪاوت"ــ
شاعر کي تڏهن دنيا ڏني هيءَ وراڻي:
"آ توکي نه موضوع جي، پر دل جي ضرورت!"
ــــ آر. ڊبليو. گيلڊر

# بيت

## اياز

مان ٻڙڇي، مان ڳاءِ، مان ئي وارُ وجود تي؛
مان ئي هان ڇتاءِ، مان ئي پيار پرينءَ جو.

آيو آڏيءَ رات جو، پرين جو پڙلاءَ،
ڇڪڻ لڳو چنڊ جو، ڪهرو ڪهرو ڳاءِ،
صدين جو سوداءِ، جاڳي آئيو جيءَ ۾.

ڇتي سڳهندين چنڊ، تو ڏي مان ڇوڙو تڪيان!
ڏئي سڳهندين چنڊ، مون کي پار پرينءَ جا!

اکڙين اڄ آفت، ماريو آهه ميار سان،
ٻنبيون جهڪيون ڀتِ، ڏڪندا ڏوراپا ڏئي.

مڙهيون ٻونيون مَنَ، منجي وڃون مورتيون،
دلين ديپ وسائيا، دونها ٿيا درسنَ،
وسري ويا وچن، آخر ٻوڇا پريت جا.

## ماستر محمد صالح "سپيو"

درياهه ڏي نه دوڪا، مون کي م ويچار؛
آءٌ ڪا ٻاڻ وهيٽي! پرين منهنجو پار؛
اڇڻ ويڇڻ منهنجو، آهي ليل نهار؛
ڪئن وساري مان وهان، محبتي ميهار!
"صالح" منهنجي سار، ساهڙ لهندو سير ۾.

درياءَ منهنجي دوست جو، جي هوند ڪيئي ديدار؛
اڻين ارڏايون اهڙيون، هوند نه ڪرين هزار؛
ٻوڙين ڪين ٻيهار، آسانتيون اڇن جي.

سرتيون منهنجو سڏ، ڪوهيارل جي ڪن پيو؛
گهڙيءَ پل ۾ کهوت ڪي، ڏسنديون مون سان ڳڏ؛
"حيلي رزق ٻهالي موت" هوت نه وهندو هڏ؛
سستي "صالح" چڏ، ته ٻسين منهن محبوب جو.

هيءَ ٻڻ منهنجي دانهن، راڳا ڪندي رُڃَ ۾؛
اڳي ٻوءِ آهيان، آءٌ پارو چل جي ٻانهن؛
هتي ڦاٽي هانءَ، "صالح" منهنجو سڄ ۾.

جالب ڪارڻ جيڏيون، آءٌ جبل جهاڳينديس؛
هاڙهي حب ولدر جون، سڀ وڻون واچينديس؛
"صالح" تنهن سڄڻ جون، سڀ جايون جاچينديس؛
هت ڪيئن ڪانينديس، ٻاڙيچيون ٻنهل ري!

## مير محمد "ميرل"

ماهي دي مک ويکڻ ڪيتي، ڏک پڳا سک آيا ـ
شڪر خدايا!
راتيان ڏينهان آهئي تانگهه جنهندي، سو مولا محب ملايا ـ
شڪر خدايا!
ڪول ميڏي آ ڍول ٻيٺا، ٿي گيا لايا سجايا ـ
شڪر خدايا!

هڪ دم دي وچ درد ڪٺي، جيوين آپ الايا —
شڪر خدايا!
ڪرم ڪنون ڪنّو لوم تي نرمل، پيار دا پاڪر پايا —
شڪر خدايا!
دست نازڪ نال دلبر ميڪون، پيالا پرپر پلايا —
شڪر خدايا!
هوش ڪنون بيهوش ٿيا من، ازلي ها جو آيايا —
شڪر خدايا!
قربان سڄڻ دي قدم قدم تون، چاهه ڪنون ها چايا —
شڪر خدايا!
اڳڻ اسانڊي عيد ٿئي، ڳيا سڀ ڏک ڏولاوا —
شڪر خدايا!
”ميرل“ هڪ محبوب پاجهون، پيا ڪول منگي ڪچ مايا —
شڪر خدايا!

## مخدوم غلام احمد ”غلام“

اڱڻ مٺي آءِ، آلنهَ لَبَيِڪِ امير تون؛
هميشه هيئين ۾، ساروٽي سند ياءِ؛
مون ڪان مُنهنّو موڙئين، جالي تو نہ جُڳاءِ؛
بي غمُرا تون بچاءِ، غمن ڪان ”غلام“ کي.

ماري مون مدام، ٿي سَحبت تنهنجي ميرَ؛
سڙي سينو سوزَ ۾، لاهيہ اکين کي آرام؛
محب منهنجي مَنَ ۾، سُونجهہ کهٽيي ساتامُ؛
غرق هيءَ ”غلام“ غمن جي غمرقَانَ

## مرحوم بچايو فقير رند

ڪالهہ لنگهي ويا ڪاپڙي، محبت رکي من؛
جوڳي پنهنجي جُوءِ تي، ويراڳي وڃن؛
لکي ويهن وات تي، پورب پيا پڇن؛
جمندي چاوائي ڪين ڪي، اها عادت عاشقن؛
جتي ناهي پير پکيءَ جو، اتي پيا سنياسي سجهن
دڪايا اٿي در تي، دولها درويشن؛
پرهہ جو پائيءَ لاءِ، پاٿون ڪين پڄن؛
لاٿي لالائي لڱن کي، پيا ڏوڙ ۾ ڏوئن؛
سارو ڏينهن سبحان سان، ويچاريا وتن؛
مون کي تون سوالي ڪرين، طالب منجهان تن؛
هنن کي رام ڪڏيو هو ”رند“ چوي، انهيءَ اهڃاڻن؛
سدا ساميڙن، سڪ نہ آلدو سر تي.

ڪالهہ لنگهي ويا ڪاپڙي، سامي سوپارا؛
هلڻ جا هنگلاج ڏي، ڪيئون چت الدر چارا؛
ڪنڪا ۽ ڪرنار تي، اٿن اڏيل اوتارا؛
جيجان جوڳيئڙن جا، مون کي پرن ٿا پارا؛
اتر لنگهي نو آڪرو، پيا پون ٿا پارا؛
رات وهامي ڏينهن ٿيو، تڪيندي تارا؛
جن کي رام ڪڏيو هو روهہ ۾، جن ڪيا وڃڻ سان وارا
سي مون بيٺي ڏٺا ”بچايو“ چوي، سنياسي سارا
سامي سوپارا، جن ڪاهيو ڪاروبار ڏي.

ڪالهہ لنگهي ويا ڪاپڙي، لاهي لاڳاپا؛
جوڳين ويندي جوءِ سان، وڏا ڪيا واڪا؛
جن جا هٿا ڪس ڪنڪا تي، سي وڃي ٿيا ٽانيڪا؛
”وَحدَہ لاشريڪ لہ“ جو هو پنو پڙهن ٿا؛
الهيءَ ريت ”رند“ چوي، جوڳين جڳ ڪيا؛
لاهوتين لاٿا، سانگا پنهنجي سر جا.

ڪالهہ لنگهي ويا ڪاپڙي، ڪري لاهوتي لنڪا
پک وڏي هٿئون پکرين، اٿي ليرالي لڪتا؛
لکي ويٺا وات تي، لکي ٽڪاڻن ٽڪيا؛
مٺي چڙي هو ماٽئي، لانگا ٽي لڪتا؛
سامن پنهنجي سر تي، وڏا سور سٺا؛
تن کي رام ڪڏيو هو ”رند“ چوي، جن ڪنڪا تي ڪس ڪيو
لاهوتن لٿا، ڏر ڪان ڏوتا ڪين ڪي.

عارف المولائي

## جلال فقير جي رنگ ۾

ڇيلا ڪنيو ڇوڪريءَ وڏا ٿي واڙي،
ڪارا ٽانگ ڪاهن تان لٽا لٽاڙي،
ڇڳند ڇوڙي ڇڏيون، ڳنئون ڳناڙي،
سيني سينڌل ڇڏيو، لونيءَ کي لاڙي،
ٻوُلدن ٻهاريون ڪيون، سُڪڙو سناڙي،
ڇولو چُست چنبيل کي، وريو ڦلاڙي،
ڳولتا گل بدن جا، ٻيٺا آرَهه آياڙي،
اعلاءِ عين عجيب جا، چوڏس چمڪاڙي،
ٻينيءَ برابر اڇي، ڪَنَنْتَر کُجاڙي،
ڇيلهه ڇلاٽي سَٽهڙي، ڇيٽا ڇهاڙي،
ڇيهي ڇَرن ڇوڙيل جا، راسين رتاڙي،
وِجون ڏسڻ آئيون، ٻيرڻ جي ٻاڙي،
ٻَسي هلڻ حَسينَن جا، هاڻي هرکيا ڙي،
ڏيون لک ڏاڙي، "عارف" عجيبن هنيون!

## دوها

بشير موريائي

ڪپت ڪويءَ جي رسيلي، جنهن کي رڳ رڳ ڳاتو،
دل جو درد لهڻ جو ٿاهي، اهو نه ڪنهن پرچاتو.

ٻن ٻن پينبر روهه رلير، من جو ميت نه مليو،
مسجد مندر چين نه ياتم، دل جو ڦول نه ڪليو.

نينن جوت مڌم مڌم، آهه ڇين تي ساس،
تنهن هوندي ٻه من ۾ آهي، پيا ملڻ جي آس.

تو بن انين بجان ٿو، جيئن، آويءَ ۾ ڪو ٺانءُ،
ٻريو وڃان ٿو، جڏهن ڳنهي ٿو، ڪوئي تنهنجو ناءُ.

جڏهن تنهنجو ناءُ ڳڌوسي، ٻڳ ٻڳ گل ٽوبا،
چالبو ڪي ٿي ويئي چوڏس، ڏک جا بند ٽٽا.

سولهن ڏئي سي ورولهن ٿي، آهي ڪان لڪاسي،
تنهنجي نينن جوت ۾ سائين، رنگ عجيب ڏٺاسي.

سندرتا جا سيڪڙو، پريت نه آهي راند،
تو وٽ ڪوٽ آ، چل آهي، تو وٽ ڪٽي آ ڪالد.

# ڪافيون

## محمود شاهہ صاحب "سائل"

رليون ڪين رهن، اکڙيون روز روئن،
رت راتيان ڏينهان هارن ٿيون!

١- ڪاڏي ڪين ڏسن، جن جي لاءِ سڪن انهيءَ پار تڪن، ٻي ڪار نہ ڪن،
نڪي ڇپر ڇنڀن، ٿوڙي لير وهن، راهون راند ٻنهل جا لهارن ٿيون.

٢- جڪي ٻرت پيون، اوهي جڳ ڪان ويون، وتن سڪ سندا سي تہ ٻارڪيون،
صفا سرت ڇڏي بي سرت ٿيون، رڳو ڏيان سڄي جوڻي ڏارن ٿيون.

٣- ساريون ٻار ڪي ساري رات ڪٽن، والديون ڪين وٽن، پيون لڇن لنجهن،
سنجهو ڪين سمهن، ڏٺي آڏي اٿن، ائين گوندر گهوڙيون ڪهارن ٿيون.

٤- گهوڙي اڪ جي لڳن، ٻري ڇرڪ اٿن، جهوري جيءَ اندر ٻر لڳي جا اٿن،
رئون ويهي رئن، ڪهڙيءَ ريت رسن، پيون پچر ايها ٻو پچارن ٿيون.

٥- نڪي ڪچن ٻچن، نڪي ڪنهن سان سلن، ڏک سور سهن، ٻر ٻڙڪ نہ ڪن،
ويٺيون ورهہ ونڊن، ٻاهر ڪين ڪڍن، اهڙو ٻاڻ ٻنهنجي ڪي مارن ٿيون.

٦- سدا سوز سڙن، دوهان درد دکن، منجهہ پرت پچن، مگر مچوا مچن،
ٿڏا ساهہ ڪٽن، ٻاهيون پيڙ ٻرن، ويتر ڦوڪون ڏئي سي ٻارن ٿيون.

٧- گهرئون ڪين گهرن، ڪنهن جي درن وڃن، ٻئي سپ ڪان ڇنن، اها چال سندن،
ملو محب مگن، تنهن سان گوپ گنڍن، ڏاران دوست ٻين ڪي وسارن ٿيون.

٨- آهي رالد ڪٽن، جڪي قرب ڪسن، هڪ تر نہ هٽن، گسئون ڪين گسن،
ٻلا ٻاگ الهن، ساري يار سرن، "سائل" قول ٻنهل سان تہ ٻارن ٿيون.

## غلام محمد "گرامي"

ور ور ڪري سار يم وري، سهڻيون سڄي سماجهڙيون،
هردم رهن جي هج مان، هم خيالڙيون، هم حالڙيون.
ڪيفي ڪهن، سيفي سڪن، بيرقي ڪينوين، بجلي ٻڃن،
تو پڙ ڪري، بيحد بڇيون، ٻاري ٻيرهہ جون پالڙيون.

٢- ڳاري وڻون، ٻاري وڻون، ساڙي وڻون، ماري وڻون،
تو دور کان دلِ تي دڳون، دولتهه ڏني! جي ڏالڙيون.

٣- ڦرَ ڦرَ ڦرَن، ماندڙيون سرَنَ، ٿيون ڦجهه وِجهنَ، سي مَنَ ڀَسنَ،
آهن آداسيءَ، آرٽيون، آڪڙيون، اڃيون ۽ آلڙيون.

٤- سودو سڄو، ڪونهي ڪڇو، باقي بڇو، ڪيمِ ڏک ڏچو،
دلبر وڻون، ڏاڙي ڪسي، ٻني دزد دلِ دلالڙيون.

٥- ڪهڙي خبر، نوري نظر، ڪيميا اثر، آ فيض وڙ،
رمزن رتل، ٺهري ڪجل، ڪيفي ۽ رنگ رتالڙيون.

٦- زاغ البَصَر ۽ والقمر، ۽ والضُّحيٰ ۽ والفجر،
سهڻيون، سڄيون، مهڻيون مٺيون، پياريون، پريمي پيالڙيون.

٧- جالي جهڙيل، ڦاني ڦٽيل، راهِن رليل، سورن سٽيل،
ڦيري ڦريل، ڦيرا ڏيون، ڦيرن پيون ليٽ ڦالڙيون.

٨- چوڪيون ڇلنَ، ڪهوريون ڪهن، جَرڪنَ جيئنَ، مُرڪنَ مِلنَ،
ڏلڪِن وڙهن، مارنَ ڪَهنَ، ڪيفي ڦهر ڪلالڙيون.

٩- ڪنهن کي ڄوان، ڪنهن سان ڪچان، ڪنهن سان "گرامي" سچ سليان،
آيون اري ڀر اوپريون، آڪليون، آٻرَ، آپالڙيون.

## پرده سنڌي

وه وا چشمان يار ديان - يار مٺي مٺار ديان!

١- صدقي ٿيوان لب چولڙ تون، ڏولڙ تيڏي خوش ٻولڙ تون،
کر کر لخري گهنڊ کولڙ تون - وه مٺڙيان ڳالهين پيار ديان!

٢- زلف سيه مستالي هين، اکين مٺي خوش دي پثماني هن،
رُخ روشن تي پرواني هن - وه لوڪان لت سينگار ديان!

٣- زلف دي پيچ عطر ترن آلي، چمکن جيوين کي سپ ڪالي،
عشوي غمزي ناز نرالي - بوئين آون بهار ديان!

٤- "پرده" ڪون هڻ چين نه ڪودم، تنين بن جڳ وچ ڪونهين همدم،
والڪون بلبل رووان دم دم - لهه خبران پيار ديان!

## نارائڻ "شيام"

اِهي کهريون کهريون ۽ ڪاريون اکيون،
سهڻي رات جان سهڻيون پياريون اکيون!

١- ڪڏهن هيءَ ٿي پنهنجن کان وڇڙيون وڏيڪ،
ڪڏهن هيءَ ٿيي ڏارين کان ڏاريون اکيون!

٢- شرارت تہ کوئي وناڻن سيکي،
اهي جي لچاريون لچاريون اکيون!
٣- محبّت مٿان وسُ نہ کنهن جو هلي،
نمائيون بشيون ساڻ واريون اکيون!
٤- اشارن ۾ اورن سڄو حال سي،
ڪُڇَن ڪينکي مرم واريون اکيون!
٥- مٿا خواب سي ٿي ڏسن "شيام"! جن،
اکين ۾ پربڻ جون وهاريون اکيون!

مخدوم محمد زمان "طالب المولىٰ"

جتِ وائي وَرَڻُ واري ويٺي، او يار، عشق چڏيو ات ليٺي!
عشق چڏيو ات ليٺي، او يار، ڪالھ جنهن جي ڪَل پيٺي!
١- جيڪي اگ نہ ڏٺل ها ڪڏهين، سرڏبڪار پٽين سي ٿي،
سور سوغاتون ڏيئي، او يار، عشق چڏيو ات ليٺي!
٢- تن، من، دل دلدار کي، تول ڏناسون ٺيٺي،
ٿي سونهن سونهي جنهن کي ٿي، او يار، عشق چڏيو ات ليٺي!
٣- محبن ساڻ ماڻ جا، قول ڪيا سون ڪيٺي،
جانب ڪارڻ جي ٿي، او يار، عشق چڏيو ات ليٺي!
٤- "طالب" ۽ مطلوب کي، پرت پچائي پيٺي،
پول پڌل هين پيئي، او يار، عشق چڏيو ات ليٺي!

تنوير "عباسي"

ڪو نہ پڏائي وات – اسين اڻ سولهان سونهون.
١- ڪرندي، ٿوندي، ۽ ڻاپوندي،
هوربان ڏاڍيان، رڙهندي رڙهندي؛
ڳولي لهبي وات – اسين اڻ سونهان سولهون.
٢- ڪنوٽيون اک نہ ملائي سگهنديون،
ماڻ کي ڪين جهڪائي سگهنديون؛
رکبو اوچو ڳات – اسين اڻ سولهان سونهون.
٣- اونده ۾ ڪيئن گهاربنداسين؟
ليڪ تہ گڏجي پارينداسين،
واچوڙن ۾ لات – اسين اڻ سولهان سولهون.

## عارف المولا

او چنڊ، او ستارا، نہ ڪريو اشارا، نہ دل کي وڻن ٿا هي رنگين نظارا.

١- ڪيلو ۽ ڪنڌ ورڻا، فلڪ تي لڏورڻا، ڪيو ٿا تبسم، اوهان کي نہ آ غم،
اسان کي ڪيلڻ ۽ خوشيون ڪاڄ ڪارا.

٢- اوهان وٽ نہ راڄ والم جو گذر آ، اسان وٽ ڏکن ۽ غمن جو تہ گهر آ،
اوهين خوش رهو ٿا، اسين سور سارا.

٣- اوهان وٽ محبت جو مذڪور ناهي، اسان کي فراق ڪيو چُور آهي،
ڪيا نينهن ناسور، دل ٻارا ٻارا.

٤- اوهان وٽ نہ حُسن و محبت جون ڳالهيون، چڪن چاڪ اکيون اسان جون تہ آليون،
حبيبن جي حُبَ ۾ وَهن نيڻ لارا.

٥- جنين کي آ سالڀر سدائين سڪن جي، الهن کهڙي ڪل آ اسان جي ڏکن جي،
جلي جان ساري جگر آهہ جارا.

٦- اوهان ساڻ ڪن ٿا ڪڪر ليڪليڪوني، اسان جي عجيبن ڀڏي اڄ اکوني،
ڪُلهن تي قربن ڪيا ڪيس ڪارا.

٧- محبت ڪان آهيو اوهين غير واقف، اسين عشق و الفت جا طالب ۽ "عارف"،
اوهين آهيو بي غم، اسين درد وارا.

## محمد خان "غني"

ساڄن ريءَ سينگار؛ پنهنجو سڙيئي سنيئون سٽيئون.

١- ڪين جهاڻ سان ڪنهن جي جهليون،
هي هي ڪنديون هوت ڏانهن هليون،
وڙيندي وڻڪارَ ڪاڻ ڪهڙي ڪٽ ڪنيئون ڪنيئون.

٢- تنهن جو پنهل تو ڀاڻ ڀڄائي،
جيڪا جبل ۾ وڪ ٿي وڌائي،
سچ ڏٿون سنسار، جالب ريءَ نڪي جيئيون جنيئون.

٣- سوريءَ ڪي جي سيج سڄاڻن،
جاڻ إلهيءَ ڪي ڪين ٿا ڄاڻن،
عشق الدر آزار، منهن نہ آنهيءَ ڪان منيئون منيئون.

٤- عمر سڄي تي راھ لهاريئون،
آب اکين مان پٽي تي هاريئون،
پوئيون پرين پار، لوڙھ سندن جئين لنئيون لنئيون.

٥- عشق اندر کي ڏنيون آسائون،
بره بدن تي لاتيون لائون،
عام نہ ڪيئون اظهار، جيڪي وره مان وٺيون وٺيون.

٦- مرد "غني" ڪيئن تنهن کان مڙندا،
جڏهين جلندا، تڏهين جڙندا،
ڪئي بره جو پار، بيشڪ بازي ڪئيون ڪئيون.

## پمون مل انند رام "پياسي"

سارنگ جي تہ سينگار، من ۾ موج مچائي! موج مچائي ... مستي لائي!

١- ڪنوڻيون کيما کوڙي آيون، سهسين سيلا هٿن سرايون!
واسينگ والگر وار، ور ور وجهن وڏا ئي! وجهن وڏائي ... مستي لائي!

٢- گرجي گرجي گوڙ گجايا، پرجي پرجي بادل آيا،
ڪڪرن ڪارونبار، هيبت هلٽ هلائي! هلٽ هلائي ... مستي لائي!

٣- جهٽ پٽ وس وس ٿي جهنگ جهر جي، ٽٻ ٽٻ ٿي پالوٽ پلر جي،
آج آج جي اسرار، راحت روح رسائي! روح رسائي ... مستي لائي!

٤- ساوڪ سبزي سولهي ساري، گس گس گل ڦل گاھ گلزاري،
ٻوڏن لائي بهار، رونق عجب رچائي! عجب رچائي ... مستي لائي!

٥- ڏور ڏڳا ڏاڍي ٿيا ڏولا، ٻکي ۾ ٻکن سڀ جهون جهولا،
لاتين جي للڪار، وڻ وڻ ڏين واڌائي! ڏين واڌائي ... مستي لائي!

٦- ترت ڪري تکوي تہ تياري، هيج منجهاران هاري ناري،
هردم ٿي هوشيار، پوکين پوک سوائي! پوک سوائي ... مستي لائي!

٧- ذاتر ذرت ذڪر جي تاري، گهر گهر هٽ هٽ ٿي هڪاري!
شان سچائي ستار، ڪئي آهي پال پلائي! پال پلائي ... مستي لائي!

٨- ٻرو ٻردي ۾ هو ڇپايو، "پياسي" پرين اڄ پاڻ پسايو،
دلبر جي تہ ديدار، جهڳ مڳ جوت جڳائي! جوت جڳائي ... مستي لائي!

"ميرل"

سانون ايهن ڪيتا لروار ـ آيا عشق ٿيا اظهار.

١ـ عشق دا الدر ٻيا ٽڪانا، سرس سيني وچ سور ساماڻا،
گهمندي گهٽيان بازار ـ آيا عشق ٿيا اظهار.

٢ـ عشق الدر وچ مسجد ٺاهي، سجدي دي وچ ٻيڙن سر نوائي،
تڪبيران دي تار ـ آيا عشق ٿيا اظهار.

٣ـ عشق الدر وچ کوڙيا خيمان، ماس بدن دا ٻڻ گيا قيمان،
ڏڙ سسي ڪنون ڏار ـ آيا عشق ٿيا اظهار.

٤ـ عشق دي اهيدي بلند هي بازي، "ميرل" ڪتني جنهن سو ممتازي،
ڏونهين جڳ جنسار ـ آيا عشق ٿيا اظهار.

حافظ محمد احسن

دوست نہ ٿي در ڏار ـ هوت الاجي ڇاهي هياتي!

١ـ وات وڇڻ جي ڪر نہ وائي، کهوت سدا ڪڏ ڪهار ـ
محب متان ٿئي منهنجي مماتي!

٢ـ ڏينهن ڏکن جا ڏاڍا ڏٺا مون، سور سٺم صد بار ـ
چيهون چهون ٿي وئي ڇاتي!

٣ـ ورهيہ لنگهي ويا ويئين وساري، واڳ وصل جي ڪا وار ـ
تنهنجي ڏسڻ لئي دلڙي آتي!

٤ـ ديد ڏيکاري دلڙي ٺري وئين، ڏور رهئين دلدار ـ
ڳالهہ اها مون اڳ نہ ڄتي جاتي!

٥ـ ڏيهہ سڄوئي ڏوري ڏٺو مون، ڪونہ تنهنجو مٽ يار ـ
لنئو نہ سڄڻ مون تو سان لاتي!

٦ـ "احسن" جومچ عرض الله اڳ، وارث ڪيئن وسار ـ
جالب هائي وچ جُودُون جهاتي!

## ”راز“ ٻلڙائي

ڪهڙيو وڇوڙو، اي يار،
واڳون وار وطن تي!

١- سڪڙا اوهان جا ساريو ساريان، روئيو روز تي راهون لهاريان،
ميٺي ميڄايان يار.

٢- جانب جهوري تي سون جدائي، محب ملي ڪر پنهنجي ڀلائي،
دوست ڌ تي دم ڏار.

٣- پانڌي روئيو روز ميڄايان، ٿورا تنهنجا ڪين ڪي لاهيان،
جي محب ملين هڪوار.

٤- يار ڪهنگهر ”راز“ تو ڳهاري، تنهن کي ڇڏ تون ڪين وساري،
لهه ساڃن سڪيڙي سار.

## شيخ ”اياز“

# وائي

تنهنجي ڳولا تنهنجون ڳالهيون صبح و شام —
مون کي پل پل ڀور تنهنجي پيار جا!
تنهنجون اکيون منهنجي ڏاهپ جون ڏيانيون ٿيون مدام —
مون کي پل پل ڀور تنهنجي پيار جا!
رات مون کي چنڊ پڇايو هيو تنهنجو پيام —
مون کي پل پل ڀور تنهنجي پيار جا!
مون پرهه جي هير کي ساجهر ڏنا تولئي سلام —
مون کي پل پل ڀور تنهنجي پيار جا!
روح ۾ خيما کڻا تنهنجا — مگر تنهنجو قيام؟
مون کي پل پل ڀور تنهنجي پيار جا!
اجنبي سون لئي هيا پنهنجا پرايا، خاص و عام —
مون کي پل پل ڀور تنهنجي پيار جا!
هر تصور، هر تخيل زندگيءَ کان انتقام —
مون کي پل پل ڀور تنهنجي پيار جا!
تنهنجي ڳولا تنهنجون ڳالهيون صبح و شام —
مون کي پل پل ڀور تنهنجي پيار جا!

# گيت

شيخ "اياز"

پيئو، پيئو، پيئو، ڙي يار!<br>
جيئو، جيئو، جيئو، ڙي يار!<br>
پيئو ڙي يارا جيئو ڙي يار!

ڏينهن بہ ساڳا، لينهن بہ ساڳيا، منڊ بہ ساڳي، مينهن بہ ساڳا:<br>
ڪنهن جا ڪنهن جا ڏک ساريندؤ، ڪيئن گذريءَ پر گهاريندؤ:<br>
مَٽي آ وِهَہ جو وِهَہ تي وارُ!<br>
پيئو، ڙي يارا جيئو، ڙي يارا

چنڊ بہ ساڳيو، رات بہ ساڳي، بوند بہ ۽ برسات بہ ساڳي:<br>
هر شيءِ پر ڪا ياد رهي ٿي، ڏاهپ جنهن جا ڏنگ سهي ٿي:<br>
ڏک جي ڏولي، سُک جي سار!<br>
پيئو، ڙي يارا جيئو، ڙي يار!

روپ بہ ڀل لٿيءَ رنگ بہ ڀل لٿيءَ، سات بہ ڀل لٿيءَ سنگ بہ ڀل لٿيءَ:<br>
هار بہ ڀل ليءِ جيت بہ ڀل لٿيءَ، مٺڙا مٺڙا ميت بہ ڀل لٿيءَ:<br>
جڳ تي ڀل جو آهي پسار!<br>
پيئو، ڙي يارا جيئو، ڙي يارا

پيار پکيئڙو هو پرڏيهي، آيو هو پنڃري پر پيهي:<br>
اڄ جي آڌري ويو پنهي پار، ڇو نہ پکيئڙو پيا ڪي چار!<br>
ڪيئي پکيئڙا، لک هزار!<br>
پيئو، ڙي يارا جيئو، ڙي يارا

مڪڙيون ميڙي ڍير لڳايو، مٽيءَ چوڪايو، ساز وڄايو:
ناچ وڄهو، گهنگهرو ڇمڪايو، ڳايو، ڳايو، غم کي کايو:
ٽهڪو، ڇهڪو، ٻهڪو يارا!
پيئو، ڙي يارا! جيئو، ڙي يارا!

( ٢ )

- هاءِ حياتي! هي ٿوهر جو وڻ!

جڏهن ائيون گهنگهور گهٽائون، جڏهن وسيو ساوڻ،
هاءِ سنڌس ٻالهون ڦهلائڻ، هاءِ سنڌس اڻ تڻ!
سنهي سنهي ٻرسات، اُلا، هوءَ ڇاٽ، اها ڇڻ ڇڻ!
نيري آپ ۾ نهي ڊهي ويا، ڇڻ ڪڪرين جا ڏڻ،
وئي ٻڪوڄي ٻوٽي ٻوٽي، آڪليا اَنّ جا سڻ!
وَرَ وڄهندي وڄ آئي، ٻل ليءِ واجهايو واهڻ،
کهرائي ۽ لهرائي جڻ صحرائي نانگڻ!
ليڻ ٽيڻ سان لشي لهاريو، کهلندو رهيو ڏکڻ،
دور دور تان ڏيدون آيون جنڊڙيءَ ۾ جهاڪڻ!
هاءِ اهو هن ويراني جو ويرم لٿي وسرڻ!
گهڙي پلڪ لئي سڄ جسي ٻيڙيءَ جو جهڙ کي جهاڳڻ:
پوءِ ته اهائي تيز تپت ۽ جيري جو جرڪڻ-
نه ڪي ڦلڻ ڦولڻ آ ان ۾، نه کي جهاڻ جهولڻ!

- هاءِ حياتي! هي ٿوهر جو وڻ!

## رات جا راهي

انڌيري رات جا راهي!
ٿين ڇاڪاڻ ٿو ساهي؟
اڃا منزل صبح جي دور ناهي.

اما†، آڪاس جا آسون آگهي ويٺي،
ڏني ٿي سسڪندڙ هيرن کي دلداري،
ڊري ٿيندي وڃي ٿي هر گهڙيءَ کان پوءِ،
فضا جي بي قراري، آهه ۽ زاري؛
آٿي جي اوٽ مان ساٿي!
ذرا پائي جهڪي جهاتي،
ڏسون ٿو نور واجهائي،
اڃا منزل صبح جي دور ناهي.

متل ساگر سنهيون هي مست ڇوليون پيون،
سکهو پاسا مٽائي ڪرڙ ۽ موڙينهيون،
آسارندي اچي بلبل ۽ ٻولن کي،
هٿي شبنم، اکيون مکڙيون ۽ ڪولينهيون؛
اڃهو ٿو سج ٻٽي ماري،
ڪيي ڪرڻن سندي جاري،
ٻڪي تارن جا ڦاسائي،
اڃا منزل صبح جي دور ناهي.

ڏٻاٻل ۽ جهڪايل سِرُ ڪري اوچا،
ڪڙا اڄ ڪيت ٿيندا، قفس جهوليندا،
ڳلي پوليون جڳت جون چُپ زبانون پيون،
ستايل ظلم جا، انصاف طلبيندا؛
نه رهندو راڄ اولاهه جو،
اٿي هرڪو ڪڙو ٿيندو،
ستل تقدير جاڳائي،
اڃا منزل صبح جي دور ناهي.

† اما = پريات

( ٢ )

## اکڙين جي برسات

الوکي اکڙين جي برسات.

هولن ساوڻ ۾ ٻولدون ٻرسن، ساوڻ لئي ٻر ليڻ نه ترسن،
روز برهه جا بادل گرجن، روز اندهيري رات ... ... ...
الوکي اکڙين جي برسات.

هاءِ! ٻرائي ياد ستائي، بجلي ٻئي وراڪا کائي،
ٻل ٻر لئي چت کي چمڪائي، پرديسيءَ جي تات ... ... ...
الوکي اکڙين جي برسات.

ليڻ ٺمن، جل جار وسائن، مؤر نه من جي پياس ٻجهائن،
آنسو دل ۾ آگ دکائن، جاڳائن جذبات ... ... ...
الوکي اکڙين جي برسات.

هي ليڻن جا ٺم ٺم پيالا، ٺا جل ۾ ٻوڪائن جوالا،
هاءِ! هنن جا کيل نرالا، رات وسن پربات ... ... ...
انوکي اکڙين جي برسات.

### هري "دلگير"

آهه ڪٿي ٻهتو انسان –
هي ٻه ڏسين وڏو ڀڳوان!

ٻنهنجي دل ۾ لانگ لڳائي، ماڻهو ماڻهوءَ کي ٺوڪائي،
ماڻهو ماڻهوءَ جي ٻستيءَ کي، ٻنهنجي هٿ سان آگ لڳائي،
جنهن امرت تي تڳندو آهي، تنهن امرت ۾ زهر ملائي،
جنهن دنيا ۾ جنم لڌائين، سا دنيا ٻڙ پالگ ٻڻائي!
آهه شکي ٺيو خود شيطان –
هي ٻه ڏسين وڏو ڀڳوان!

جيون جو سچ ڪَکرن ۾ آ، اولهه اولهه ليٺن ۾ آ،
تهر پربو ڪندو ٿپُ ساري، وڏو گل جي ٻن ٻن ۾ آ،
آگ لڳي وٺي چوڌاري، اڄ دنيا جي گلشن ۾ آ،
السالي عظمت اڄ رُلندي، ٻهتي ڪنهن ڪاري ٻن ۾ آ!
جڳ ڳُ، جيوڻ سمجهون سنسان –
هي ٻه ڏسين وڏو ڀڳوان!

هاهاڪار مچل چوڌاري، آهه دُکي هر لُڙُ ۽ لاري،
ڪِهڙ ڪهڙ بُک ۽ بيڪاريءَ جو، لنگهو لاچ رهي ٿو جاري،
چرلدڙ ٿيرلدڙ ڏيرا لاشا، بار سندن ڳردن تي ڀاري،
آب عوض تن جي اکڙين ۾، آگ ڏني هيٺي ڏيکاري:
ٽهڪ ڏني ويٺو ڏلوان-
هي ٻه ڏسين ويٺو ڀڳوان!

جن دانها جي عزت ٻوڙي، تن ڏي وڃي هرءَ ٻوڙي ٻوڙي،
دنيا ڪي آواره سمجهن، سيڻون سودي باز سنوڙي،
تن دولت جي پردي پويان، انسان جي آن لهوڙي،
ٽپ ٽپ تي تن قيد ڪڙو ڪيو، ٽپ ٽپ تي ڦاسيءَ جي لوڙي:
خالي منصوري ميدان-
هي ٻه ڏسين ويٺو ڀڳوان!

هردم هٿن هولهڻي مجبوري، ڪاله ڏٺي اهڙي منظوري،
توڙي ڦاسيءَ تي چاڙهيندا، نعرو هڻندا سي منصوري،
عزم ڪنداسي، تان ڏسنداسي، وات اٿانگي ٿي وڃي ٻوري،
دل سان "دلگير" توڻ ڏسندين، خواب هٿي منزل جي دوري:
عهد اهو، آهي ايمان-
هي ٻه ڏسين ويٺو ڀڳوان!

"پرده" سنڌي

او ڪين وسارج جائيءَ! اڄي ميلُ هام!
ڳوڙها ڳاڙهي، لڦ ٿيا وياڪل، گذريا ڪيئي زمانا؛
آڳــ اوڳاڇن راڳـ هي منهنجا، اکرن گيت سهانا؛
آ، جاڳي پيڙَ ٻرائيءَ!... اڄي ميلُ هام!

لِنهن جا لاتا سڙڪا چانس، ٻرَ هي پنهه السالڪا؛
مڪر لڪائي ڪانڪون توڙي، ٽکس اڏاري ڪالڪا؛
الا، پرل ڀڳا توتائيءَ!... اڄي ميلُ هام!

ولڙ وهي ويٺس، وڇڙيل جن ڪا ڪولج اڪيلي ڪرڪي؛
ڳات ڪٿي ۽ موني ڳجڙي، موت اڳيان ٿي مرڪي؛
او منهنجي آس لائيءَ!... اڄي ميلُ هام!

آهي آڪاش به غم ۾ شامل، سون سان ڌرتي ساري؛
ڪڪر ڪُماڻا، وڻن اجهاڻا، ڪنوڻ به مُرڪ وساري؛
ڇو تنهنجي اک لڙڪائي!... اڄ ڀي ميل؟ – هاءِ!
خواب ۾ آب حيات پياري، تو آ موتَ سونائي؛
صبح سڪن جي سون وٽ "پرده" ڪٿي مبارڪ آئي؛
الا، ڏک جي رات وهائي!... اڄ ڀي ميل؟ – هاءِ!

"تنوير" عباسي

## مرڪ ڳوڙهيءَ پل لاءِ

مکڙي! مرڪ ڳوڙهيءَ پل لاءِ:
جوڀن جون هي چار گهڙيون تون روئي ڪين وڃاءِ!

مٺڙي مٺڙي هير لڳي ٿي، تنهنجي ڳلن تي ٽهڪي هٿي ٿي،
تنهنجي ڪن ۾ ڪجهه پڪي ٿي، لينهن جا لپاٽا توکي ڏني ٿي؛
هير جي منجي جهولي ٿيڻ ڪان اڳ ڪا راند رچاءِ–
مکڙي! مرڪ ڳوڙهيءَ پل لاءِ:
جوڀن جون هي چار گهڙيون، تون روئي ڪين وڃاءِ!

پيار جا نغما جهولڻگاريندو، ڀونئر هوا تي ترندو ايندو،
توتي هر هر ڦيرا ڏيندو، توتان پنهنجو سر گهوريندو؛
هن جي دکي ٿي موٽڻ ڪان اڳ، هن سان لينهن لڳاءِ–
مکڙي! مرڪ ڳوڙهيءَ پل لاءِ:
جوڀن جون هي چار گهڙيون تون روئي ڪين وڃاءِ!

چانڊ جو آيو صبح جو ماري، گلشن تي هن چانڊ ٺاري،
سونهري ڪرڻن جي جاري؛ ڳوڙهي ڳوڙهي هيءَ آهي پياري؛
هر غم دک ڪان آجي ٿي، پيار سان دل وندراءِ–
مکڙي! مرڪ ڳوڙهيءَ پل لاءِ:
جوڀن جون هي چار گهڙيون تون روئي ڪين وڃاءِ!

ڪرڙ مرجهائڻ جو ڪري تون، ماڪ جا پيالا هيءَ پري تون،
هرڪنهن دک ڪان ٿيءَ پري تون، هوريان هوريان، هري هري تون؛
موت جي ماريءَ تي مرڪي، ڪي پيار جا نغما ڳاءِ–
مکڙي! مرڪ ڳوڙهيءَ پل لاءِ:
جوڀن جون هي چار گهڙيون تون روئي ڪين وڃاءِ!

عارف المولي

آءُ مسافر يار تون موٽي،
آءُ مسافر يارا!

ڏينهن گهڻيرا ڏک ۾ گهاريم، سورن سالڪ ٿيا هيو؛
روز روئڻاه ٿو رت ڳاڙائون، مٽونئن ۾ منهن پاتو؛
تن من ۾ آ تنهنجي منڙا، ٿهڏل تات تنوار!

آهٽ ٿي ڪنن، در ڏي ڊوڙي، اکيون راهه لهارن؛
لوڪ سٽي جو لياڪا پائن، جاڳيو جنَ ٿيون هارن؛
ڪنهن موڙيو، ٻڌايو پاسا، ٻلٻل ڪيان پڪارا!

ٽوڻ قالون پاڻان ٻلٻل، ڪوڙيون ڪانگ آڏايان؛
جنهن ٿي جاتون ٻاسيتم بيحد، سائو سور ستايان؛
پورب ٽوڻ پند پڄايم، وڙيم سڀ وٺڪارا!

سيڪندي سارو ساوڻ گذريو، سرءُ وئي منجهه سورن؛
سرديون سڏڪي مون سڀ ڪاٽيون، پاهه ٿيس منجهه پورن؛
الب پوکيا، ۽ سرهه ڦلاري، لاٿي برهه بهارا!

هڪ پيرو جسي پورل ايندين، توسان سڙر ستايندس؛
ليڻ ڪنهن تنذرالي خاطر، سر ٻي سنٿت ڏيندس؛
من ۾ ٽوڻ محل اڏايم، پنبڻين پر پڌارا!

آءُ ته هلون هي ڏيهه ڇڏي، پرڏيهي ڏيهه وسايون؛
هڪ ٻئي سان اورايا اوريون، سڪ ۽ سور ستايون؛
ڏک ڏوراپا ڏيون ڪُنهُ "عارف"، ڪريون پرت پچارا!

مسافر،
آءُ مکهو تون يارا!

سراج الحق

## تنهنجي ياد جو آئي...... سنڌڙا!

ڏهن ۾ ايريا چند ستارا—
سات پري ڪا مڪڙي،
جڻ ته ڪلي ڪوماڻي!
تنهنجي ياد جو آئي...... ملڙا!

ٻيا ياد پرين سنيها-
وير چوڙهي اسڪن جي،
پر مڙڪن ساه پرجي!
تنهنجي ياد جو آئي ...... مٺڙا!

ليئن جي گهاون کان گهايل ٿي-
جن ڪا ڪوئل ڪوڪي،
دل منهنجي انهن ٿڪي!
تنهنجي ياد جو آئي ...... مٺڙا!

متن ساگر ۾ آندي آني-
آس جي ڊولڊي آئڙي،
لهري ڪُن ۾ ڦاٿي!
تنهنجي ياد جو آئي ...... مٺڙا!

آهه رُلي، لڙڪن آهه پري-
گهاوَ سوين پيا آڪڙي،
دل جي دنيا اجڙي!
تنهنجي ياد جو آئي ...... مٺڙا!

من ڏسڪيو، آشا ٽڙي-
آس جي شمع اجهاڻي،
لڇندي رات وهاڻي!
تنهنجي ياد جو آئي ...... مٺڙا!

"تاج" صحرائي

## آواز ته ڏي

منزل مون کان آهي دور،
ساحل مون کان آهي دور،
رات انڌاري ڪاري ڪاري،
آءٌ اڪيلو دلڙا ماري-
سائي، مون کي آواز ته ڏي!

بس هن دليا آهه ستايو،
يارن غيرن آهه تپايو،
جنهن ۾ ڏلو تنهن آهي ورايو،
پنهنجو پنهنجو اڄ پرايو؛
رات انڌاري ڪاري ڪاري،
آءٌ اڪيلو دليا ساري —
سائي، مون کي آواز ته ڏي!

هر طرف آ خوف انڌيرو،
ڪير آ تنهنجو ڪير آ منهنجو،
ڪير ٿو پڪڙي دامن ڪنهن جو،
ڪير پريندو ڇولو پنهنجو؛
رات انڌاري ڪاري ڪاري،
آءٌ اڪيلو دليا ساري —
سائي، مون کي آواز ته ڏي!

تون مون کان ڪيڏو آهين پري،
مان تو کان ڪيڏو آهيان پري،
ڪير ڪا سائي ڪوبه نه راهي،
ياد به تنهنجي آهي آئي —
رات انڌاري ڪاري ڪاري،
آءٌ اڪيلو دليا ساري —
سائي، مون کي آواز ته ڏي!

ماسٽر محمد صالح "سهيو"

## پرديسي پرينءَ ڏانهن

ڪيئي لنگهي ويا آرهڙ آهن، ڪيئي لنگهي ويا سيارا —
پر آئين تون نه پيارا!

سرءُ موٽي آئي سهڻا، آئي منه بهار،
آيو موٽي ساوڻ آهي، مينهن ڪيئي وسڪار،

ٻاجهر پَڪي، پيها اڏيا، آئي پوڙي جهار،
ولر ڪري ڏس وهيا آيا، ڪريو پٺ قطار،
ان ٻچي آهي راس ٿيو، مستان ڀنجي ويا لاهارا –
ڀر آئين تون نہ پيارا!

مند بهاري موٽي آئي، بلبل پوري آئي،
”پون پون“ جي پڪار گلن تي پورن آهي لائي،
”پي پي“ آهہ پپيهي لائي، ”ڪوڪو“ قمريءَ ڳائي،
سڀڪو اڄ ٿو سرهو ڏسجي، ڳڻتي ڪنهن نا ڪائي،
آءٌ آباڳي نالون تولئي روز وڃهايان ڊارا –
ڀر آئين تون نہ پيارا!

لار ٻڌا ٿيا هرلا چالو، سڀڪو هر ٿو ڪاهي،
ڪيڙوهہ ٻڌي هرڪو هاري ٻنا ٻارا ڊاهي،
ڪڙيا ڪسيون اڏون لانڍڪا، هرڪو پنهنجا لاهي،
ڪڙمي هرڪو ڪرت ڪري ٿو، ويٺو والدو لاهي،
ڀل ڀل تو ڪي، او پرديسي، سڏ ڪيم سؤ وارا –
ڀر آئين تون نہ پيارا!

ڪڻڪون پوکيون، جاليا جاوا، ساوڪ ٿي چوڌاري،
ساوا پيلا گل سرهن جا، جهومن پيا جنساري،
آءٌ ٿي هڪڙي آهيان ڊولڻ، ڳڻتين تنهنجي ڳاري،
مٺا مدائي معاف ڪري اچ، ”صالح“ جي توهہ ساري،
تو بن گذرن منهنجا هتڙي ڏاڍا ڏينهن ڏکارا –
ڀر آئين توهہ نہ پيارا!

محمد خان ”غني“

اجها منزل ويجهي آئي، ڪول مسافر اکيون!
اجهو هي نڪتو وهاڻو تارو، اجهو ٿيو جڳ روشن سارو –
تن لاڙن جهرمر لائي،
جيڪي پري پري ٿي پکيون!

هاڻي هڪ نئون دور اچي ٿو، دنيا ۾ ڪو رنگ رچي ٿو –
هر جا ٻني اهڙي واڻي،
اهي لڪائون لڪيون.

رحمت جا ٿا بادل برسن، تل ترايون، سڀ ٿا ڀرجن –
وريو ٻڌن واڏائي،
ٻنيون ٻارا ٻڪيون!

ٻري ٻري ٿي سج سڻائون، آخر آن کي گولي لڏائون –
سڪ ٿي تن جي سڄائي،
سوجھ ماڻينديون سکيون!

رات "غني" هئي ڪاري، سفر جي سختي ڀاري ڀاري –
آئي ٻهار ٻجائي،
تو ٿي آسون رکيون!

## چيچ

شيخ "اياز"

اڙي چنڊ، اڙي چنڊ، ٻرين تو ته ڏٺو ناهه؟
سنڌس روپ سنڌس رنگ، ائين آهه جئين تون!

اڙي رات، اڙي رات، ٻرين تو ته ڏٺو ناهه؟
سنڌس وار، سنڌن ولگ، ائين آهه جئين تون!

اڙي ڦول، اڙي ڦول، ٻرين تو ته ڏٺو ناهه؟
سنڌس رنگ، سنڌس انگ، ائين آهه جئين تون!

اڙي هير، اڙي هير، ٻرين تو ته ڏٺو ناهه؟
سنڌس سات، سنڌس سنگ، ائين آهه جئين تون!

اڙي لالڳ، اڙي لالڳ، ٻرين تو ته ڏٺو ناهه؟
سنڌ ۾ ڏاهه، سنڌس ڏنگ، ائين آهه جئين تون!

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

# ٿر ۽ مُهراڻي جا لوڪ گيت

رسالي ”مهراڻ“، نمبر اول ۱۹۵۶ع، ۾ محترم محمدعثمان ڏيپلائي ”ٿر جا لوڪ گيت“ ڏنا آهن، جي نهايت ئي دلچسپ ۽ دلپذير آهن. اسان جي عوام جا اهي ڳائڻ، سنڌ جي ٻهراڙيءَ جي ادب جو هڪ قيمتي حصو آهن، ۽ انهن کي سهيڙڻ لاءِ هرممڪن ڪوشش ڪرڻ گهرجي.

سن ۱۹۵۰ع کان بندي ٻڻ فراغت آهر سنڌ جي انهن عوامي گيتن کي گڏ ڪرڻ جي ڪوشش شروع ڪئي. سن ۱۹۵۴ ۾ خاص طرح ٿر ۽ مُهراڻي جي ڳوٺائن گيتن ۽ آلاپن کي قلمبند ڪرڻ جو موقعو مليو.

محترم محمدعثمان ڏيپلائيءَ ٿر جي گيتن جي هيٺين ستن قسمن تي روشني وڌي آهي: (۱) ورسارو (۲) ڏورو (۳) ڪاڳڙو (۴) ولڏل (۵) ڊانيڙو (٦) منڊيڙو، ۽ (۷) جهالريو. انهن مان نسبتاً زياده مشهور گيتن (مثلاً ڊانيڙو) جي روايتن ۾ جدا جدا جاين تي مڪاني ماحول موجب الوڪا اضافا ۽ ايون ليون مصراعون ملن ٿيون، جن سڀني کي يڪجاءِ جمع ڪرڻ جي ضرورت آهي.

مٿين ستن قسمن جي عام جهونگارن کان سواءِ، باقي ٻيا قسم، جي بندي کي معلوم ٿي سگهيا، سي هي آهن: (۱) ڪجليو (۲) لَيالو (۳) ليکيو (۴) ڏلاڙو (۵) مگريو (٦) همرچو (۷) جوڌاڻو (۸) مُنج ڪو مُنجيو (۹) ڏورڪي (۱۰) ٻوهڻي (۱۱) ٻوهري (۱۲) جوڌيو ۽ (۱۳) گنڊوڙو.

انهن مڙني ۾ ”همرچو“ زياده مشهور آهي، جنهن کي ٻورهيت اڪثر ڪَڌَ يا لاباري وقت گڏجي ڳائيندا آهن. ”همرچو ڙي ٻائي“ هن گيت جي خاص وراڻي آهي، جنهن تان اهو نالو پيو اٿس.

اسان کي ”منج ڪو منجيو“ هڪ جدا گيت ڪري ٻڌايو ويو، مگر محترم ڏيپلائي پنهنجي مضمون (ص ۳۵) ۾ اشارو ڪيو آهي، ته اهي الفاظ محض ”ڊانيڙو“ جي ٻيءَ هڪ وراڻيءَ جا آهن، ”ڏورڪي“، ”جوڌيو“، ”جوڌاڻو“ ۽ ”ٻوهڻي“ جا محض نالا مليا، پر سنڌن روايت ۽ متن نه ملي سگهيا، جي اميد ته دوستن جي مهربانيءَ سان ڪنهن مهل هٿ اچي ويندا.

"گنوور" غالبًا محض هڪ آلاپ آهي؛ البت 'ٻوٻري' هڪ گيت آهي، جنهن جو بيان هن طرح آهي: "حليمان" لالي ڇوڪري پرڻجي وڃي ٿي ۽ ساهرين ۾ ڏک ڏسي ٿي. ڪلو، جو سندس ڏير آهي، سو ڪيس جهڪي ٿو. اڪيلي سر گڏهه ڪاهي پاڻي ڀرڻ وڃي ٿي؛ واٽ تي گڏهه ڪرجي پوي ٿو؛ ۽ ويچاري حليمان اڪيلي، سا گڏهه جو ٻچ جهلي ٻاهر ڪڍڻ جي ڪوشش ڪري ٿي، وغيره. هن گيت ۾ حليمان ڪان سندس حال پڇيو وڃي ٿو ۽ پاڻ سندس حال بيان ٿي ڪري. 'ٻوٻري' ٿر ۾، سهڻي مگر ماڪڙي لاڙين ڪي چوندا آهن. سندس شروعاتي ٽڪرو هيءَ آهي:

هل حليمان ٻوٻري ڙي، توکي ڪير ماري!
ڪير ماري؟ ڪلو ڏير ماري!

ٻوٻري هلي پاڻيءَ تي، گڏهه ہلائي؛
گڏهه ڪرو ڪپ ۾، ٻوٻري ٽوز پئي تاڻي!
هل حليمان ...............

اصل سچو يا خيالي واقعو اهو آهي - پر هن گيت ۾ مڪاني ماحول موجب هر هڪ جوان ڇوڪريون پنهنجي مشڪلاتن جا نقرا وجهنديون ۽ ڳائينديون آهن، جي جيڪڏهن گڏ ڪيا، ته ڪاني ٿي ويندا.

"مگريو" جي روايت هيءَ آهي ته ڪنهن مائيءَ جي ڪنهن "مگرئي" سان محبت ٿي وئي ۽ هيءَ جي فراق ۾ ڳايائين ته:

جڏيءَ جو جيئڻ تان ڪولهي، ڙي، مگريا!
آءٌ جڏي ٿي جيان ڙي!

آنسر ۾ ڪکريو، ماڻهوئين ۾ مگريو؛
آءٌ جڏي ٿي جيان ڙي!

(آٿر جي ڪنڊ ڪان جيڪو ڪکر اڪرلدو آهي، ان سان مينهن جي وڏي اميد هوندي آهي؛ ان ڪري ٿر وارن لاءِ اهو بيحد قيمتي هوندو آهي؛ ڳائيندڙ چوي ٿي ته ماڻهن ۾ مگريو اهڙو آهي، جهڙو اتر جو ڪکر!)

هن گيت خواه اڳتي ايندڙ چئن ئي گيتن تي به مڪاني ماحول موجب هر ڪنهن پنهنجي خواهش مطابق گهڻائي بند چيا آهن.

بندي ڪي "ڪجليو"، "لئيالو"، "لکيو"، ۽ "ولاڙو" جون البت ناقص، مگر ذرا تفصيلي روايتون مليون، جي هيٺ قلمبند ڪجن ٿيون. انهن چئني مان "ڪجليو" خاص طرح ٿر جي جهونگار آهي، باقي ليالو، لکيو ۽ ولاڙو نيٺي مهراڻي جا گيت آهن.

# ڪجليو

تعلقي ننگرپارڪر ۾، ’وڪوڙي‘ لڳ ’تارباڻي‘ جو ڳوٺ آهي، جو اڪثر ”سيدن جو تارباڻو“ ڪري سڏجي. اتي ’ڪارو‘ نالي ’ڪارينڊو‘ پاڙي جو هڪ ڀيل هو، جنهن جي هڪ عورت سان محبت هئي. چون ٿا ته مڪاني هلندڙ وارن کي اها ڳالهه ناپسند هئي؛ ان ڪري ڪنهن بهاني سان ڪاري ڀيل کي جيل ڏياري ڇڏيائون. پوءِ ان پياري ماڻهوءَ پنهنجي دوست ڪاري ڀيل جي فراق ۾ ڪجليو ڳايو:

ڪارا! ڪجليو ٿي ڳان، وڙي ڪارا! ڪجليو ٿي ڳان.
١- اي ڪاڙا ڀيل ڪاڙينڊا! هؤن ڪجليو ٿي ڳان.
٢- جالي وڙي مان جو هنجهه ۾، سِنو لي تيوڻ ٿي جان.
٣- تاراڻي مان تار موڪلي، عمرڪوٽ ٿي جان.
٤- جالي تہ مان جو جيل ۾، هؤن ريل ڏي ٿي جان.
٥- هيڪلي ٿي رمان، ڏهوڪا ڏي ٿي جان.

[ڳان = ڳايان؛ هؤن = آءٌ؛ ٿي = ڪي؛ تيوڻ = وٽ؛ جان = وڃان؛ ريل = ڏهر، پٽن جي وچ جي ماٿري؛ رمان = وڃان؛ ڏهوڪا = ڏوهيڙا؛ ڏي = ڏينهن.]

# ليالو

هن جهولگار جي روايت معلوم نہ ٿي سگهي آهي، پر هن ۾ ڪا فراق واري پنهنجي دوست جون راهون ٿي نهاري — جو غالباً ”چوٽل“ ڳوٺ جو هو — جنهن جو ذڪر پهرين مصرع ۾ اچي ٿو.

الاپ: لٿا وڙي لو — لٿالو

١- چڙلڪيون چولڙا چوٽل جا... وڙي ليالو!
٢- ڏڙي چڙهيو ٿي دانهون ڪريان... وڙي ليالو
٣- پير چڙهيو ٿي پير نهاريان... وڙي ليالو!
٤- چار چڙهيو ٿي بار نهاريان... وڙي ليالو!
٥- اڪ چڙهيو ٿي اک وٺان... وڙي ليالو!

# لکيو

هيءَ جهولگار ان محبوبہ جي آهي، جنهن جي غالباً پنهنجي عاشق سان شادي نہ ٿي سگهي، ۽ لکڻي الڳ موجب هيءَ فراق جي مارئل ٿي چوي ته:

آلاپ: هيء ڙي لکيو...!

١- لکڻ واري تان لکي ڇڏيو - هيء ڙي لکيو!
٢- لکڻ وارو تان پاڻ مري - هيء ڙي لکيو!
٣- هنئين ۾ تس، ناهي مان جو وس - هيء ڙي لکيو!
٤- سمهلو ڀاڙو، ڇغلو ڇاڙو - هيء ڙي لکيو!
٥- چوري جا ڏند، هنئين جا بند - هيء ڙي لکيو!
٦- سائي تہ صدري، سون جا ٻيڙا - هيء ڙي لکيو!

[سمهلو = سامهون؛ تس = پياس.]

## وَلاڙو

هن جهولکار جي نالي مان معلوم ٿئي ٿو تہ هيءُ ڏراون جو گيت آهي ۽ مال کي وراڻڻ، ڪڏ ڪرڻ ۽ ڳوٺ طرف ڪاهڻ وقت ڳائيندا آهن.

معنوي لحاظ سان هيءُ ٻڻ مشتاق جي ملڻ لاءِ هڪ عاشق جو آلاپ آهي:

آلاپ: ولو ڙي ولاڙو

١- چاڙهيم دانگي، آيا سيد جا سانگي - ولو ڙي ولاڙو...
٢- هڙ ۾ ڦونا، چورا الدر جا ڪونا - ولو ڙي ولاڙو...
٣- وڃي ٿيا ٻري، هنيون ڳيٺن ۾ ڳري - ولو ڙي ولاڙو...
٤- هل تہ هلون "لاري"، ڪري ٻڪوات پاڙي - ولو ڙي ولاڙو...
٥- هل تہ هلون "اڪڙي"، ڪري ڳاڏي تڪڙي - ولو ڙي ولاڙو...
٦- جمعا ڙي جت ڙي! رئان ٻني رت ڙي - ولو ڙي ولاڙو...

---

# نظم

## گوورڌن محبوباڻي "ڀارتي"

### رات-راڻي

شام ويراڳڻ جڏهن پوشاڪ جوڳڻ جي ڪري،
جوڳ جوتڻ ٿي وڃي، پنڇي پکاڙن ڪان پري؛
نيل-مندر ۾ جڏهن ٿو ڏيپ ٻرون ٿي پري،
پيٽ کو بادل ڏري ٿو، سون جي جهولي ڀري—
آن سمي آڪاس ۾ آڏاندي اچي ٿي راتڙي،
هير جي جهنڪار تي لڏندي اچي ٿي راتڙي.

ڪاري ڪرتيءَ جي مٿان چمڪي ستارن جي لڙي،
جنهن اندر ٿي حسن پنهنجي کي لڪائي راتڙي؛
شرم جي ماري، لڄاري، ٿي هلي چپ چپ ڪري،
چور نظرن سان نهاري، شاعرن جي دل هري —
"ڪول گهونگهٽ، رات-راڻي! حسن جو ديدار ڏي،
مست جوڀن-پشپ جي، مون ڀونر کي مهڪار ڏي!"

غيب جي پڙدي پٺيان ڪوئي وڄائي ساز ٿو،
ساز سان سنگيت جو ملڙو اچي آواز ٿو؛
راتڙي ساقي بڻي، لچندي اچي ٿي ناز سان،
ناز سان، انداز سان، پڻ ڪنهن الوڪي راز سان —
هر شرابي شوق سان نيڻن سندا پيالا جهلي،
رت ٿي تن ۾ خماري جام اوتيندي هلي.

"ترس! ڪيڏانهن ٿي وڃين؟ مون کي ٻه پورو جام ڏي،
آءٌ اکڙين کي چمي، او دلربا! آرام ڏي!
پيار سان آغوش ۾، مون کي ڏيسائين ڇو نه ٿي؟
هير مندم او رات! سيني سان لڳائين ڇو نه ٿي؟
لوڏ جوڀن جي هندوري ۾ اچي ڀاڪر ڀري،
حسن جي آغوش ۾ مدهوش ڇڏ مون کي ڪري"!

# ڳاءِ تون

ڪوڙهه دنيا جي ڪجهارت تي نه ڪجهه ڳالهاءِ تون،
ساز کڻ اي دلربا! مٺون سُرن ۾ ڳاءِ تون!

بي بقا آهيون اسين ۽ بي بقا آهي جهان،
موت ڏي وڌندو رهي ٿو زندگيءَ جو ڪاروان،
تا جڏهن گهاري سگهون ڪلندي حياتيءَ جون گهڙيون،
ڇو ڀلا ڇو روءِ ڳڻتين ۾ ڳري، آهون ڀريون؟
موت کان اڳ، موت جو غم ڇو ڪريون؟ سمجهاءِ تون—
ساز کڻ اي دلربا! مٺون سُرن ۾ ڳاءِ تون!

آهه مڪڙيءَ کي خبر هڪ ڏينهن هوءَ ويندي سڙي،
پر نه ڇرڪي موت کان مرڪڻ ڇڏي ٿي هڪ گهڙي:
"ڪالهه" جيڪي ٿي چڪو، اي مه لقا! سو ٿي چڪو،
۽ "سڀاڻي" جو ته ڪنهن انسان کي ناهي پتو.
"اڄ" اسان وس آهه، خوش ٿي، ڏي نه ڏک کي جاءِ تون—
ساز کڻ اي دلربا! مٺون سُرن ۾ ڳاءِ تون!

چنڊ چانڊوڪيءَ سندي محفل مچائي عرش تي،
سازُ لهرن جو هوا پيئي آهه ڇيڙيو فرش تي؛
جهم جهڪ پلڪون جني، تارا به ٿا اڄ ناچ ڪن،
راڳ جي هڪ تانَ لَئيءَ هر هر اکيون توڏي کڻن:
تو ڦندو تارن سنديون وياڪل دليون بهلاءِ تون—
ساز کڻ اي دلربا! مٺون سُرن ۾ ڳاءِ تون!

ڳاءِ اهڙو راڳ، جو سڀ درد، ڏک وسري وڃن،
مست هردي جا ستل آدمسا وري اڀري اٿن،
"تون" نه ڪي "مان" ٿي رهان، آلاپ ٿي باقي رهي،
بس، نشو رهجي وڃي، ۽ مي نه ڪو ساقي رهي!
تانَ سان مون کي اڏائي، عرش تي پهچاءِ تون—
ساز کڻ اي دلربا! مٺون سُرن ۾ ڳاءِ تون!

اڄ اکين سڏ ٻڏ وڃائي، دل نه آهي هوش ۾،
اي مٺي! سرڪي اچين ڇو ڪين تي آغوش ۾؟
لڳ ٻچڪاريون ڪري، هڻ رنگ الفت جو پري،
چنڊ جهڙي چهري تان زلفن جو ڪر بادل پري؛
هارُ ٻن ٻانهن سندو منهنجي ڳلي ۾ پاءِ تون —
ساز ڪڻ اي دلربا! ماڙون سُرَن ۾ ڳاءِ تون!

هري درباڻي "دلگير"

## او سانوڻي گهٽائون!

او بادلن جون ٽوليون!    او مڌ ڀريون هوائون!
او مست مست ٻولڊون!    برسات جون فضائون!
ايندا ڪڏهن پرين هيتِ،    پيغام ڪو مڪائون؟
پيا مورڳوڻي دل تان    لاهي ڇڏيو الائون؟
او سانوڻي گهٽائون!

بادل نه برس هينئن تون،    مون کي نه ڇڏ رُئاري؛
اي هيرا! هينئن نه گهُل تون،    بارڻ ڇڏيو ٿي ٻاري؛
اي پينگهه انڊلٺ جي!    جذبا ڇڏيڻ اُڀاري؛
ڳُل ڳل تي پونئر ڇو آ،    ڪنهن ڪان ڪريان پڇائون؟
او سانوڻي هوائون!

آهيو اوهان وياڪل،    مان بيقرار آهيان،
نيڻن ۾ جل اوهان کي،    مان اشڪبار آهيان،
وڇڙيل اوهان نه آهيو،    مان پي ته ڌار آهيان،
توڻ مليو اوهان کي،    مون کي لڳيون ڏنائون:
او سانوڻي هوائون!

بادل ڏي ڪئن نهاريان؟    ساجن جيان سانورو آ،
هو راڳ روح لاءِ، هو    پينُنِ سان پالورو آ،
جيون جو ڇانورو هو،    هيءُ ٻي ته چالورو آ،
آنديون ڪٿان هي آڪر،    ساجن جون ڪجهه ادائون؟
او سانوڻي گهٽائون!

چنجو وجي سجڻ کي: «سوڍل، تيءَ کجهه سيائو،
«جوڀن جهَري رهيو آ، ڪامي اڃهو سو ڪانو،
«مومل مري رهي آ، چئه مينڌرا، تون مانو،
«هيءَ منڌ آ مياڻ جي، لهنديس ڪڏهن سان لاڏون؟»
او سانوڻي گهنائون!

هيرون ٽڏيون ٽڏيون هي، تن تي چڙهي ڀوان مان،
خوشبو ڀٽي گلن جي، آڏري سٽي وڃان مان،
ڀربتر وجي پسان مان، دامن سندس وٺان مان،
هيڪر هلو آڏائي، دم دم ڪندس دعائون:
او سانوڻي گهنائون!

شيخ "اياز"

ڀڪا مومل ڀڪا راڻو —
پنهنجي پنهنجي ڪاڪ ڀين ڪي!
لوڪ ڀ سڀ ڪي مرڪ ڀ سڀ ڪي،
سونهن پياري سُرڪ ڀ سڀ ڪي،
پيار ڀ سڀ کي ڀور ڀ سڀ ڪي،
نينهن ڏلا لاسور ڀ سڀ ڪي،
هار ڀ سڀ ڪي جيت ڀ سڀ ڪي،
ملٽوا ميت ڀ سڀ ڪي،
سڀ ڪي ڳوڙها ۽ ڳاراڻو:
ڀڪا مومل ڀڪو راڻو —
پنهنجي پنهنجي ڪاڪ ڀين ڪي!

( ۲ )

سوچو آهه انهيءَ تي ڪڏهين هن چاڪيءَ جي ڏاند!
اکيون ٻه هن جون بند، ته آهي جسم هن جو بالد،
ٻڌي سڄي آ هن جي ڦٽ ڦٽ، سٽ سٽ جي آراند —
سوچيو آهه انهيءَ تي ڪڏهين هن ويهي هيڪالد!

رُڪيءَ سُڪيءَ تي راضي آهي، تتيءَ ٿڌيءَ پيو ڪاهي،
ٽِٽ ٽِٽ جو هي عادي آهي، ڪِٿ پِٽ هن ۾ ناهي،
او شل! سينو ساهي، ٻاچاري لاهي، سانباهي،
ٽوني تي ٽوني سان هن چاڪيءَ جي چڪر ڏاهي!

ڪيسين آخر جڳ جي جالڌه اونڌي اُٺين ڪهلبي؟
ڪيسين اُٺ بيدرديءَ سان ڌرتيءَ جي ڇاتي ڇلبي؟

غلام محمد "گرامي"

## عورت

اي پدمڻي، هيري ڪڻي،
سيمي، زري،
نيلم پري، ايلو فري،
اي دستِ قدرت جا فسون،
هر جا سندءِ جلوه‌گري:

اي پدمڻي، هيري ڪڻي،
عشوو سندءِ، جادوگري!

( ٢ )

نازڪ ادا، نازڪ بدن،
نوري نظر، نازڪ دهن،
شيرين سخن، رنگين لحن،
رنگينيءَ ٿزم ڪُهن،
نوري نگاهون نرگسي،
جنهن کي ڏسن تنهن کي ڪُهن:
اي پدمڻي، هيري ڪڻي،
عشوو سندءِ جادوگري!

( ٣ )

نرمل نماڻي نازنين،
دلبر، ادائون دلنشين،
تخليق ۾ تون بهترين،
اي مه فشان، اي مه جبين،
صبحِ ازل جي روشني،
جنهن کي ڏسين تنهن کي ڪُهين:
اي پدمڻي، هيري ڪڻي،
عشوو سندءِ جادوگري!

( ٤ )

تنهنجا عجائب ناز ٿيا،
وه ناز ٿيا، انداز ٿيا،
تو ۾ نهان لک راز ٿيا،
تو ۾ سوين سر ساز ٿيا،
سازِ ازل جو ٻهريون سُرُ،
تنهنجا سڏا آواز ٿيا:
اي پدمڻي، هيري ڪڻي،
عشوو سندءِ جادوگري!

( ٥ )

اي عشق جو آغاز تون،
اي لينهن نرمل ناز تون،
اي پريت جو پرواز تون،
سهڻو سڀاجهو ساز تون،
آغوشِ فطرت ۾ پليل،
عالم جو آهين راز تون:
اي پدمڻي، هيري ڪڻي،
عشوو سندءِ جادوگري!

( ٦ )

هرڻ اکيون توکان ورتيون،
توکان پريا تارا، ڪتيون،
تنهنجي مَهڪَ جون ٽيون ڦٽيون،
مشڪ ۽ عنبر، بوءِ بون، ٻٽيون،
سرهاڻ جي تون کاڻ آن،
توکان رُتيون، آهن رَتيون:

اي ٻدمستي، هيري ڪٽي،
عشوو سندءِ جادوگري!

( ٧ )

تنهنجي مَهڪ بادِ صبا،
۽ مُرڪَ مان موتي ٿيا،
تنهنجي ونگت مان ٿي حنا،
مشڪ منجهان ڳلڙا ٿيا،
چهري منجهان چانڊاڻ ٿي،
قوس و قزح، تنهنجي ادا:

اي ٻدمستي، هيري ڪٽي،
عشوو سندءِ جادوگري!

( ٨ )

ڳوڙها سندءِ دُرِ عدن،
آهون سندءِ خارا شڪن،
غصو تہ ڄڻ بادل ڳجن،
تنهنجو سُڪون، توبہ شڪن،
تخليق جو تون مختصر،
تو ۾ ٿا عالمَ رقص ڪن:

اي ٻدمستي، هيري ڪٽي،
عشوو سندءِ جادوگري!

( ٩ )

تنهنجي حياتي مهربان،
تنهنجي سماتي جاودان،
آ ساستا تنهنجو جهان،
تنهنجي نِگاهہ جنت نشان،
تو ۾ محبت جو خمير،
آ دل سندءِ گوهر فشان:

اي ٻدمستي، هيري ڪٽي،
عشوو سندءِ جادوگري!

( ١٠ )

تون پيڪر پاڪيزگي،
سيرت ۾ سهڻي، سادگي،
صورت ۾ تنهنجي زندگي،
تون عالمِ آزادگي،
تون خالقِ فڪر و نظر،
توکان ملي تابندگي:

اي ٻدمستي، هيري ڪٽي،
عشوو سندءِ جادوگري!

بشير موريائي

# وچ اوڀر

ان ۾ شڪ ناهي تہ تو تي ايشيا کي ناز آهہ —
تنهنجي عظمت جو، خبر آهي تہ ڪهڙو راز آهہ ۔
فيلسوفن، عالمن، پيغمبرن جي سر زمين!
تنهنجو هرهڪ دور دنيا ۾ عجب انداز آهہ،
گونجيل هرجاءِ تي تنهنجو چڱو آواز آهہ —
وقت ليڪن ڪانہ ٿو توسان ڪٿي ڪا وک سٺين!

جڳ مڃي ٿو، زندگي، حسن ۽ قدامت تو ۾ آهہ،
جوش تو ۾، ولولو تو ۾، حرارت تو ۾ آهہ،
آرزو زندہ رهڻ جي تنهنجي سيني منجهہ آهہ،
موت جي ديون خلاف عزم، بغاوت تو ۾ آهہ،
اي خيالن جا ملڪ، اي تيل جي چشمن جا ملڪ!
جنهن تي موهت سامراج آهي سا دولت تو ۾ آهہ،
پنهنجي جهڪول ڪنڌ کي ٿورو مٿي ڪرڻو اٿئي،
سامراجين کي مٽائڻ جي بہ قوت تو ۾ آهہ —
تو کي ڦرڻو آهہ، وٺي آهي هڪ صورت نئين!

تنهنجي عظمت جو زمانو ساري جڳ کي ياد آهہ،
پڻ اهو بہ ياد آ، تو سان جو ٿيو بيداد آهہ،
ظاهرا؟ تون بند ۾ ناهين ۽ ملڪ آزاد آهہ،
پر سنڌءِ هر آرزو ويران آ برباد آهہ،
اڄ بہ پيدا ٿي ويا ڪيئي ”هلاڪو“ تنهنجي لاءِ،
اڄ مثل ذهنن، دلين ۾ هڪ وڏو بغداد آهہ،
ڪير آرامي آ تنهنجي گود ۾ سون کي ڀڄاءِ؟
لنڊ هرڪنهن جي ڦٽل آ، هرڪوئي ناشاد آهہ —
عالمي هستين جي سهڻين مقبرن جي سر زمين!

جيستائين تنوتي آهي اجنبين جو اختيار،
سازشون ٿينديون ٿي رهنديون ملڪ لٽبو ئي پيو،

جي اجا اڳتي به توتي پاهريون غلبو رهيو،
مسخ ٿي ويندي جا هاڻي آ سنڌ ۽ صورت حسين،
"حافظ" ۽ "خيام" ۽ "جبران" جي اي سرزمين!
امن تنهنجي تي آ سچ پچ امن عالم جو مدار.

تنهنجي هر ذري ۾ آهي اڄ به تازي زندگي،
تنهنجي هر مشعل ۾ آهي اڄ به ساڳي روشني،
اڄ به ساوڪ ۽ ثمر تنهنجي خيابانن ۾ آهه،
اڄ به هڪ تازي مهڪ تنهنجي گلستانن ۾ آهه،
آرزو جيئڻ جي اڄ بہ تنهنجي انسانن ۾ آهه،
گونججي ٿي اڄ به تنهنجي وسعتن ۾ هڪ صدا،
اڄ به تنهنجي گود ۾، معلوم آ، اي سرزمين،
ڪيترا حلاج آهن، ڪيترائي فاطمي!

"نياز" همايوني

## رت جا ڏڪ

زندگي! تو لاءِ تو سانڍي جتان جتنو هوي!
زندگي! تنهنجي ڪري جا جا لٿو ڪرٿو هوي!

هڪڙي انسان جا هزارين روپ ٿا ڏيندا رهن،
جنهن جا ڪيئي ڏونگ ٿا هردي اڳيان رچندا رهن،
جنهن جا ڪيئي بول ٿا هردي هٿيان ڪلندا رهن،
هڪڙي انسان جا لکين وهنوار ٿا هلندا رهن.
ڏس ته ڪيڏين ذلتن سان، هن ڪي ٿو هنڌٿو هوي!
زندگي! تنهنجي ڪري جا جا لٿو ڪرٿو هوي!

بادشاهه بنجي ڪڏهن ڇپرن جان ڇپٽا ٿا چڙ يون،
يا گداگر ٿي ڪري گدڙن جان تاڙيون ٿا ڏيون،
مذهبي اڳواڻ ٿي ڌاڪن جان ڌاڙا ٿا هڻون،
فيلسوفي ڏنگ سان ماڻهن جا ڪنڌا ٿا ڪٽون.
روز تنهنجي لاءِ لٿون لٿون رلڳ ٿو پرٿو هوي!
زندگي! تنهنجي ڪري جا جا لٿو ڪرٿو هوي!

چوريون ڪرڻيون پون ٿيون خون ڪرڻا ٿا پون،
عزتون لٽيون پون ٿيون ڪوڙ هڻڻا ٿا پون،
لاحقيءَ سان حق پيسڻ جا پاڻ ڪٺا ٿا پون،
انت جي بيهودگيءَ سان اٽ رکڻا ٿا پون—
جو گذر آ بد، الهيءَ کي ليڪ ٿو چوڻو پوي!
زندگي! تنهنجي ڪري ڇا ڇا نٿو ڪرڻو پوي!

مفلسي، فاقه ڪشي، بيروزگاري سر تي آهه،
بيوسي، بيماري ۽ الدوهڪاري سر تي آهه،
ظلم، ذلت، جبر، نفرت، خوف، خواري سر تي آهه،
درد، غم، فڪرات ۽ حسرت شعاري سر تي آهه—
”رت جا ڍڪ“ ٿا پريون ته به مات ٿو رهڻو پوي!
زندگي! تنهنجي ڪري ڇا ڇا نٿو ڪرڻو پوي!

بي خبر هوندي چئون ٿا علم وارا آهيون،
فاسق ۽ فاجر ته بي جڻ زهد وارا آهيون،
آدميت کان ٻري الله وارا آهيون،
ماڻهپي جو به لاهي شان وارا آهيون—
گهر ۾ دانو ڪين، گهوڙو زين ٿو رکڻو پوي!
زندگي! تنهنجي ڪري ڇا ڇا نٿو ڪرڻو پوي!

غيرت ۽ عزت ۽ عصمت ۽ حياداري مٽڻي،
جسم، ذهن ۽ عقل ۽ ايمان، خودداري مٽڻي،
قول ۽ آداب ۽ خُلق ۽ رواداري مٽڻي،
دين، دنيا ۽ شرافت ۽ وفاداري مٽڻي—
سڀ ڪي ٻُڪڙن مُٺ مٿي نيلام ٿو ڪرڻو پوي!
زندگي! تنهنجي ڪري ڇا ڇا نٿو ڪرڻو پوي!

هانءَ تي مڱ ٿو ڏري ڪوئي ته به چپ ٿا رهون،
ساهه ٿو مٺ ۾ ڪري ڪوئي ته به چپ ٿا رهون،
لَهن لوءِ تي ٿو ڏري ڪوئي ته به چپ ٿا رهون،
ٽانگ وانگي ٿو وري ڪوئي ته به چپ ٿا رهون—
موت سان هرحال ٿو هر وقت منهن ڏيڻو پوي!
زندگي! تنهنجي ڪري ڇا ڇا نٿو ڪرڻو پوي!

روح جي مڪڙين کي واٽن کان سيڪايو ٿو وڃي،
هيج جي ڪڪرن کي اگرن تي وسايو ٿو وڃي،
وهمَ جي ٻورن کي سورن ۾ جلايو ٿو وڃي،
سونهن کي ۽ نيهن کي، رڄ ۾ رلايو ٿو وڃي ـ
زندگي! تو لاءِ بس آهن ۾ جلڻو ئي پوي!
زندگي! تنهنجي ڪري چا چا نٿو ڪرڻو پوي!

زندگي! تنهنجي فقط معنيٰ رهي فرمان آهه،
تنهنجو هر هڪ دادلو مڪار ۽ عيار آهه،
پاڻ سان ۽ پاڻ جهڙن سان رهيو غدار آهه،
تنهنجو سودائي سدا بدڪار ۽ مردار آهه ـ
زندگي! ڪيئن خوش ٿجي، هتڙي ته رئڻو ٿو پوي!
زندگي! تنهنجي ڪري چا چا نٿو ڪرڻو پوي!

زندگي! تون دل نه لوڙهج، وقت سو بي اچڻو آهه،
جنهن ۾ ڪنهن کي هيئن نه ٿي مردار ٿي ڪي مرڻو آهه،
ڏيل جو ڏيکاءُ جو آهي، سنڌس ڪنڌ ڀڃڻو آهه،
ڪيستائين ذهن جو قيدي ٿي سڀ ڪي رهڻو آهه؟
زندگي! تنهنجو سبق ٿو موت کان وٺڻو پوي!
زندگي! تنهنجي ڪري چا چا نٿو ڪرڻو پوي!

عبدالڪريم "گدائي"

## خزان ويندي، بهار ايندو!

اجهو موسم ڦري، سائي، خزان ويندي، بهار ايندو!
ڳجهي گلزار ڳاسي کان، اجهو ابر بهار ايندو؛
انبن جي ٻور تي پٿوئرو، ٻسو ٿي بي اختيار ايندو؛
ڪلين ٽولڙيون اميدن جون، دلين کي بي قرار ايندو؛
وڻن ۾ برگ و بار ايندو!
ٿرن تي ٿيندا وسڪارا، سنگهارن ۾ سڪار ايندو؛
بهار ايندو، قرار ايندو!

ڪري سينگار ساهيڙيون، سهاڻا گيت ڳائينديون؛
هٿن پيرن کي ميندي، سينڌ ۾ سنڌُور لائينديون؛
اندر جا راز رمزن ۽ اشارن ۾ ٻڌائينديون؛
ڪري هڪ ٻئي کي ٽڪايون، کلي هر هر کلائينديون؛
ته جوڀن تي بهار ايندو!
ڏرن تي ٽيندا وسڪارا، سنگهارن ۾ سڪار ايندو؛
بهار ايندو، قرار ايندو!

ڪراڙيون پاڻ ۾ ويهي، جڳن جا راز کولينديون؛
نڪن تي آڱريون ڏيئي، نرالا ٻول ٻولينديون؛
قطارن ۾ ويهي جيڏيون، جوئان هڪ ٻئي جون ڳولينديون؛
جڏهن هو پنهنجي سيني تي سيه واسينگ کولينديون؛
ته عاشق بيقرار ايندو!
ڏرن تي ٽيندا وسڪارا، سنگهارن ۾ سڪار ايندو؛
بهار ايندو، قرار ايندو!

دماما، دهل، شرنايون، ڪئي ڌمچر مچائينديون؛
لڏيون ليٽيون، سڙي لاڏا ۽ سهرا خوب ڳائينديون؛
دهل جي تال تي گڏجي، ڪئين تاڙيون وڄائينديون؛
ڪنواريون گهوٽ سان چرچا ڪندي ميندي لڳائينديون؛
بنو ٿي شرمسار ايندو!
ڏرن تي ٽيندا وسڪارا، سنگهارن ۾ سڪار ايندو؛
بهار ايندو، قرار ايندو!

مهر جا مينهن پوندا، ۽ ترايون تار ٿي وينديون؛
وطن جون واديون گلپوش، ۽ گلزار ٿي وينديون؛
مسرت سان مليرياڻيون مڙئي سرشار ٿي وينديون؛
نئين رُت سان اوورنيون سڀئي گلنار ٿي وينديون؛
سمو پڻ سازگار ايندو!
ڏرن تي ٽيندا وسڪارا، سنگهارن ۾ سڪار ايندو؛
بهار ايندو، قرار ايندو!

جوانيون اوت ۾ وبهي، سلينديون راز الفت جا؛
ولڊيندا درد هڪ ٻئي سان، وبهي دمساز الفت جا؛
ڪنّئن ڪيرون منجهان ايندا، سدا آواز الفت جا؛
ليون لائيون سٺائينديون، "گدائي" ساز الفت جا؛
مزو بي اختيار ايندو!
ٿرن تي ٿيندا وسڪارا، سنگهارن ۾ سڪار ايندو؛
بهار ايندو، قرار ايندو!

"پرده" سنڌي

"سڏ"

غمن ۾ گذاريندي، او سائيو!
سکن ڏي لهاريندي، او سائيو!
لنگهي ويا ورهه ۾ وڏايون نه آيون؛
اڃا ٻي قدم ٿا اسان اڳتي وڌايون؛
آهن سور پنهنجا، هي سيني سان لايون؛
امن جا، صلح جا اچو گيت ڳايون!
وسائل شمع سُک جي ٻيهر جلايون؛
جيئون ظلم جون بس، اجهائيون اجهائيون!
اچو آج تہ مهراڻ ۾ موج آڻيون!

او سائي! اجهو هو آڏي ڪات ڏس!
۽ وحشين جو رت سان پربل وات ڏس!
ڇڏي ساه جو سالگ بيلياز ٿي آچ؛
اڄ پڙ ۾ سنڌوءَ جو بس ناز ٿي آچ؛
نہ ٿي سرڻ ۽ ڳجهہ، تون شهباز ٿي آچ؛
امن جي فرشتي جو آواز ٿي آچ؛
لکن انقلابن جو پرواز ٿي آچ؛
پلارا ڪري پاڳ پوءِ ماڳ ماڻيون!
اچو اج تہ مهراڻ ۾ موج آڻيون!

وطن جا اي معمار، اوري اچو!
ڪريون هاڻ ۾ پيار، اوري اچو!
لڙهن لئي تئين لات سان ساز ڇيڙيون؛
اچو دل تان غم جي تران کي ٽيڙيون؛
خوشيءَ جا رڱا راڳ، جڳ ۾ ڦهليون؛
جي لڪڙي ويا لغما سي سالڍيون سهيڙيون؛
رکن دل نا داتا ڪريل، هي به ميڙيون؛
آهن پٺ جون ليڙون، پوءِ ڇاجي پراڻيون!
اچو آج تہ مهراڻ ۾ موج آڻيون!

نہ پٽ تي وڄهايو، نہ پاهان هلو!
هلو، وک وڌايو، اڳاهان هلو!
رهيل گيت ڳائي ڪپائي ڇڏيون آج؛
هي الفت جو لاتو لپائي ڇڏيون آج؛
مڃي پاڻ "برده" ملهائي ڇڏيون آج؛
ستايائون، تن کي ستائي ڇڏيون آج؛
مري، امر خود کي بنائي ڇڏيون آج؛
ڇو جيڏرا رهون هت، سهي حاڪماڻيون؟
اچو آج تہ مهراڻ ۾ موج آڻيون!

ابن حيات "پهنور"

## روڪيندا ڇا زر جا غلام

عظمتِ انسان منهنجو ترانو،
شوڪتِ انسان منهنجو ڪلام.
هاڻ سڀن کي پئي خبر آ،
عزت لائق آهي عوام.
جي نہ مڃيندا هيءَ حقيقت،
آهو تن لئي موت پيام.
صديون گذريون سهندي سهندي،
آخر ڦاٿا پنهنجي دام.

ويٺي اونده، ويٺي ويٺي،
روڪيندا ڇا زر جا غلام.
سورج ابريو، سرخ زمين تي،
جنهن جليو هي جهونو نظام.
وقت جي ڏارا ڏن ۾ آهي،
سولپيان ڪنهن کي هيءَ زمام.
ڌرتيءَ گرجي ڏوم مچائي،
آه اچڻ کي لنئون اسام.
اٿيا آهن ڪڏجي اٿندا،
سائين تن کي منهنجا سلام.

مرزان خان بلوچ

## ڪاريهر

سدام پيچ آ رنجور نانگ ڪاريهر، نفس ۾ آڳ آ مهجور نانگ ڪاريهر.
لڳهه ڪان ـ چڻنگ سندي طور نانگ ڪاريهر، بدن ڪان ـ زلف سندو حور نانگ ڪاريهر.
نثار هاڻ تي مجنون بہ، هاڻ ليلا بہ، نياز و ناز سان معمور، نانگ ڪاريهر.
حجاب طبع ۾ تشهير ڪان بري بيحد، رهي ٿو ڏينهن جو مستور، نانگ ڪاريهر.
هٺ ۾ هڪل تي سندس عيب، ياد مومن جي، دليريءَ جو رکي دستور، نانگ ڪاريهر.
ڪبر، ڪنيار، گڏي سان رهڻ ۾ ننگ اٿس، خوديءَ جو جام آ پرپور، نانگ ڪاريهر.
هٺي کو همسريءَ جي هام، جيت کي نہ مجال! سٽين جو آ شهہِ فغفور، نانگ ڪاريهر.
ٿيو جاني غايتِ تخليق، عارفانہ مذاق، سجاڳ منجهہ شبِ ديجور، نانگ ڪاريهر.
اکين جو نار، آ يڪ رنگ توتيا وانگر، نفاق ڪان نہ آ ناسور، نانگ ڪاريهر.
ادب قضا ڪان سکيو آه جوڳي مرليءَ جو، وگرنہ سخت آ مغرور، نانگ ڪاريهر.
ڪريس ڪير گرفتار؟ آرزو هي عبث، اجهل آ ناچخ و ساطور، نانگ ڪاريهر.
مزاج و رنگ و قدم ۾ نہ انقلاب اٿس، نوائين کي ٿو ڏئي سور، نانگ ڪاريهر.
نثار جوڳي مٿس، هاڻ سڀ جو آ مفتون، خود آه ساحر و مسحور، نانگ ڪاريهر.
نہ التقام وٺڻ ۾، ڪري ٿو دير دلير، سرشت خاص تي مامور، نانگ ڪاريهر.
هلي ٿو خشڪي تريءَ ۾ سدائين اوچي ڳاٽ، غرورِ باده ڪان مخمور، نانگ ڪاريهر.

# نيون طرزون

## ( سانيٽ )

نارائڻ "شيام"

### ٽڏو ڇاول پار

مان اڪيلي نہ هيس، هاءِ! اڪيلي نہ هيس،
توکي محسوس ڪيم پنهنجي بدن ۾، اي لال!
تنهنجي چُر پُر کي مون سمجهيو ٿي، گهيلي نہ هيس،
دل وسوڙل ٿي خوشيءَ سان ڏٺي مالا مال!

جڏن نہ سُڪڙين جي هجي ٻار سان ياري ٽاري،
۽ سندن قول ڏيڻ لاءِ جا بي چين هجي،
مون کي بس ڪَرڀوَتي پاسي ٿي دنيا ساري،
جَنم سيني کي ڏيڻ لاءِ جا بي چين هجي!

تنهنجي آجيان ڪرڻ ڪاڻ مون جوڙيون لوليون،
هاج ٻي هاج سنهي لات ڪري ٿي ڳاتيون،
پنهنجي لولين ۾ مڙ هيم تنهنجون الوليون ٻوليون،
ڪيترو تنهنجي ڏسڻ لئي هُيون اڪڙيون آتيون!

آئين جڳ ۾ تہ سهي، پر نہ سگهئين ساهہ کڻي،
هاءِ! مان توکي جئي پي نہ سگهيس ماءُ ٻئي!

## ( سانيٽ )

بشير موريائي

### تنهنجو غم

سندر وجود تي تنهنجي ئي غم جو پاڇو آ!
عجيب ساٿ آ جنهن جو، عجيب صورت آ!

—هي تنهنجي غم جو آ ڀاڱو يا تنهنجي مورت آ؟
جي آهي ڀاڱو ته مون ساڻ ڀو سدا ڇو آ؟
خيال تنهنجو ڪيان ٿو، هي سامهون آهي؛
تون ياد ڪالہ اچين ٿي، مگر هي آ موجود؛
خوشي ڪسي ٿو؛ مون کي ڪري ڀو نابود؛
— مگر تڏهن بہ الائي ڇو هڪ سڪون آهي!

جي سچ پڇين تہ مون تو ڪان بہ غم پسند ڪيو!
تون سهڻي آهين پر تو ڪان بہ سهڻو تنهنجو غم،
جهان جا ياد ڏياري ٿو جيڪو رنج الم؛
مون تنهنجي پيار کي دليا جي غم ۾ بند ڪيو.
جي سچ پڇين تہ الهيءَ تي مون کي خوشي آهي،
—اهوئي غم تہ محبت جي زندگي آهي!

## نارائڻ ”شيام“ (ترائيل)

ماں اها ڳالهہ اچا ناهيان سکهيو ويچاري،
آهہ اِن چنڊ جي ڪارڻ جو ڪهڙو ڪارڻ؟
ڪهڙي ڪارڻ سندس سولهن سموري ڪاري،
ماں اها ڳالهہ اچا ناهيان سکهيو ويچاري!
شيام! گنگا ٿي سدا جنهن کي پئي وهنجاري،
جنهن کي مستڪ تي مهاديو ڪيو ليتُ ڌارڻ،
ماں اها ڳالهہ اچا ناهيان سکهيو ويچاري،
آهہ ان چنڊ جي ڪارڻ جو ڪهڙو ڪارڻ؟

# غزل

شيخ "اياز"

اي صراحي ڀڪار، "ڪو آهي؟"
ميڪده هاڻ خموش ڇو آهي!

هن جهانِ وسيع و تنها ۾، ڪجهه محبت جو آسرو آهي.
ميڪده جي اداس سانجهيءَ ۾، ڪير ڇولندو پيئڻ ڀرو آهي!
هر تغزل ڀري تمنا جو، لبِ محبوب قافيو آهي.
بهتر آهي وسام شمعِ سحر، ختم ٿي رات، سوجهرو آهي.
ڪاروانِ حيات ڪي ترساءِ، هر مسافر ٿڪو ٽٽو آهي.
ان ۾ تنهنجي چپن جو آ ميلاج، شعر شايد "اياز" جو آهي.

( ٢ )

ڪنهن ڪنول کي چميو هيو مون رات،
هڪ مٺو گيت ٿي لڳي ٻرسات.

مشڪ بو ٿي ويو هو منهنجو صحن، تنهنجي زلفن ۾ ليٽي هئي هئي رات.
مان ستارن جي مولهن ڪان وڇڙي، ماڪ وانگر ڪٽي بسر اوقات.
چنڊ - توکان سواءِ ڪهڙو چنڊ! رات - توکان سواءِ ڪهڙي رات!
هيءَ سرءَ جي اداس چانڊوڪي، رات خاموش، جيءَ ۾ جذبات.
ڪوئي غم مان فرار ناهه "اياز"، جن محبت نه ٿي وئي آ مات!

( ٣ )

اکيون عاشقن جون اجايل اجايل،
دليون درد واريون، دکايل دکايل.

خبر ناهه اي دورِ تاريخ ڪيسين، اجا خونِ انسان جو رهندين اجايل!
ڪٿي آنهه ابرِ ڪرم، تون ڪٿي آن، اڙي، ڏس ته ڇهرا سڪايل سڪايل!
ڪڏهن هاءِ ڏسنديون نظارِ محبت، اکيون آس واريون، سڪايل سڪايل!
ملن ٿي نه ٿا اڄ ته پيرا پنهونءَ جا، ڪٿي آهه هوڪيچ، اي منهنجي آيل!
ڪڏهن منهنجي خامين بنا ڏس ته دنيا، سوين تو ۾ خوبيون، هزارين خصايل.

## هري درياڻي "دلگير"

ڪٿ ڀلا وڃي ٻڌايان داستان پڃري منجهان؟
دم ھيتي گهُٽجي ٿو، ڪٿ ڳايان به مان پڃري منجهان؟

عرش جي ليلاڻ ڏي مان ٿو ڏسان پڃري منجهان،
يا ڏسي ٿو سون ڏي شايد آسمانُ پڃري منجهان.

آسمانُ! منهنجي آسڪن کي اشارا ڏي نه تون،
تون ٿي چئُ، تو ڏانهن ڪٿ اڏري اچان پڃري منجهان؟

جڏهن بهار آيو، تڏهن منهنجا ٻه ٻَرَ ڪپجي ويا،
هن بهاريءَ جي ڪريان ڪٿ آجيان پڃري منجهان؟

باغ جي در تي آڻهن جو منهنجي پڃري کي رکيو؟
دل جلي ٿي، جي ڏسان ٿو گلستانُ پڃري منجهان!

اي مقدّر! تون ٿي چئُ، چيٽون ڪريان، يا چُپ ڪريان،
ٿو ڏسان جلندو سان پنهنجو آشيانُ پڃري منجهان.

مهربانُ، سون ڏي لڳ ڏسُ هئن، ليڪ ٿا چاڪي پون،
ساري گلشن کي نه مان پوڙي وڃان پڃري منجهان.

ڇا وري آيو بهار آهي اوهان جي باغ ۾؟
هيرَ جو ڪجهه گيت مان پي ٿو ٻڌان پڃري منجهان!

خوش رهن ساٿي آهي، سون کي وساري جي ويا،
شڪل تن جي ٿو سدا ڦرندي ڏسان پڃري منجهان.

ٻَرَ ٻڌي منهنجا، هنئن صيّاد در کولي ڇڏيو،
ناهه هُن کي پئي، ستان اڏري وڃان پڃري منجهان.

آءٌ ڀي ڀر ني سهي، صيّاد! ڀر، ڪنهن ڏينهن نيٺ،
توکي مان ساڙي ڇڏيندس آهه سان پڃري منجهان.

ڀاڻ کي ساري ڇڏيان، يا عرش ڏي پيرو ڪٺان،
منهنجي قسمت! تون ٿي چئُ، مان ڪٿ ڇنان پڃري منجهان؟

عبدالڪريم "گدائي"

# "پيشواءِ قوم ڏانهن"

(غيرن ڪي خبرداري جي ڏيکارڻ ڪان متاثر ٿي لکيو ويو)

رهائي ڇڏ نه ٻني کي، ستمگر امتحان باقي؛
گلستان ۾ نه ڇڏ ڪو گل، تڪو ڪو باغبان باقي.

ٻلي ڏي دعوتون اهلِ ستم کي پنهنجي خلوت ۾،
رهي جيئن ڪو رقيبن کان، نه گوشو ڀي لڪان باقي.

سڪائي ڇڏ ستم جي آگ سان، پاڻي درياهن جو،
رهي جيئن ديس ۾ ڪٿ ڀي، تڪو آبِ روان باقي.

ٻن جي ٻاهه سان، سرسبز ٻوڪون سڀ جلائي ڇڏ،
نه ڇڏ ڪنهن سر لڪائڻ لئي، اجهو ۽ آشيان باقي.

سهاڳڻ جي مٿي جي سينڌ جي، سرخي نه ساوي ڇڏ،
جوانيءَ جي امنگن جا، مٽائي ڇڏ نشان باقي.

ڌيئن ڀيڻن جي عصمت، ٻل وڪامي مارڪيٽن ۾،
شرافت جا نه ڇڏ ڪائي! ستمگر ڪي نشان باقي.

وطن جي لڄ وڪامي ٿي، سرِ بازار ڪوڏين تي،
ٻلائي ٻي ڪنهن بيدادگر! ڪهڙي اڃان باقي؟

زبانون بند آهن ٻيوسن جون، خوف و دهشت کان،
ڪڍي ڪو ٻوڪ ڪيئن ٻاهر، ڪري ڪيئن ڪو فغان باقي؟

چڙهي آ سير تي پيڙي، فضائن ۾ غبار آهي!
لڪي آ ناڪئو هوشيار، ناهي بادبان باقي.

سلامت ڪيئن رسي، جي قافلو هاڻي سرِ منزل،
نه حالِ ٻيڪسي ۾ آهه ميرِ ڪاروان باقي.

رقيبن سان رهائيون، جي رهيون هيئن روز شب تنهنجون،
نتيجو صاف آ ظاهر، نه تون باقي، نه مان باقي.

## گووردن محبوباڻي "پارتي"

هاڻ پيڙهين جي پراڻي ڏنِ ستايون ٿا اسين،
اڄ نوان نغما نون سازن تي ڳايون ٿا اسين.

ڏس! فضا آهي نئين، آهي هوا جو رخ نئون،
رُتِ نئين آهي، نئين محفل سجايون ٿا اسين.

ٿا اٿن دل ۾ نوان آدرشا، نوان جذبا ڪئين،
ڪنهن طرح تن کي نہ پلجي پيي دٻايون ٿا اسين.

اڄ، افق مان او نوان سورج! نيون ٻاڪون ڪڍي،
آءُ، تنهنجي راهہ ۾ ٻاڪون وڇايون ٿا اسين.

ڪُلُ ڪري طوفان مان تهذيب ڪُهنيءَ جا ڏيا،
آدميت جي نئين جوتي جڳايون ٿا اسين.

امن اٽم مان قائم ڪين ٿي سگهندو ڪڏهن،
صلح جو پيغام دنيا کي سڻايون ٿا اسين.

هيءَ ستايل ۽ ڏکي پورهيت اٿي جوالا مُکي،
خوف ڪر پونجيپتي! توکي چتايون ٿا اسين.

هر سمي انسان کي تقدير ڌوڪو آ ڏنو،
تنهنڪري تدبير کي اڄ آزمايون ٿا اسين.

مشڪلاتن ۾ بہ مُرڪڻ مَرڪڻُ مردن جو ٿيو،
ڪين ڪشٽن کان ڊڄي آنسون وهايون ٿا اسين.

زندگي دل کي لڳي پياري گلابي گل جيان،
ڪين ڪنڊن کان تڏهن دامن بچايون ٿا اسين.

زندگانين کي اجاڙي، حسن کي ننگو ڪري،
ڪين لاشن ۽ جنازن کي سجايون ٿا اسين.

"پارتي"! ڍاهي پراڻا گهر، نگر، جهونو نظام،
هاڻ دنيا ۾ نئين دنيا بڻايون ٿا اسين.

نارائڻ "شيام"

ڪَرَ موڙي ٿو عروج، زوال آهه بس ليال،
پهتو خيال تـوڙ تـي، لـظـرن ۾ آهـه حال.

سج آڀرندي ٿي رات جي اوندهه تہ ختم ٿي،
گهٽ آهه روشني سو تہ آهي الڳـ سوال.

آيـو نـه سـوت مهل تـي، آيـو هينئر تـه ڇا،
اڳـ ۾ جيئڻ محال هو ۽ اڄ مرڻ محال.

آيو ڪٿان؟ هو ڪير؟ ۽ ڪيڏانهن ويو هليو؟
ڪنهن ڪـي ڏسي حيات بـڻـي منتظر سوال؟

ڪر ڪهڙي سان ويس ٿي ڪيڏانهن ۽ ڪٿان؟
آيو خيال ڪنهن جو؟ ٿيس "شيام"! بي خيال.

عبدالحليم "جوش"

## نيرنگ خيال

ڇڏ عـذاب ۽ ثواب جـون ڳالهيون،
واعـظـا، ڪـر شراب جـون ڳالهيون.

هجرِ جانان جي دردمندن وٽ، ڪر نہ زاهد عذاب جون ڳالهيون.
برقِ بيتاب آسمان تـي ڪيون، دلِ پُر اضطراب جون ڳالهيون.
شبِ مهتاب ۾ ٿيون لطف ڏين، غـيـرتِ آفـتـاب جون ڳالهيون.
هام هڻن حسرتن جو خون ٿئي! وصل جي شب حجاب جون ڳالهيون!
زاهدا، تون ۽ حور و باغِ جنان، ٿيون لڳن ڄڻ تہ خواب جون ڳالهيون.
امـن غـائب، سڪون عنقا ٿيو، چوطرف پيچ و تاب جون ڳالهيون.
واعظن ڪـان زمـالـو تنگ آيو، روز يوم الحساب جون ڳالهيون.
"جوش" ڪير آهي جو ڪري مون جان، درد جون، اضطراب جون ڳالهيون.

### ”تنوير“ عباسي

منهنجو من ٻي اڄ ازل کان آهه هڪ مانڊاڻ ۾،
جيئن سدائين کان ڀون ڇوليون ڇلن مهراڻ ۾.

ساز جي تارن سان ڪنجي تا سگهون اڄ ٻي ڪي سير،
سڻ هڻ سير جي رکين ٿــو ڀروسو جــي ٻاڻ ۾.

هر ثواب آ بي سڪون، بي لذت آهــي هر گناهه،
ذهن آهــي منهنجو ليڪ و بد سنديءَ چڪتاڻ ۾.

هيءَ بهار آهي، يــا ارمانن جــو آهي قتلِ عام؟
خون جي بو آ مليل گــلــڙن جي هن سرهاڻ ۾.

جنهن کي پنهنجي عزم تي آهي يقين، اي ساٿيو!
ڪيئن رکــي سگهندو ڀــلا، سو ڀروسو اڳواڻ ۾؟

يا رُني ٿي ماڪ، يا مرڪن ٿيون مکڙيون هتي،
مان ٻــيــو آهيان منجهوي، گــلــزار جي مالداڻ ۾.

### ”بشير“ موريائي

چمن چمن کي ڏٺــو سي، اُداس اُداس اسان،
نــظــر نــظــر کي ڏني آ، حسين آس اسان.

متان هــي پنهنجي محبت جو خاتمو نہ هجي!
ٿيا نــہ آهيون گهڻي وقت کــان اُداس اسان.

اسان جــي دم سان ٿي آبــاد آهي شهرِ الم،
رهيا نــہ آهــيــون مسرت جي آسپاس اسان.

نہ تنهنجو غم، نہ غمِ زندگي، نہ فڪرِ جهان،
خبر نہ آهــي تــہ ڇو آهــيــون اداس اسان.

ٿي رات پوري، ۽ خالي رهيو اسان جو جام،
ڪري سگهياسي نــہ ساقيءَ کي التماس اسان.

ڪڏهن ڪڏهن تہ اوهان کان سوا قرار مليو،
ڪڏهن ٿياسين اوهان وٽ بہ محوِ ياس اسان.

خبر اٿئون، تہ اسان کــان هــو بي خبر آهي،
”بشير“ ٿي نہ سگهيا آهيون پر اُداس اسان.

## حسيني حافظ شاهه

دک درد سوين سور ۽ سختين جو ٿر طئي،
هي منهنجي پهچاڻ لاءِ ڏيو آهي وکر طئي.

پيا ڇهڪ ڇڪي ڇور ڪيو چت کي چريو تن،
ڇا خوب سڄڻ جي ڪئي منزل آ انظر طئي.

جوڳن جي طرح جوڳ وڄهي ٿالڪو لسنگ ٿي،
تو لئي ته مٿا سون ڪيا هين ڪيئي ڏکر طئي.

سر سٽ ۾ ڏيڻ ساه ڪرڻ صدقي سهٽي تان،
هيءَ عشق جي منزل ڪندو ڪو مرد مڪر طئي.

ويو جان جسو جيرا بڪيون جيءَ جلي اڄ،
ڇا حال سندم آه ڪندو سوزِ جگر طئي.

"حافظ" ڪسي جدائيءَ جا لڳن منت ورهيه ٿا،
آ چشمِ زدن ۾ ڪريون صد ساله سفر طئي.

---




"وڍيل ٿي وايون ڪري، ڪنل ڪوڪاري!"

— چترڪار: ظفرعلي شاھ

ڊرائنگ ماستر، اين. جي. وي. ھاءِ سڪول، ڪراچي.

قصيدو

"بردو" سنڌي

## مادر وطن

اي سنڌ! اي مادر وطن!
قربان توتان جان و تن!
فردوس آ تنهنجو صحن!
اي واديءِ رشڪِ عدن!

تنهنجي فضائن ۾ سحر، تنهنجي هوائن ۾ عطر،
آ هير مٺڙيءَ ۾ اثر، ۽ هر بهارن ۾ سُرور!
تنهنجو "لطيف" ارجمند، تارن کي جنهن وجهي ڪمند،
روشن ڪيا اسان جا رلد، آ "شاه" تي مون کي غرور!
تنهنجي سباجهي ٻولڙي، تنهنجي ڀلاري جهولڙي، پُر ڪيف تنهنجي لولڙي!
اي سنڌ! اي مادر وطن!

اي "سنڌ" اي خواجا خضر،
ٿي ڪيميا تنهنجي نظر،
تنهنجي ادائن ۾ ثمر،
تنهنجي نگاهن ۾ گهر،

تنهنجي ٿي ڇولين ۾ ڇلن، تنهنجي ٿي موجن مان ملن،
ساٿي اچي ٻاهر پون، هي لعل ۽ هيرا هزار!
سوني سموهي ٿا ڪين، ڏينهن رات محنت ۾ گهن،
ان ڏوجري ۾ ٿي رهن، والدا لٺا ويهن ونجهار.
تنهنجي سباجهي ٻولڙي، تنهنجي ڀلاري جهولڙي، پُرڪيف تنهنجي لولڙي!
اي سنڌ! اي مادر وطن!

اي واديءِ شاداب تون،
اي ديس لاجواب تون،
اي سر زمين آداب تون،
اسلام جو آن باب تون،

سُک جي تون ڪائنات آن، ڪنهن مهلقا جي جهات آن،
سهڻي "سچل" جي لات آن، گيتن جو آهين ديس تون!

ٻوڪن جي لالائي وٽي، ٻيلن جي سرهائي وٽي،
“ساميءَ” سنڌي وائي وٽي، ايتن جا ڀرين وس تون!
تنهنجي سڀاجهي ٻولڙي، تنهنجي ڀلاري جهولڙي، هُرڪيف تنهنجي لولڙي!
اي سنڌ! اي مادر وطن!

سهڻي “ڀٽائيءَ” جا وطن،
سچل عطائيءَ جا وطن،
مارن جي ڄائيءَ جا وطن،
سسئي لڀائيءَ جا وطن،
سنتن فقيرن جا وطن، هارين اميرن جا وطن،
سهڻي ۽ سيرن جا وطن، تو ۾ آهي ڀرپور پيار!
اي چنڊ تارن جا وطن، وهه وا بهارن جا وطن،
ڍنڍن ۽ لارن جا وطن، جهرڻا جهرن ۽ آبشار!
تنهنجي سڀاجهي ٻولڙي، تنهنجي ڀلاري جهولڙي، هُرڪيف تنهنجي لولڙي!
اي سنڌ! اي مادر وطن!

پيرين ۽ چارن جا وطن،
پنڊتن ۽ پارن جا وطن،
رواجي لبارن جا وطن،
سادن سنگهارن جا وطن،
هو جهونڙن ۾ خوش رهن، گرمي ۽ سردي سير سهن،
هي ڇوڙهي تارا ڇهن، ڏاٿي هڪل هڪلين جهار!
سوڙهه واءُ تي پيا اڏن، ڳاڙها وڃيون ڪڙڪن ڪڏن،
۽ ڇيڪ ڇيلا ٿا چرن، تي سنڌ آهي سبزه زار!
تنهنجي سڀاجهي ٻولڙي، تنهنجي ڀلاري جهولڙي، هُرڪيف تنهنجي لولڙي!
اي سنڌ! اي مادر وطن!

“بردي” جا او سهڻا وطن،
تنهنجا رهاڪو خوش وسن،
تو مان خوشيون ڇُلڪي پون،
خوشبوءِ مان وڻ واسجن،
هر جاءِ گلشن جو گمان، تنهنجي لئه وصف جو بيان،
تنهنجو آهيان مان پاسبان، هي تو تان سر صدقي اٿم!
توحيد جي تون سرزمين، وحدانيت جو تون امين،
او ديس مٺڙا دل نشين، مون کي سُولهين تنهنجو قسم!
تنهنجي سڀاجهي ٻولڙي، تنهنجي ڀلاري جهولڙي، هُرڪيف تنهنجي لولڙي!
اي سنڌ! اي مادر وطن!

## قطعا

### گوورڌن محبوباڻي "پارتي"

معلوم آهي، مان ڪنهن جي لئي، هي سندر گيت رچايان ٿو؟
ايڪالت ڏسي، بيخود بڻجي، جو جهرڻ وانگر ڳايان ٿو؟
ڪوڪنَ لائي، ڪوڏيان ڏيئي، پر منهنجا گيت پُڌي نه پڌي،
مان پنهنجي گيتن سان سائي! پنهنجو ئي مَنُ بهلايان ٿو.

منهنجا ڳوڙها ڳڙلدي ڳڙلدي، ويا سمنڊ سمورا کارا ٿي،
منهنجي آهُنِ جي لهس وچان، ويا سهڻا پوڙرا ڪارا ٿي،
منهنجي آڏمن جي ٽوڪ ڏسي، بيشڪ بجلي بي چين بڻي،
هر داغ ڏلا جي تو دل کي، سي چمڪن ٿا اڄ تارا ٿي.

ساجن-سورج کسان وچڙي پيو، سون چنڊ چريو مسرور ڏٺو،
۽ پريتم-گُلُ سان ملندي پيو، شبنم کي غم ۾ چوُر ڏٺو،
ٿي ساگر تڙڦيو چوڏس ۾، ڪوئل ڪوڪيو برسات ۾،
اي قادر! تنهنجي قدرت جو، سون الٽوئي دستور ڏٺو!

پر وڃن وڇوڙي جي غم کان، منهنجي آشا جا ٿول ڇٽي،
پر تنهنجي ياد اچي پل پل، سون بيرهڻ خاطر سوُر کٽي،
جو درد ڏنو آ تو دل کي، جو ان جو آ؟ علاج ڪريان؟
يا عمر سِيمَن شل او سائين! منهنجون اکڙيون ناسور بڻي!

آغاز نه جاڻان ٿو پنهنجو، انجام نه ڄاڻان ٿو چاهيان،
شروعات، پڄاڙيءَ جي وچ ۾، ڇا ٿيندو؟ مان ڪئن سمجهايان؟
واقف نه اڻانگي رستي جو، معلوم اڪي منزل سون کي،
ته به هاڻو آ جيون-پنڌ تي، چاڪاڻ ته مان راهي آهيان!

هين ڪهڙجن واري دنيا ۾، جڏهين مون کي لاچاري ٿي،
تڏهين سوچيم جو ڪيئن وڃان هنن جي در تي ويچاري ٿي،
جنهن ويل اهو ويچار ڪري، مان پنهنجي گهر مان نڪتس ٿي،
تنهن ويل اچي منهنجي در تي، هو پاڻ پڪاري ٿي!

مدت کان مون ميخاني ۾، مالڪي مئي ٿي متوالو،
ليڪن مون کي لڳو سڪائڻ، ساقي ٿي پولو پالو،
جئن آڏيئر ٿي مون ساقيءَ جي پانهن جهلي، تئن پنوجهه هئي،
مان ٿي هوس شرابي، ساقي، مان ٿي مئي، مان ٿي پيالو.

پلو ڪنيءَ ليئن ۾ آلسون، پر بتر! دل ۾ پيار ڏنئي،
مون کي مون ۾ محو ڪرڻ لئي، سپنن جو سنسار ڏنئي،
لب تي آهون، سوز، صدائون، آزي، ليزاري ڏيئي،
پر ڪنيءَ جو آخر خوش ٿي، او دلبر! ديدار ڏنئي.

منهنجي دل جا درد سور، تنهنجي دل کي ڪيڏو نه وڻيا،
منهنجي آلسن جا قطرا پڻ، تنهنجي لئي ٿيا لعل مڻيا،
تون ئو ڪونهن شاعر مون کي، پر مون کي بس جاڻ اهيا،
چوٽ لڳي، دل آهه پري، جي لوڪ ڳويا، سي گيت بڻيا.

سون کي هو ارمان اهو، آ پل پر رات سهائي،
سوندي آخر سندرتا ۽ جلندي ليڪ جواني،
ڏس ته آچالڪ منهنجي ڪنن ۾ ڪنهن پڪيو: ”اي شاعر!
تون فاني، جڳ فاني، ليڪن تنهنجا گيت نه فاني.“

علي محمد ”مجروح“

ڪو متر نا آشنا آهي ته چا،
زندگي مون کان خفا آهي ته چا؛
نيڪ آدابِ وفا ويندو سکي،
اڄ زمانو بيوفا آهي ته چا!

**شيخ "اياز"**

(١)

نه ڇڏيو آهه ماڻهپو ۽ مرڪ،
گرچه هئوسين تباهه حال آهيون؛
هر زماني جي ناشناسيءَ جي،
چوٽ کائي به باڪمال آهيون.

(٢)

ڪوهه ڪنڊا نه اي چڪور چريا،
چند سان دوستي اجائي آ؛
چند هڪ رات جو مسافر آ،
پر ڪڪرين سولهن جي سهائي آ.

(٣)

تنهنجي اکڙين مان پيتي آ جنهن مَي،
سو سدائين خمار ۾ آهي؛
تنهنجي عارض مان جنهن چنا ڪجهه گل،
سو هميشه بهار ۾ آهي.

# رباعيون

**نارائڻ "شيام"**

(١)

ڏس جوتشي هشيار به تارا ٿيو گٿي،
۽ عاشق لاچار به تارا ٿيو ڳڻي،
ڪيڏو نه مگر فرق ڳڻڻ ۾ تن جي،
اِن "شيام" ته هوءَ پار به تارا ٿيو ڳٿي!

(٢)

سمجهاڻيون ۽ آهڊيش اجاهائيي ويا،
پوڙين ڪتنين دپ داءِ جهنم جا پيا،
جنت جي سڄي عيش جيي لالچ هوندي،
ٽيڻا جي هنا ڏوهه، آهي ٿيي ٿيي ويا!

(٣)

جي دل ٿي ته ڇڏيي ته ڪرڻ ڇا ايندو؟
ٻاڻيءَ ۾ ڪهوڻ ڏاران ترڻ ڇا ايندو؟
هوءَ روئيي رڳو سوتَ ڳهڻ وارا ڏس،
آيو نه جيئڻ جن کي، مرڻ ڇا ايندو؟

(٤)

ٻيڙيءَ کي ڏکي لهر وٺي ساحل ڏي،
رهرو کي سڏيءَ راهه ڇڏيو منزل تي،
اي "شيام"، دکن هيٺ دبيل ڪين رهيي،
بس عرش مٿي آهه پهچايو دل کي.

(٥)

ڇو روئي ڪرين پاڻ کي دنيا ۾ خراب،
وٺ ڪل ته ڪلي توسان زمالو به شتاب،
اي دوست! پيالي کان ذرا پاسي ٿجانءِ،
ڳوڙها ڳڙي ڪارو ته ڪن منهنجو شراب!

(٦)

هڪ هڪ ٿي ويون ڳالهيون پرائيون وسري،
سڪ صحبتون ۽ روح رهائيون وسري،
پر ڪين سکهيون ناز پريل نيڻ جون،
پياريون سي پچائون ۽ وڙائيون وسري.

# آزاد نظم

شيخ ”اياز“

( ١ )

اسان لنب جا ليڻ آهيون، پرين!
سٺي ساهه جاڳي،
وڃي دور دور،
ستارا لتاڙي اسان جو شعور؛
سوين چنڊ ساڻي،
ڪٿين جا سوين قافلا رهگذر ۾،
سفر ۾،
سوين ڪائناتون،
نه آغاز جن جو نه انجام جن جو،
زمان ۽ مڪان ڪان مسلسل لنگهاتون،
ازل ڪان ابد تائين سک جون براتون:
جڏهن موت ڪائون،
سوين راز آئيون،
سوين ساز جي لاءِ آواز آئيون،
سوين چنڊ چايون،
ستارا تيڳايون،
الهن سان اچي جڳ سڄو جڳمڳايون،
— اسان جاڳ جا ڀاڳ آهيون، پرين!

( ٢ )

هرڻ هئيلا
ڏوڙي ڏوڙي، ٿڪجي ٿڪجي،
ڪنهن وڻ هيٺان ڀينا سوچن!

”ساري هستي ريتيءَ تي رڃ،
”اڄ جي وهم ٻن ڪجهه ٻه نه حاصل!
”هاءِ ستم، جو عمر ڪٽي سي،
”بوند بولد لٽيءَ پٽڪي پٽڪي،
”ڏوڙي ڏوڙي، ٿڪجي ٿڪجي!“

هرڻ هئيلا،
ڀينا سوچن.

ڪنهن هن واريءَ جي ويندي ۾،
لهندي سج جي ٽڪ جتري آ؟
آهه ڪٽي سو ازلي وينجهر!

ليري آپ مان چنڊ ستارا،
ڪرن اشارا؛

ساهه سنيها پاڻي تن جا،
چال هٿي من ههچي تن وٽ.
بسنت - رت جي باک - ڦٽيءَ ۾

هير ڏڪڻ جي هنج ۾ هنجي،
اهنج مٽائي، من رنجهائي:
گهڙي نه گذري - ساڳا ڪرنا،
سج جون ٻڙچيون،
رڃ جو اولو،
اڄ ۽ جهولو،

ساڳو رولو؛
هر شيءِ آهي ساڳي ساڳي،
ڊوڙي ڊوڙي، ٿڪجي ٿڪجي،
بولڊ بوند لئي ڀٽڪي ڀٽڪي،
هرڻ هٺيلا
پيلا سوچن!

(٣)

راتڙي، هيءَ نور جي برساتڙي،
ڪنهن مٿان ڇيڙي ستارن جي ستار،
آسمان مان پائي جڳ تي جهاتڙي؟
سارو عالم ننڊ ۾ آهي الوٽ،
ڪنهن جي ڪنهن جي جاڳ ٿي ان کي سٺي،
ساز، جو سنسار جي سيني ۾ آ!
عرش کان وهندي اچي ٿي فرش ڏانهن،
نور ۽ نغمي جي لئن!
ڄڻ ته ڪري ٿي باز هو منهنجو خيال،
جو آڏامي ويو فلڪ تي دور دور،
ننڊ جي ننڍڙي پکيڙي کي جهٽي!

## شيخ "راز"

# خورشيد تمنا

رات چپ چاپ آهه،
خاموش فضا آ ساري؛
رات خاموش، خطرناڪ، اداس،
۽ بيابان جو پنڌ.

مون مڃيو، منهنجي اي محبوب حسين!
پر منهنجي جان! سحر جو آ يقين،
رات کان پوءِ صبح ٿيندو آهه،
هجر کان پوءِ وصال ٿيندو آهه،
هر انڌيري کان پوءِ ٿيندي آهه شعاعن جي اميد،
هر قباحت کان پوءِ ٿيندي آهه لطافت جي اميد؛
پوءِ منهنجي جان! ملي زهره جبين!
ڇو ٿي تون لڙڪ وهائين بيجا!
تيرگي وقت گهڻو رهندي ڀلا؟
هي سياه رات، گهڻو رهندي ڀلا؟

هي ڀيانڪ آواز،
جنهن کي آهي نه ثبات،
پوءِ اڄ باقي رهي جنهن جي حيات،
اي منهنجي جان! سحر جو آ يقين.
هو ڏسين ٿي!
ڏس ته هو سحر جو تارو نڪتو،
ڄڻ ته دريا ۾ ڪنارو نڪتو؛
اي منهنجي جان! هي صحرا ڇاهي؟
هي بيابان جو پنڌ —
ليڪ ڪنهن منزلِ مقصود جو رهبر ٿيندو،
ليڪ ڪنهن جنتِ فردوس جو داور ٿيندو!

اي منهنجي جان، چمن جي خوشبو،
بس منهنجي دل ۾ تلاطم آئي،
منهنجي دل کي ٿي بنائي مدهوش،
— تو به محسوس ڪيو؟
ڏس ته هئو،
بس اجهو آيو، اجهو، آيو گلستانِ حيات؛
— هوءَ پريان منهنجي ڏسڻ ۾ ٿي اچي منزلِ شوق،
ڏس پريان منزلِ مقصود جو تارو نڪتو،
يعني ڄڻ عالمِ انسان جو ستارو چمڪيو؛
— ڏس تون مشرق جي پار،
ڏس ته ڪيئن ڏينهن جي سلطان جي سواري ٿي اچي!
ڪهڙو آ جاه و جلال!
"اي خبردار" ۽ "هوشيار" جو آواز بلند،
يعني خورشيد تمنا جي سواري آئي؟

# عهد وفا

ڪيئن رهي ياد تنهنجو ياد سو پيمانِ وفا!
تنهنجو شڪوه آ بجا:
- اي منهنجي جان، هيءَ تاريڪ فضا،
جنهن جي غمناڪ ادا،
منهنجي هر شوقِ تمنا کي بڻايو مدهوش،
جنهن جي سفاڪ اشارن ڪيو اهڙو بيهوش،
ڇڏڪ ڪنهن ديو سي پنهنجو هو کوليو آغوش،
جنهن ۾ مان اهڙو سمايو هان، جو لڪري نه سگهان.

اي منهنجي جان، اهو عهد وفا،
- تو پڙهو ڪيئن اهو وسري ويو؟
تو ڏلو عشق جو پيغام مون کي،
تو ڏنو وعده خلافيءَ جو ڪو الزام مون کي،
ها تنهنجي چشمِ فسون ساز مون کي،
دولتِ گردشِ گردون جو ڏلو راز مون کي،
ني وٺي منهنجي تمناي محبت خاموش،
۽ رکيو حسن جي سرڪار مون تي هي الزام،
- يعني مون رسمِ محبت کي ڪيو آ بدنام!

منهنجو هي ملڪ وطن ٿيو آزاد،
مون ته سمجهيو هو هتي ڪير جون نهرون وهنديون،
مون ته سمجهيو هو هتي رقص ڪنديون
حور و قصور،
مون ته سمجهيو هو هتي اوج تي رهندو انسان،
مون ته سمجهيو هو هتي عيش جو ٿيندو سامان،
مون ته سمجهيو هو هتي ڪين ٿيندو فسق و فجور،
نه اهو درد مصيبت جو زمانو رهندو،
نه اهو گردشِ دوران جو فسانو رهندو-
مون ته سمجهيو هو وطن ٿيو آباد،
بزمِ عالم ۾ ٿيو دشمنِ انسان جو موت:
منهنجي محبوب، مگر تنگ ٿيو سازِ حيات،
هر طرف شوميءَ قسمت جي برات،
خوب رقصان ۽ خرامان ٿي هلي!
تنهنجو شڪوه آ بجا،
- مون کي آ ياد تنهنجو عهدِ وفا!

هري دريانی "دلگير"

# اڪيلائيءَ ۾

ٺڪار ٿيءَ،
گلڙجي هلون،
ٻئي اڪيلا باغ ۾
منهنجي ميٺي منهنجي ٻتري، او منهنجي پياري لرملا.
چالباڻ ڪيو چت کي چريو،
مستيءَ جو دل تي راج آ،
مشڪي چمن ٿو چوڄ مان،
چڻ ڪو اشارن ساڻ ٿو توکي سڏي، مون
کي سڏي.

جا ساڻ آندي ٿي ستار،
سا چيڙ پياري لرملا،
وٺندو جو مون کي گيت آهه،
سو ڳاءِ تون:
بجلي ڏڪي تن من ۾ جئن، سارو بدن لرزاءِ تون.
سيني تي منهنجي ليٽ تون،
مدهوش ٿي، مان اڄ اکيون پوري ڇڏيان:
دک دک جا تنهنجي دل ۾ آهه،
سا منهنجي سيني ۾ سماءِ،
تنهنجو معطر ساس منهنجي ساس جئن هڪ ٿئي.

او ارملا، او ارملا،
او منهنجي مٺڙي ارملا،
آهين ڪٿي، مون کي ٻڌاءِ
ڏس، تو ٻنا مان جاڳ ۾.
سپنن ۾ تو ٻڌجي وڃان،
ڏس ڪيترو آهيان اڪيلو هاءِ مان،
آهيان اڪيلو هاءِ مان!

سڳن آهوجا

## چانڊني رات جا تارا

چانڊني رات جي تارن جو ٽمڻ! ـ
جڻڪ مشرق جي شهنشه جي حرمخاني ۾،
ڪي ڪنيزون ـ ڪا ڪٿي ڪنڊ وٽي ڪا ٻر ۾ ـ
باادب ويٺيون هجن حسن جوانيءَ کي ڪٺي؛
عمر گذري وڃي تن جي ائين ويٺي ويٺي،
اڪ نه شاهيءَ جي آڏمبر جي ڪجهي!
پيدا گرمي نه ٿي سانسن ۾ نه دل ۾ ڌڙڪن،
ـ پو به جڻ لنجي وڃي حسن جواني تن جي!

چانڊني رات جي تارن جون اکيون! ـ
ڌرمشالا ۾ جئين ڪوئي مسافر ٽڪجي،
تنگ ڪمري جي هبس، بوءِ ۾ لڇندي لڇندي،
منڪڻن کي گهٽي ماريندي، ورائي پاسا،
ذهن تي زور ڏئي ننڊ کي ڪوليندو هجي؛
ننڊ جي بدلي مگر آيري اچن سي چيزون،
(چانڊني رات جي تاره وانگر)
جن سڄي شام ڏٺو هو هن ڪي،
پنهنجي پرپور نظر سان اٿن شوڪيسن مان،
جڻڪ عرصي ڪان هئين اوسيڙو،
ـ جڻ اچي هي ته مٿس چترون ڪري،
هن جي جيون جي اگهاڙپ جو آڏائن ڪو مذاق!

چانڊني رات جي تارن جون ٽڪايون ڪَهريون! ـ
پنهنجي چاهي جي ڪا چادر ڏسي آس ۾ سڪندي،
ڪنهن ڪلارڪ ۽ سندس زال کي جڻ ياد پون
چند ماڻهو ۽ سندن عرصي جون دُهرائجندڙ
ڪجهه غرضَ، قرضَ جون مڪروه تقاضائون ـ
جئين:
بي زبان" پٽنگي، جو ٻارڙن خوشيءَ سان ڪائي
ڪجهه نه ڪجهه ڪند ڀٽيان صاف ٽپيَن لڪ ٿو چڙي!
بد زبان" سودي، جو ناڪار ڪندي هر هفتي
لالچي، آسري تي ڏيندو رهي ٿو هر بار!
۽ هو مالڪ! ـ
دور جو رشتو جتائيندي جو ٽڪبو ناهي،
ٿوري ٿوري ۽ جو زوريءَ به مدد ڏيندو آهه،
جنهن جي بدلي ۾ مگر
ڌرم آچار جي ڳالهين سان ڪڏوڪڏ، ٻاهي!
سيني ۾ دوڙا چپائيندو آهه!

چانڊني رات جي تارن جو هجوم! ـ
ڪارخاني ۾ جئين ڪار ۾ مشغول هجن،
ڪسمپرسيءَ ۽ غريبيءَ جا الوڪا شڪار؛
جن تي سک چين حرام آهه ۽ محنت لازم؛
جن جي جيون کي ڇهي ورلي ڪوئي خواب، آسنگ؛
جن جي هستيءَ کي ڪا معنيٰ، ڪوئي مطلب ناهي؛
۽ جي آهي ته اهوئي آهي:
ڪنهن جي سرمايي جون بيدرد ۽ بيحس ٻانهون،
تن جي لس لس کي نپوڙي ٻل ٻل،
زرد جسمن مان ٽڪي خون کي ڪڍنديون ٿي رهن!
ٻت ٻنيا ڪار ۾ مشغول ته آهن مزدور،
پنهنجي ڪم ڪار ۾ مشغول هميشه وانگر،
ـ شڪ ٿو گذري ته سندن غير رواجي چپ مان
ڪوئي ٻنيت ته نه پرتو آهي؟
ڪوئي ٻنيت ته نه پرتو آهي؟

# ادب لطيف

جهامنداس پاڻيا

## زندگي

زندگي ... ڇا آهي؟ ڪير ٻُڌي، ۽ ڪير ٻڌائي؟

روز مرهه جي ڇُرپُر؛ هٿن پيرن جي حرڪت مان جا برڪت ٿي اڀجي ۽ آهانجي؛ خيال جي ڇنڊَ جا لپانجي ۽ نچانجي ٿي - ڇا اِها زندگي آهي؟

زندگي انسان کي احساس لئي ڪرائي ٿي، سندس هٿڻ ۽ ملڻ ان جي ئي آڌار آهي - سندس ئي ساجُ ۽ ڪاجُ آهي.

صبح کان شام تائين هو هڪ هنڌان ٻي هنڌ ترندو ڦرندو ٿو رهي؛ تڏهين به ڪيس اکين ۾ عڪس زندگيءَ جو لئو چڙهي. چوي پيو، "ڪم ڪندو ٿو رهان، تڏهين مَس مانيءَ گيو ٿو لهان؛ نه ته هوند بک ۾ پاهه ٿيندو رهان!"

باڻ پڪاري، سج جي اڀرڻ کان، ان جي لهڻ تائين، هو صرف فتح ۽ شڪست جي ماترين ۾ ليٽوندو ٿو رهي - غم ۽ خوشيءَ جي ڦوڪينڊن مان سرچي، ساڻن راند پون ۽ رهائيون ڪندو ٿو رهي، انسان. ڇا اهوئي زندگيءَ جو نشان آهي؟ ڇا اِهو سندس مڪان آهي؟

خيال ايڏاهن وري ٻه چو؟ جو هو ماڙيءَ ڇهڪ جي ڇهڪ کي ڇڏي، ڪوچ جي خفي ۾ لهي پوي - نفعو جنهن جا ڪوڙ مان ظاهر ظهور ڏسجي پسجي ٿي ڪين ٿو، تنهن جي پويان پوڻ ٿيندو رُڃ ۾ پاڻيءَ لاءِ رلڻ!

لطيف ۽ نفيس آهي زندگي - ڏاهن جو ڏَس آهي.

گل جي خوشبوءِ مغز کي معطر ڪري؛ مَيَ جي خماري اکين کي ڳاڙهو ڪري مست بنائي؛ حسن جي هبڪار نس نس کي نٽ بنائي؛ دولت جي مستي زندگيءَ جي پيءَ ساريءَ هستيءَ جي سرانجاميءَ کي هڪ ڇَل پَل جو چنڪو بنائي ڇڏي؛ ڇا زندگي انهن حدن ۽ هنڌن تي آڏ آڏي ٿئي، يا انهن منزلن تي ڪجهه جاڻ نازل ڪري ٿئي؟

ضرور ڪجهه ڪَڄ ۽ ماپ جا ماڻا جُڙون ٿا. ڪجهه ڇاڻا ڇاڇجن ٻه پيا. انهن مڙني ۾ زندگيءَ جو ظهورو آهي؛ مگر انهن کي زندگي مشڪل چئي سگهبو.

ماڻهو ۽ وقت پنهنجي چاپ مان چوندا ٿا رهن ته "هيءَ زندگيءَ جو هڪڙو پهلو آهي، جنهن کي ڏسڻ پسڻ ٿي سگهي ٿو؛ مگر زندگيءَ جو احساس اڃان دور آهي."

مها ساگر ۽ مهراڻ جي ڪناري تي ويهي، پٿرن، ڍولڻن ۽ ڪيڪڙن جي ڪُنڊڪن کي ڏسي، کيڙيءَ ۾ گهوڙڻ ڪٿان پيو گهرائيو، ته ڇا ونيو؟ لهرن جي لوڏن، ۽ لچڪن کي پسي، پيو سمجهو ته ڇا زندگيءَ جي اڪسير جو ڪو ڪڻڪ به هٿ اچي ويندو ڪئن؟

جنن جنن وجهو جمال ۾ جڪڙيو، تنن تنن ويندو جلالُ ۽ ڪمالُ پوندي ويندو.

زندگيءَ جي وهڪ اڳتي آهي. زندگيءَ جو رازُ اولهو آهي:

حياتيءَ جي حصي تي هيڪَ وقت انسان جي نظر پئجي سگهي ٿي. هو ان تي آڱرُ کڻي ٿي ويٺو چوي، "زندگي مون ڏٺي!"

فيلسوف اچي پڇندس: "تو زندگي ڏٺي؟"

هو چوندو: "ها، مون نچندي ٽپندي، کلندي ڪڏندي ڏٺي!"

فيلسوف چوندس، "اِها زندگي نه آهي. اِهي صرف سندس وصفون آهن، جي ڪڏهين ڪڏهين پنهنجي ڇَٽَ ڇنڊيو ٿيون ڇڏين."

زندگي ... تڏهين ڇا آهي؟

مشڪل آهي ان جو جواب، مگر ان جي خصلتن جو بابُ هيءَ آهي.

حسن زندگيءَ جو زيبُ آهي؛ سازُ سندس آواز آهي؛ راڳ سندس لاڳُ آهي؛ هَسَ ۽ کَسَ سندس پاڳ آهي؛ غم سندس دَرَدُ آهي؛ خوشي هوا جو جهونڻو آهي، جو بهار جي هوا وانگر اچيو، نچيو روح بهلائيو دور تمام دور بيابان ۾ هليو وڃي.

اها آهي ڪيڙَ پکيڙَ جي.

اونهائيءَ ۽ اوچائيءَ، ويڪر ۽ گهرائيءَ جي ڄاڻَ، ڪاڻِ جي خزالي وانگيان لوڻ ۽ لڪل ٿي رهي ـ جيئين ڪو لَهي تَرَ انهن جو.

هماليه پربت تان برف پگهرجي، ٽِم ٽِم ڪندي، سواهري لڏي پنجو، هيٺ لهندي، جدا جدا علائقن مان گهمندي ڦرندي، آخر ميدان ۾ واهيءَ مان واهه بنجي ٿي هلي. جدا جدا زمينون ۽ پهاڙ ڪيس پنهنجو رنگ ۽ ڪيميائي ڪٿيا جو حصو ڏيو ٿا ڇڏين. صاف، پوتر آساني آبُ، ملبل سوغاتن جو تابُ ڪنيو هلندو ٿو هلي.

تڏهين ته زندگيءَ ۾ ڪيترو نه جذب ٿيل هوندو جواهيرُ جيوتَ جي جدا جدا بحرن جي لهرن جو؟

زندگيءَ جو زورُ ۽ مورُ سندس مُنهَنَ ۽ ڇوڙَ وٽ معلوم ٿئو ٿئي، مگر سندس وِڪَ جي تيڪَ تڏهين ٿي سمجهڻ ۾ اچي، جڏهين ڄاڻِ کي ان جو جادو ونيو قابو ڪيو ٿو ويهي.

مصور جي چِٽرِ هُنرِ ۾ زندگيءَ جو زيبُ ۽ ذوق آهي، جنهن جي ڄاڻ ڪان هو انجاڻ آهي.

اِها غير واقفيت ئي زندگيءَ کي حسن ٿي بخشي.

وا ڌ حسن جي لطافت جي ڪاڻ آهي. زندگي بيهي ته نه رهندي. سچ آيرلدو ته اکيون سندس تاب جهلي سگهنديون، مگر جڏهين نه مالجهاندي ماڳ ايندو، تڏهين مشڪل ٿيندو سندس منهن سامهان ٿيڻ!

جلال جمال کي لٽيو ڇڏي!

پوکيل مکڙي حسن جي گلڙي لڪايو ٿي هلي، ۽ ان ڪري هو ڏسندڙن جي دل ڇلي ۽ ڇلي ٿي؛ مگر جڏهين نه سندس وڏڙهيل وستر لهيو وڃن ۽ سندس پنکڙيون ٽڙيو پون، ته سونهن سندس سموري واءَ ۾ اڏاميو وڃي!

چاڻ پوندي جو ان مان ڪوملتا ۽ لطافت وڃي پرواز ڪري: هو تڏهين عرشي آڌاريءَ کي ترڪ ڪري، ورق ٿي فرق جو ٿو ورائي، جنهن ۾ ڪُم ڪيو ڇڏي ڪُم غيب جي.

"مان ۽ تون" هن جي شفق تي چمڪندا ٿا رهن.

زندگيءَ جي و ِهنڪ جي هيءَ به هڪڙي چهڪ آهي.

ميل ۽ وڇوڙو، پيار ۽ ڏکار، روشني ۽ ڏکار زندگيءَ جي بحر عميق جا ڦوڦڙا آهن. چَل ۽ پل ۾ آهي چهڪ پهل. زندگي ته آهي هڪ آزلي ڏهڪ واري، پهڪ ڪان پنڊ، موهڻي، سدا سهڻي، سورهن سينگارن واري شڪتي: آها ته هڪ آتنڪ، دائمي ڌارا آهي، جا النت جو آلاپ آلاپيندي، پارَ کي لڇائيندي، جوان کي پنپلائيندي، وڇولي کي وچڙائيندي، پڙي کي هرڪائيندي ۽ هچڪائيندي - هلندي ٿي هلي. هوءَ سڀ کي جهلي ۽ ڇلي ٿي، مگر ڪيس ڪوبه روڪي نٿو سگهي.

آسَ آهي زندگي: اسَ آهي سندس ڪيتُ. ميتُ پٽي جو پنڌي پڌائي، سوئي زندگيءَ جو وَرَ پائي.

زندگيءَ جي ڌارا نَسَ نَسَ کي لڇائي ٿي؛ پريميءَ کي پريتم مٿان پڇائي ٿي؛ عورت کي ٻچيءَ مٿان قربان ٿي ڪرائي؛ ته به الا ٿي تي آلاپ هڪڙو - زندگي آهي اچا به دور - پرپورا!

نَت کي اڇائي، شاعر کي آسرائي، ڪلاڪار کي آپرائي - زندگي پنهنجي زور سان چولدي ٿي رهي: "منهنجي هَٿ ۾ آهي 'حسن مڪمل'؛ آهي ڪو جو ڪُنَن جي ڪُڙڪَن ڪان نه ڪنبي، سون وٽ پهچي هَٿ ڪري آن کي!"

آسَوَ پنهنجي جان جگر ابهم کي زندگيءَ جو زيور ٿي محسوس ڪري. جوانڙي جمال جو سارو ڪمال هلائي، جوان مٿان فتح پائي، چوي ٿي: "زندگيءَ جو سمورو لطف مان ٿي لٽي رهي آهيان." آستاد پنهنجي علم جي اوج سان شاگردن جي فوج تي حڪم هلائيندي، چولدو پڌڻ ۾ ٿو اچي: "علم ئي زندگي آهي."

باغبان بوٽوا ڏسي، سندن زندگي ٻسي، پنهنجيءَ زندگيءَ ...
وارو بنائيندو. گلن جا ٻي آواز راڳ ٻڌي، پيو گيت ڳائيندو، جن ۾ ...
جيوت جو رازُ. غني پنهنجي ملڪيت سنڀاليندي پيو سڙهو ٿيندو؛ ...
ٿيندي، موت ڪي پاڻُ ڏيندي، پيو آرهو ٿيندو. زندگي پنهي کي ...
هلندي چلندي، مگر ڪنهن کي پاڻ تي قابو پوڻ نه ڏيندي!

"مان ۽ تون" کان اڳتي هلي، زندگي "هوءَ ۽ هُن" جي لاڳاپن ...
والکيان وڇڙائي ٿي. انهيءَ وڇوڙ ۽ ڳجهه کان ڪو به آزادي پائي، ...
ڏسڻ ۽ ٻسڻ جي لٺو ڪري.

زندگيءَ جو لطف آهي سندس لکل لقاون جي لڪڻ ۾؛ مگر زندگيءَ جي ...
ڀڪيڙ ۾ ڪنهن کي ڏسي ڪنهن کي ڏسيو؟

زاده رهبو، ته آرسي عڪس اکين اڳيان پيش آوس ڪندي. عڪس تي اکين ...
ٿيڻ وارا ڪاڪ ۾ قيد ٿي ويندا، ۽ زندگيءَ جي جهونگارن ۽ هولڳارن تي ...

زندگي لفعو نه آهي، ۽ نه آهي نقصان.

ڇا آهي تڏهين زندگي؟

عبرت، حيرت، عشرت، مسرت، روماني افسانو آهي هيءَ، يا موت جو توشو ...

زندگي! او زندگي، تون ڇا آهين؟

( ٢ )

مڏر، مٺي بهار جي هير جيان هلڪي، معصوم حياتي – هوءَ نپندي ڪڏندي، ٻڪندي ٻڪندي، اچي آمڙ جي گود ۾ ويٺي.

اکيون آمڙ جون آب هاربنديون رهيون؛ چپ سندس چرلدا رهيا؛ دل سندس پنهنجي روشني ٻسي، ڦولي نٿي سمائي؛ سهائي رات هئي جڏهن سندس لاءِ. ڇاتي سندس طوفان جي توائيءَ هيٺ چوهي والکيان اڀرندي، آسرندي وري لاهه ۾ لهندي رهي.

ٻارڙي، آرام سان آمڙ جي سيني تي ڪنڌ رکي ليٽي پئي. آمڙ جي ساز جو راز ٿي جهٽيائين يا پنهنجي ساز جو سر سندس ساز سان ٿي ملايائين؟ شايد ائين ٿي پئي ڪيائين – شايد پنهي کان غافل هوندي، شاغل هئي ڪنهن شغل شاهاڻي ۾!

ڪير سندس سولهن پريءَ دنيا تان پردو پري ڪري؟

وقت وکون سهڻ وجهندو رمندو رهيو. انهيءَ وٽيءَ ۾، نه ٻارڪي خبر رهي ۽ نه ماءَ کي ٿي مام ملي. گسڪندا ويا پئي گس هڪ ۾، جت "تون ۽ مان" آهي ئي ڪين!

آمڙ جي آغوش! ابهم ته جڏهن جنت ۾ ستي پئي هئي؛ ٻار جي ٻالهن جي جڳڙ انت بهار

جي اُپٽ هئي امڙ لاءِ. حسين ۽ لطيف هئي سندن ڏيا. ليائيندڙ ۽ للڪاريندڙ هئي للڪار پار جي. سريلي ۽ سرهي هئي پڇڪار ماءُ جي!

اِها ٻه زندگي!

الهيءَ منزل ءَ لهر جو منهن ڪهڙي مهراڻ مان ٿو شروع ٿئي؟ جاڻ، حدّ، انهيءَ تائين مشڪل ئي رسي سگهي.

گودِ پنهنجو گلڙو ڏوبل ٻسي، بودِ ۾ اچي ويٺي. هسي ٻئي هسي. ڏسي ٻئي وسي. وسي، رتائين ٿيپ ٻئي.

پارڙي امڙ جون اکيون جان تان چتائي ڏسڻ لڳي. حيرت ۽ عبرت ۾ پنهنجي امڙ جي آسمان ۾ رنگ ٻسي، تارن جي تيج ۽ تجليءَ کي تاڙڻ لڳي.

انهيءَ اک چنب جي عرصي ۾ ڪيس ڏرسَ ملي ويئي. رڳ رڳ سندس رڱجي ٻئي.

ائين ٻئي معلوم ٿيو ڄڻڪ پڇڪاريون هئي، هڪ ٻئي کي پساني رڱي چڙيو هٿائون؛ دليون پنهي جون ڏر ڏر ڌمال وڃائڻ لڳيون. رڳون سندن لهوءَ جي ڌارا کي اجائڻ لڳيون. الڪن سندن ۾ آواز بي آواز هو. سنهڙن تندن جو ساز پنهنجو راز بي آواز، وڻن کي، واهڙن کي، واٽهڙن کي، ٻرَنِ کي ڏرن کي، جَلَ کي ٿَلَ کي، اُچَلَ ۽ آڀل سان، اورڻ لڳو.

اوٽ هئي ساري هيءَ امڙ جي الفت الفت جي زندگيءَ جي، جنهن ئي ٻارَ جي جگر ۾ جذبو جاڳايو. زندگي هئي ٻارَ جي لَسَ لَسَ ۾، جنهن ئي امڙ جي زندگيءَ کي زيب وارو بنايو.

زندگيءَ جي راهه واهه جا اِها آهي!

تڏهن ته ڪلاڪار، مصور، سنگتراش، ناٽڪ نويس، شاعر — زندگيءَ جي محل کي ھَنَنَ ۽ چنڻ جي ڪندا ٿا رهن؛ مگر لهن ٿا صرف ان جو ذرڙو!

زندگي! او زندگي، تون ڇا آهين؟ ڪٿ آهين؟ ڪٿ ڳولي ڪئن ڳوليان؟ ڇون ٿا زندگي اتاهه آهي؛ آڻان ان جو آهي ابڏو جيڏو آهي جهان. هڪ ٻئي ٻوٻان جيت، جانور، پکي پرندا، انسان حيوان، گل ڦل، رنگ روپ هلندا ٿا هلن. اِهي مڙيئي زندگيءَ جي رنگين شادمالي جي سرڪس يا ڪاروان جا اداڪار آهن. انهن مڙني ۾ زندگي رهي ٿي، مگر ته به زندگي ملاقات جي تات لهي ٿي. وسيع آهي وتاڻ زندگيءَ جو. ساگر سانس پرسيچي نه سگهندو، ۽ نه نيلو آسمان ڪيس پاڪر پنهنجي ۾ جهلي سگهندو.

ٽمڪ ٽمڪ واري روشني، جا ”اوٿان اوٿان“ ڪري جهان ۾ ٿي جاڳي، سا سڀڪجهه تياڳي، روماني رستو وٺي، هلندي ٿي هلي. سڀڪو ڪيس ڏسي ٻسي، روئي هسي وقت گذاريندو ٿو هلي. آخر آت ٿو اچي رسي، جت ”اُتاهن“ ڌاران ٻسي ڪين ٿو.

تڏهن ڪلا هيءَ حيرت انگيز اکين ۾ رکي، دماغ ۽ دل ڪلاڪار ڪامل ڪان پڇندا ٿا رهن: ”او زندگي! تون ڇا آهين؟ ڪٿ آهين؟“



افسانا

- جڏهن جنگ جون هولناڪيون پوري عروج تي هيون، جڏهن نڪي ٻاهران گرم ٽوپلا ٺهي اچي سگهيا، اڪي هتي ايتريون مشينون هيون، جن کي ٽوپلن ٺاهڻ جي فرصت هجي، تڏهن بزار ۾ هڪ نئين قسم جا ٽوپلا نظر آيا. - ۽ اهي هئا اُن ڪتيل اُن مان ٺهيل - جهڙا ڳهوڙن جا تل!

سمجهجي ٿو، ته ويچارو انسان شروع ۾ ائين ئي ڪندو هو، مگر هو مجبور ٿيو ته انهن جون خاميون سڌاري ڪين مفيد ترين بنائي - ۽ انهيءَ جو نتيجو ٿيو ڪارخاني جا ٺاهيل خوبصورت، نرم ۽ گرم ٽوپلا - جي جيترو آهن دلپسند اوترو آهن مفيد!

اسين افسانا يا آکاڻيون ڇا لاءِ ٿا لکون؟ هن لاءِ، ته زندگيءَ جي عڪاسي ڪريون: هن جا اهي پهلو، پن انسانن جي اکين اڳيان اهڙيءَ طرح سان آڻيون، جو هو انهن کي وري وري پڙهن ۽ وساري نه سگهن، جي عام طرح هو ڏسن ٿا ۽ وسارين ٿا! مگر اهي نظارا جيڪڏهن جيئن آهن تيئن پيش ڪبا، ته سا ڳيا جنگي ٽوپلن جهڙا ٿيندا، پر جي انهن کي ٺاهي، سوڌي، دلپسند، دلچسپ ۽ دلفريب طرز سان پيش ڪنداسون ته سندن فائدو نهايت گهڻو ۽ جٽادار ٿيندو.

- ۽ ڪامياب افسانه نگار اهو آهي، جو واقعات کي اهڙيءَ طرح سان پيش ڪري، جي دل ۾ کپي وڃن، ۽ دل چاهي ته انهن کي ور ور ڏيئي پڙهجي!

گوورڌن محبوباڻي

# ”ڪاري“

خدا ڄاڻي، ڇوريءَ ايڏو حسن الائي ڪٿان آندو هو! سندس هر حرڪت ۾ مستي هئي، هر ادا ۾ جادو. خبر ناهي انساني اولاد هئي يا پَريءَ پيٽان ڄائي هئي!

شام جو مٿي تي کير جي ڇونري ۽ سنهڙيءَ چيلهه تي ڏانو هٿ رکيو، ٺلندي ٺمڪندي، کلندي مرڪندي، ڳوٺ مان لنگهندي هئي ته ويچارن ڳوٺاڻن جي بيوس دلين مان ڄڻ بجليءَ جي لهر ڊوڙي ويندي هئي. پير کان چوٽيءَ تائين سندس انگ انگ ۾ عجيب ڪشش هئي. شايد مالڪ واندڪائيءَ ۾ ويهي سندس جسم گهڙيو هو.

ڪمال هو! سندس ڪارا ڪارا وار واسينگن جيان سندس ويڪرن ڪلهن تي پيا جهولندا هئا. سندس موڪريون آبدار اکيون اشارن ئي اشارن ۾ ڪا مٺڙي ٻولي پيون ٻولينديون هيون ۽ سندس تنگ چولي مان اپريل تازو ڦٽل جواني ڇُلڪندي هئي، ته ويچارا ڳوٺاڻا آهون ڀريندي ئي رهجي ويندا هئا. ٿياڪي الائي ڪٿان ڇوراڻي آئي هئي آها مست جواني!

سندس نالو هو ٻاڻي. شادي ڪئي ٻه مهينا مس ٿيا هئس. پروچڻ هئي. سندس خاوند پيربخش ڪيس ساڍن ٽن سون ۾ گهني آيو هو. ساڍا ٽي سؤ ڪا معمولي رقم ڪانهي. هن غريب ڏنار ست سال رَتُ سَتُ ڏيئي ساڍا ٽي سؤ ميڙيا هئا. پر ايڏي مالي هَڻَ ٻاڻيءَ لاءِ هڪ ئي ڏينهن ۾ ڏيئي ڇڏي. ان هوندي به هو نفعي ۾ هو. ڇو ڪين؟ جڏهن دوستن جي وچ ۾ ويهي پنهنجي شاديءَ جو ذڪر ڪندو هو، تڏهن سندس يار مٿس رشڪ ڪائيندا هئا. ”خبر ناهي ٻلبل ڪٿان ڪاري ڪانوَ جي ور چڙهي ويئي!“ هو حسد وچان چوندا هئا. ان وقت پيرو فخر وچان مشڪي پنهنجي لنبي مُڇَ وٽڻ شروع ڪندو هو.

سچ پچ ٻاڻيءَ جي اچڻ کان پوءِ پيروءَ جو بخت کليو هو. سندس ڪمائي به ٻيڻي ٿي چڪي هئي. ٿيندي به ڇو نه؟ اڳ جڏهن پيرو پاڻ کير وڪڻندو هو، تڏهن روز ڪنهن نه ڪنهن سان آڪڙيو ضرور هو. سڀاءُ ئي اهڙو هوس. خسيس ڳالهه تي جوش وٺي ويندو هوس ۽ پنهنجا پڪا پڪا گراهڪ به ڦٽائي ڇڏيندو هو. پر ٻاڻيءَ ۾ ٽندي ڪاله هئي. هن ۾ ميناج هو. عجيب ميناج! هر گراهڪ سان هوءَ مشڪي ڳالهائيندي هئي، ڏاڍو ٺٺوڙ پريو وهنوار ڪندي هئي. ڳوٺاڻا هن جي مرڪ تي مشتاق هئا.

ويچارو ڇُتل ڪوري ته سويلئي ڪم ڪار لاهي، درجي ڇانٽ تي ويهي، ان وسيليءَ ٻنائيءَ جو ٻه ٽي ڪلاڪ انتظار ڪندو هو. اهي ٻه ٽي ڪلاڪ هو الائي ڪئن گذاريندو هو، ۽ ٻنائي جڏهن ٻيل جيان ٽلندي ڏانهنس ايندي هئي، تڏهن سندس پيلو سڪل منهن گلاب جي گل وانگر ٽڙي پوندو هو. پر ٻنائي ته ڪيس ڪير چڪو ڏيئي، مرڪي، ڪن ٻل ۾ هلي ويندي هئي ۽ ويچارو ڇُتل دل تي هٿ رکي، وات ڦاڙي، اتي ويٺوئي رهجي ويندو هو.

گهٽ تعدي خميسي درزيءَ سان ٻه ڪالهه هئي. جڏهن ٻنائي لڏلدي ڪڏلدي سندس دڪان پرسان لنگهندي هئي، تڏهن پروچڪي ڳالهوري جي لوڏ ڏسي ويچاري خميسي جي ڪنڌي هٿن ۾ ڪليل ئي رهجي ويندي هئي. درد جو ماريو اکيون ڇنڀيندو هو، هلڪي ڪنگهڪار ڏيندو هو- پر ٻنائي ڏالهنس نهاريندي به ڪين هئي. هار ڪائي خميسو خارن وچان لنبين مچن ڪي وات ۾ دٻائي، چپ ڪي چڪ هاڻي ڀڻ ڀڻ ڪندو هو، ”ظالم ڪني جي! نياڳي اک ڪٿي نهاري ٻه ٽي“.

پر وئل هو ويچاري عثمان سان. بيڪار انسان هو. آفيم ڪائي سڄو ڏينهن ڳوٺ جي لنڊيءَ بازار ۾ ڪٽي نه ڪٽي، روڳي ڪتي وانگر پيو هولدو هو. پر شام جو جڏهن ٻنائيءَ جي پيرن جي آهٽ ٻڌلدو هو، تڏهن هڪدم آئي کڙو ٿيندو هو. ليڪن اجا پنهنجي وڏي پڳ سنڀالي مٿي تي رکندو به ڪين هو، ته ٻنائي ٽانگڻ وانگر وراڪو ڏيئي الائي ڪيڏانهن گم ٿي ويندي هئي، ۽ هو زهر ڪاڌل انسان جيان لڇندو ڦٿڪندو، وري آفيم ذري ڪائي ليٽي پوندو هو.

ڪرمپور جو لنڊڙو ڳوٺ، جتي سڄو ڏينهن ماڻائي ۽ موڳائي لڳي پيئي هوندي هئي، آتي ٻنائيءَ جي مرڪ ماڻهن جون دليون ٻهار ٻهار ڪري ڇڏيندي هئي. ان لنڊڙي ڳوٺ ۾، جتي سائيڪو گهر مس هئا، مان سڪول ماستر هوس. شام جو ڳوٺ جي ٻاهران چڪر هڻي، ڏيٺن پرٺي اچي سڪول جي پرسان پنهنجيءَ ڪوٺڙيءَ ۾ ويهندو هوس. اوڏيءَ مهل ٻنائي ٻه ٻين ڪي ڪير پهچائي سون وٽ ايندي هئي. آهائي مرڪندڙ ٻنائي، آهائي چنچل ۽ چلولي ٻنائي. مان ڪائنس اڌ سير ڪير وٺندو هوس، پر ان لاءِ هوءَ، اڌ ڪلاڪ لڳائيندي هئي. ڀهرين اوٻاريون نهواريون ڳالهيون ڪندي هئي. ڪڏهن مڙس جي شڪايت ته ڪڏهن ڏڻ جي ٻچار. پوءِ مس مس ڪري ٻه لوٽيون ڪير جون ڀري ڏيندي هئي ۽ آخر ۾ چپن تي مٺي مرڪ آڻي، معصومن وانگر اکيون ٽمڪائي، مذاق ڪندي موٽي ويندي هئي پنهنجي بستيءَ ۾. سندن بستي منهنجي سڪول جي ٺٺين پاسي هئي. آتي ويهارو ڪن گهر هئا پروچن جا.

ٻنائي شايد جادوگرڻ هئي، جو ماڻهن کي هڪ ٿي مرڪ سان موهي ڪين پنهنجي وس ڪري ڇڏيندي هئي. هوءَ هميشه مرڪندي هئي. الهن ٻن مهينن جي عرصي ۾ مون ڪڏهن

۾ سندس چهري تي ذرا ۾ غمگيني نہ ڏٺي. البت هڪ ڏينهن هوءَ مون وٽ ڪجھ دير سان آئي. ڏٺم تہ سندس چپن تي آها موهيندڙ مرڪ ڪالہ هئي. نهايت گنڀير ٿي لڳي. اينءَ ٿي مون کي اڏ سير ڪير ڏنائين ۽ چپ ڪري بيهي رهي. مون حيرت مان پڇيو تہ "ٻانڊي! منهن ڇو سڄايو اٿئي؟"

هن لڪو جواب ڏنو، نہ وري آتان چُري.

مان ٻانڊيءَ جي غمگينيءَ جو سبب ٺيڪ طرح سمجهي نہ سگهيس. تڏهن ۾ شڪ ٿيو. پڇيومانس، "ٻانڊي! ڳالهائين ڇو نٿي؟ ڀيروءَ مار ڪئي اٿئي ڇا؟"

"مار ڇو ڪندو؟" مس مس ٻانڊيءَ چپ چوريا.

"تہ ٻوءِ ڏٻڏريءَ والڪر ڦوڪيي جو ٻيٺي آهين؟" مون مذاقي لوع ۾ پڇيو.

ٻانڊي ٿورِين ٿورو منجهي ۾ ٻوءِ چيائين، "سائين! وڏيري کي سمجهائي ڇڏيو."

"ڇا سمجهايانس؟" مون عجب مان پڇيو.

ٻانڊي وري ۾ ٿورو هٽڪي. ۾ ٻوءِ جوش مان چيائين، "مالدار آهي تہ پنهنجي لاءِ آهي. اسين برابر غريب آهيون، ۾ عزت اسان کي ۾ پياري آهي."

هاڻ ڳالھ ڪجھ ڪجھ منهنجي سمجھ ۾ آئي، پر تڏهن ۾ اڻ ڄاڻ جيان پڇيم، "ڇوڇو؟ ڇا ٿيو آهي ٻانڊي؟"

ٻانڊيءَ ڪنڌ جهڪائي غصي ۾ چيو، "خبر ناهي، سائين! هيءَ وڏا ماڻهو اسان غريبن کي سمجهون الائي ڇا ٿا؟ مون کي پنهنجو خاوند آهي. خدا قسم! مان اهڙن وڏيرن کي ٽڪ هڻي ۾ نہ پڇان."

ٻانڊيءَ جو جوش ٻہ مزيدار هو. مون کان کل نڪري ويئي. مون ذرا طعني مان چيو، "ٻر ٻانڊي؟ ان ۾ هن غريب جو ڪهڙو ڏوھ؟"

"ڇو؟" ٻانڊيءَ پڇيو.

مون ورائيو، "ٻانڊي! تون ۾ تہ مڏيءَ ڪاتيءَ سان ماڻهن کي ڪُهيي رهي آهين. ڪڏهن آئيني ۾ پنهنجي صورت ڏٺي اٿئي؟"

"هون! مان ڪنڌ ۾ وجهان آئيني کي، باھ ڏيان صورت کي." ٻانڊيءَ شوخ ٿي، نهايت وڻندڙ ادا سان بدن کي لوڏي چيو.

پر ان شوخيءَ ۾ مرڪ لڪل هئي. هن آهستي آهستي پنهنجي نرم چپن کي چڪ پائي مرڪ کي روڪي ورتو ۽ پنهنجي چمڪندڙ نيڻن کي ڏاڍي ناز سان ڪٺي جهڪايائين. هوءَ حسين هئي. سارو ڳوٺ مٿس مفتون هو، ان جي ڪيس ۾ ڄاڻ هئي. هن کي ۾ پنهنجي حسن تي ناز هو. ٻوءِ پنهنجي ساراھ ٻڌي هوءَ ڪيئن نہ مرڪي؟

ٿي ڏينهن ٻانڊيءَ کي ڏٺم تہ آهاڻي ٻانڊي هئي - هرڻيءَ جيان چلولي ۽ چنچل. گلاب جي گل کان وڌيڪ موهيندڙ! پر اڃا هفتو ۾ ڪين گذريو، جو هڪ ڏينهن مون هُنَ جي چادوءَ پري مرڪ وري آداسيءَ جي چادر ۾ لپيٽيل ڏٺي. ان ڏينهن هوءَ نهايت غمگين هئي. مون وٽ آئي. ڪجھ ڪڇڻ بنان اڏ سير ڪير ڏنئي، پنهنجي بستيءَ ڏي وڃڻ لڳي. مان حيران

تي ويس. سمجهي نه سگهيس ته وري ڪهڙي پري آئي هئي هن غريب تي! آخر سڏ ڪيو مانس، "ٻلاٽي! ٻلاٽي! ڳالهه ته ٻڌا!"

هوءَ ڪين ٻولي.

لاچار قسم ڏنو مانس، "ترس ٻلاٽي! پيرءَ جو سنهن اٿيئي. ٻيهه اِتي!"

هوءَ بيهي رهي، پر مون ڏي منهن نه ورايائين. نزديڪ وڃي ڏٺم ته نيڻن مان لڙڪ لڙي رهيا هئس. ڪنير ٿي پڇيو مانس، "ڇو ٻلاٽي! وري وڏيري ڪجهه چيَئه ڇا؟"

ٻلاٽيءَ جي ڳوڙهن جو ڄڻ ته بند ٽٽو. سڏڪا ڀري چيائين، "سائين! مون کي ڪل ڪانه هئي ته ڳوٺ جو ابو به ڪو اهڙو ڪميڻو هوندو".

مون اتاوليءَ مان پڇيو ته "ڇو؟ ڇا ٿيو آهي؟"

ٻلاٽيءَ ڳوڙها اگهي، جوش مان چيو، "مان ڪير وڪڻڻ ٿي وڃان، پنهنجي عزت وڪڻڻ ڪين ٿي وڃان. بدمعاش ڪٿي جو! سمجهي الائي ڇا ٿو؟ جڻ ڪير ڪين ٿو خريد ڪري، پر مون کي ٿو ملهه ڏئي. بي حيا! ايترو به نٿو ڄاڻي ته چرچي جي به آخر حد ٿيندي آهي. ڪليو ڪلابو، سيني جي منهن تي جيڪي ٿو اچيس سو ٿو وٺي!" ائين چئي، ٻلاٽي وري اچي روئڻ ۾ چنڪي.

مون هن جي ٻنل ليڪن ۾ نهاريو. ان ڏينهن مون کي معلوم ٿيو ته ٻلاٽي جيتري حسين ۽ دلڪش هئي، اوتري ئي غيرتمند پڻ. مون چيو، "ٻلاٽي، ٻار آهين ڇا؟ روئين ڇو ٿي؟ بس ڪر! اڄ مان پاڻهي وڏيري کي منع ڪندس".

"منع ڪريوس ڀا نه،" ٻلاٽيءَ ڏکاري آواز ۾ چيو، "مان هاڻ ڪير وڪڻڻ لاءِ هن ڳوٺ ۾ هرگز نه ايندس."

مون مذاقيءَ نموني ۾ چيو، "ائين نه ڪر ٻلاٽي! تون نه ايندينءَ، ته ڳوٺ جي نزاڪت ئي اڏامي ويندي".

پنهنجي ساراهه ٻڌي، هوءَ اڳي جيان مشڪي ڪين. وڌيڪ ناراض ٿي چيائين، "توهين به ٿا ائين چئو؟"

ان هڪ سٽ ۾ اها تنبيهه هئي، جو مان چپ ٿي ويس. ٻلاٽي هلي وئي، پر مان اتي ئي ويٺو رهيس. سوچڻ لڳس: ٻلاٽي غريب پر ڪيڏي نه شريف آهي؛ ۽ وڏيرو......؟ هو ته وڏو ماڻهو ٿيو. الائي ڇو وڏن ماڻهن کي غريبن جي خوشين سان کيڏڻ ۾ مزو ايندو آهي!

منهنجا پير از خود وڏيري جي اوطاق ڏي وڌڻ لڳا. مان ماستر هوس. ڳوٺ جي سڀني ماڻهن تائين منهنجي هلندي هئي. سڀ منهنجي عزت ڪندا هئا. سوچيم وڏيري کي سمجهائيندس، ته سمجهي ويندو.

پر وڏيرو ته وڏيرو ئي نڪتو. منهنجي ڳالهه ٻڌي، ڏند ڪڍي لڳو ٺهه ٺهه ڪرڻ. جهڙو حيوان! پوءِ مون ڏي نهاري چوڻ لڳو، "واهه ماستر صاحب واهه! زوراور! مون ته ڪٿي چوريءَ مان چرچو ڪيو. هن الائي ڇا سمجهيو؟ پر هوڻن به اڄ ڪلهه چوريءَ

جو دماغ چوٽ چڙهندو ٿو وڃي. پاڻ کي سمجهي الائي ڇا ٿي! اسان جي راڄ ۾ رهي اسان جون ڳلائون ٿي ڪري. ڪمذات ڪٿي جي! پر ماستر صاحب! مون ته سائس چرچو ڪيو، خسيس چرچو. اعتبار نه اچيوَ ته جمن کان پڇجو. هو به اوڏيءَ مهل هتي بيٺو هو."

مان چپ چاپ موٽي آيس، پر وڏيري جا لفظ منهنجي ڪنن ۾ گونجندا رهيا. واهه! خسيس چرچو!

مان سوچڻ لڳس: هي وڏا ماڻهو به ڪهڙا نه عجيب آهن. غريبن جي عزت وٺڻ به هنن لاءِ ولندر آهي، خسيس چرچو آهي. سوچيندي سوچيندي مان اچي اسڪول جي ڀرسان وهندڙ واهه جي لنڊڙيءَ پل تي ويٺس، ۽ خبر ناهي ڪيتري دير ويچارن جي وهڪري ۾ وهندو رهيس.

اوچتو سامهون ٻروچن جي بستيءَ مان گوڙ شور جي آواز منهنجي خيالن جو سلسلو ٽوڙي وڌو. دل ڌڙڪڻ لڳي. ڪنهن اڻسوڻ جا آثار نظر اچڻ لڳا. ٽڪوي ٽڪوي وک کڻندو، اچي هيروءَ جي جهوپڙيءَ پرسان بيٺس. اتي ڇا ڏٺم......؟

ٿورڙو دور ٻروچن جو ميڙاڪو مڙيل هو ۽ هيرو ٻانهيءَ کي وارن کان گهلي، ڪيس ڪهاڙيءَ جي ڳن سان ڪُٽي رهيو هو. مون ڊوڙي سندس ٻانهن جهلي چيو، "چريو ٿيو آهين ڇا هيرو! هن مسڪين کي ڇو ٿو مارين؟"

"تون وچ ۾ نه پؤ، ماستر!" هيروءَ ٻرون ٽاڻي ورجايو، "اڄ مان هن حرامزاديءَ کي سڌو جهنم اماڻيندس. ڪُتي ڪنهن جاءِ جي! ڪُتيءَ بزار مان چيلهه لوڏائيندي، اکيون موڪائيندي ٿي لنگهي. گري گنجي سان چرچا مسخريون ڪندي وتي. اڄ ته وڏيري سان...؟"

مون اٿاوليءَ مان چيو، "هيرو! گمراهه نه ٿيءُ. ٻانهيءَ جو ڪو قصور ڪونهي."

منهنجي سمجهاڻيءَ الٽو باهه تي تيل جو ڪم ڪيو. ٻروچڪي رت ۾ ٽهڪو آيو. ٽالڊن جهڙيون لال لال اکيون ٿوناڙي هيروءَ رڙ ڪئي، "هٽي ٻري ٿيءَ! مون کي سڀ خبر آهي. جمن مون سان سربستي ڳالهه ڪئي آهي." ائين چئي، ٻانهن ڇڏائڻ لاءِ هن زوردار جهٽڪو ڏنو. مان ٿيڙ کائي وڃي پري ڪريس. ان وچ ۾ ٻانهيءَ آئي، ڀڄي ڇٽڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هيروءَ هٿ وڌائي ڪيس وارن کان پڪڙي ورتو ۽ لاپرواهيءَ سان پنهنجي تيز ڪهاڙي ٿيراڻي هن جي ڳچيءَ تي وهائي ڪڍيائين. "وٺ رن جي ڌيءَ! مَرُ اتي!"

دانهن ڪري ٻانهي پٽ تي ڪري پيئي. هن جي ڪنڌ وٽان خون جو ڦوهارو وهي پيو ۽ زخمي ڪبوتر وانگر ٿڙڪي ٿڙڪي هوءَ اتيئي ٺنڍي رهي.

اهي مٺڙا مٺڙا لبڙ هميشه لاءِ بند ٿي ويا. اهي واسينگي وار خون سان آليءَ مٽيءَ ۾ تر ٿي ويا. اها چست ۽ مست جواني منٽن ۾ مرجهائجي وئي. ويچاريءَ ٻانهيءَ پنهنجو چمڪندڙ چهرو خاڪ ۾ ائين لڪائي ڇڏيو، ڄڻ ڪيس اسان لاءِ نفرت هئي.

مس شمس صديقي

# هڪ ڪردار، سؤ افسانا

لئين سال جي خوشيءَ ۾ اسان جي ڪاليج جي ڇوڪرين کي اعزازي لقب القاب مليا- قوم جي سڀاڳن سپوتن وٽان ........ واقعي تعليم جو مقصد صرف اهو ته نه آهي ته هر وقت پنهنجي تعليم يافته هئڻ جو ثبوت، خواه مخواه جي اخلاق ڏيکارڻ سان يا تميز سان پيش اچڻ سان، ڏلو وڃي؛ ۽ نه ڪتابن پڙهڻ جو اِهو مطلب آهي ته سقراط وانگر حسن ۾ به ماديءَ افاديت جو پهلو ڳولجي. ليسنگ به ته فيلسوف ئي هو، جنهن کي بدصورتيءَ ۾ به جماليت جي جهلڪ نظر ايندي هئي! آخر وجدان به ته ڪا شي آهي؛ روحاني مسرت به ته سڪون بخشي ٿي- ذهني سڪون. پيٽ ڀري ماني کائڻ انسان جي زندگيءَ جو واحد مقصد ته نه آهي - اوڳاڇيون ته جانور به ڏين ٿا! پوءِ انسان اشرف المخلوقات ڇو ٿو سڏائي؟ انسانيت جو معراج ذهني تربيت ۽ دماغي صحت منديءَ تي مدار رکي ٿو؛ ذهن کي جيلا علم بخشي ٿو......

سو، پنهنجي لئين سال جي هنن تعريفي القابن کي ڏسي، اسان کي پنهنجي ڪاليج جي طالب علمن جي ذهني بلنديءَ جو واقعي قائل ٿيڻو پيو. هڪ هڪ لقب مان سندن ذهانت ظاهر هئي - سنجيدگيءَ ۽ شرارت سان مليل جليل ذهانت. سندن هر تعريف ۾ ممدوح جي شخصيت ائين ظاهر هئي، ڄڻ آن جي اڳيان آئينو رکيو ويو هجي. سچ پچ ته هُن جو لقب پڙهي، اسين چپ ٿي ويهي رهياسين. سندس لالي جي پرسان اردو شاعر "غالبءَ" جو هي شعر لکيل هو:

"وه بدگمان که مجهے تابِ رنجِ زيست نهين؛
مجهے يه غم که غمِ جاودان نهين ملتا!"

پوءِ ته سڀني ڇوڪرين جي توجه جو مرڪز هن جي ذات ٿي پئي. هن جو هر وقت مغموم رهڻ، ۽ هڪ پيرو ڳالهائڻ ۾ پوڻ ته لڳاتار ڳالهائيندي رهڻ - اِها اسان هُن جي خود-قراريت سمجهي.

هوءَ ايف. اي ۾ پڙهندي هئي. منهن مان ڪم عمر لڳندي هئي. لمبو چهرو، ڊگهو نڪ جنهن تي ڪارا ڪارا سنهڙا تر، جيڪي هن جي پيليءَ رنگت کي وڌيڪ نمايان ڪندا هئا. ميرا ميرا ڏند - ڪاش هن کي احساس هجي ته هن جي موقعي بي موقعي گهٽي ڳالهائڻ

جي عادت کان اسين ايترو عاجز نہ هيوسين، جيترو هن جي وات جي ٻانس کان - هن جي دوران گفتگوءَ ۾ اسان کي ساهہ روڪي ويهڻو پوندو هو. هن جو اک نقشو معمولي هو؛ جيڪڏهن ڪا جاذبيت هئي، تہ هن جي اکين ۾ - جن ۾ ذهانت جي غيرمعمولي چمڪ هئي، ۽ هن جي قد ۾، جو جدائيءَ جي رات کان بہ ٻہ چار هٿ ڊگهو هو! پنهنجو لقب ٻڌي هوءَ حيران ٿي وئي؛ اکيون ڦاڙي ڪيتري دير تائين هن جو بت بڻي بيٺي رهي. پوءِ هن بي اختيار چئي ڏنو: "پر...... پر هنن کي ڪنهن چيو!" هن بي خياليءَ ۾ تائيد ڪئي - انهيءَ راز جي، جو "بالائي نوٽيس بورڊ" اچي چڪو هو. مان ۽ نازنين انهيءَ وقت ٽيبل ٽينس کيڏي رهيون هيوسين. نازنين زور سان 'ريڪٽ' بال کي هنئين - تمام خوبصورت شاٽ هو، پر اتفاق سان ميز تي ويو، ۽ بال سامهون پٽ سان لڳي واپس مون ڏي آيو. 'ريفريءَ' پڪاريو: "نيٽ آل" (پنهنجي پاسي ويهہ مارڪون). هينئر مون کي 'سروس' ڪرڻي هئي - منهنجي ڪلاس جون ڇوڪريون مون کي 'ٻُڪ اپ' ڪرڻ (همٿائڻ) لڳيون - صرف ٻہ مارڪون، ۽ راند منهنجي هئي. مون رڱي کي ٺيڪ ڪيو - ڪٿي الجهي نہ پوي. نازنين رومال سان منهن اگهيو، ۽ ڪرائيءَ ۾ رومال ٻڌڻ لڳي - صرف ٻہ مارڪون، ۽ راند هن جي هئي! سين پنهنجيءَ پنهنجيءَ جاءِ تي مضطرب هيوسين. ٺيڪ انهيءَ وقت هُن نازنين کي مخاطب ٿي چيو، "پر...... پر هنن کي ڪنهن چيو؟"

"چا؟" نازنين بيزاريءَ مان پڇيو.

انهيءَ وقت هن جو دخل در معقولات سچ پچ تہ مون کي بہ نہ وڻيو.

"اهو ٿي تہ مون کي غمِ جاودان جي تلاش آهي، ۽ انهيءَ لاءِ منهنجون سپني ۾ اکيون آهن......!"

"سپني ۾ اکيون آهن!" مون کي عجب لڳو. شعر جي مطلب کي هزار مجازي معنائن پهرائڻ سان بہ اهو مفهوم کولہ تي اڪتو. مون مشڪيو. انسان جي شخصيت ڪهڙا نہ بهانا ٿي گولي پنهنجي اظهار جا! ساڳئي وقت مون کي هن جي معصوميت تي پيار بہ آيو. اِها هن جي معصوم سادگي ٿي تہ هئي، جنهن شيرين ديوانگيءَ جي صورت اختيار ڪري، هن کي غمِ جاودان جو متلاشي بڻايو هو. غمِ جاودان جو حصول هن جي شخصيت جي تڪميل ڪندو يا تشڪيل ... ڪير چائي!

نازنين خارن مان چپ پيڪوڙي هن کي گهوريو...... "ڏس تنهنجو هن طرح پريشان ٿيڻ جيڪڏهن قبل از مرگ واويلا نہ آهي، تہ بعد از مرگ تہ ضرور آهي. مون کي ڪهڙي خبر تہ ڪنهن چيو ڪمبختن کي...... ڪاليج جا ڇوڪرا تيليءَ کي ٿنڀ بنائڻ وارا تہ هوندا ٿي آهن. ٿي سگهي ٿو تہ تنهنجي روئڻي صورت ۽ اداس منهن مان اندازو لڳايو هجين". وري ٿورو مشڪي چيائين، "ائين بہ ممڪن آهي تہ تنهنجيءَ شاعريءَ توکي رسوا ڪيو

هجي. ”پلېز مائي ڊيئر پوئٽيس لارئيٽ“ (Poetess laureate)، مون کي ڪم ختم ڪرڻ ڏي!“
۽ هوءَ شتر بي مهار جي چال هلندي، بالڪنيءَ ۾ هلي ويئي. هن جي سرو قد تي اِها چال
هر و پرو خراب ٿي ڪان لڳندي هئي.

* * *

لڳا تار ڏيڍ پيريڊ لڪندي، اسين اڪيجي پيون هيونسين. سرديءَ ۾ هونءَ به هٿ
پير ساڻا ٿي ويندا آهن، ۽ تنهن ڏينهن ته غضب جي سرد هوا ٿي لڳي. لڳن مان سيات
پئي نڪتا، ۽ وري موضوع به ’بورلنگ‘ هو ـ پالينڪس ايترو خشڪ مضمون به نه آهي،
پر ليسي فيئر (Laisses Faire) جو نظريو الانجي اسان جي سمجهه ۾ چو نه ٿي آيو. نظريو
ايترو مشڪل ڪونه هو، جيترو انهيءَ جي تنقيدي جائزي اسان کي منجهايو هو. پروفيسر
اڌ پيريڊ پيو به سمجهائڻ ۾ ورتو ـ خدا خدا ڪري ڪلاس ختم ٿيو ۽ اسان اطمينان جو ساهه
کنيو. گرلس ڪامن روم خالي هئي. چوڪريون ڪلاسن ۾ هيون. خالي ٽيبل ڏسي، رالد
جي شوق ۾ سڄي بيزاريءَ جي ڪيفيت دور ٿي وئي. مون ڪاپي پينسل ٽيبل ٽپائيءَ تي رکي،
ريڪٽ کنئي، ۽ ٻي ريڪٽ نازلين کي ڏيندي مون چيو، ”اچ کيڏون“! ايتري ۾ بالڪنيءَ
جو در پٽي، ٿڌيءَ هوا جي جهوٽي سان گڏ، هُن ڪمري ۾ قدم رکيو. هوا جي لڳڻ سان
اسان کي وري شدت جي سرديءَ جو احساس ٿيو. مون جلدي جلدي ڪوٽ جا بٽڻ پائڻ
شروع ڪيا. نازلين شال ۾ پاڻ کي چڱيءَ طرح ليٽڻ لڳي، ۽ قريب قريب روئي ڪندي هُن کي
چيائين، ”خدا جي واسطي در ته بند ڪر. تون هن غضب جي سرديءَ ۾ ٻاهر بالڪنيءَ ۾
ڇا ڪري رهي هئينءَ؟“ مون هن جو جائزو ورتو، جا شدت جي سرديءَ ۾ بالڪنيءَ ۾
هوائون کائي رهي هئي! غراري ۽ ململ جي ڪڙتي مٿان هڪ تهائون هلڪي سائي رانگ
جو سيئٽر پاتل هوس ۽ ململ جو گلابي رئو ڪلهن تي پيو هوس... پريشان وار جيڪي گهڙيءَ
گهڙيءَ منهن تان پري ٿي ڪيائين! مون کي سيئٽر مٿان ڪوٽ پيل هو، تڏهن به سرديءَ
ڪان منهنجون پاسريون ٿي ڪنبيون: ۽ هوءَ برساتي موسم جي خوشگوار شام جو لباس پائي،
منهنجي سامهون بيٺي هئي ـ ملول منهن ۽ سڄيل اکين سان! ڇا غم ۾ ايترو تاثير آهي، جو
هر احساس کان انسان کي بي نياز ڪيو ڇڏي! ”پر هن کي اهڙو ڪهڙو غم آهي؟“ مون سوچيو.

”سڀ در دريون بند هئا: منهنجو ته دم ٿي گهٽيو: تنهنڪري مان بالڪنيءَ ۾
لڪري ويس: تمام سٺي هوا پئي لڳي ـ ايترو لطف ٿي آيو! ٿڌي ٿڌي هوا جهڙي هير ٿي
لڳي!“ هي نازلين جي سوال جو جواب هو. ”ٿڌي هوا جهڙي هير“ ـ مون سوچيو ”سيارو نه
ٿيو، بهار جي موسم ٿي......!“

”بيشڪ اهڙي ٿڌي پُرلطف هوا، جا بادِصبا کي به شرمائي ڏئي: ۽ وري گلن جو
مستانو وار جهومڻ ۽ ڪوئل جو ڪوڪڻ ـ سچ پچ اهڙيءَ موسم ۾ ڪهڙو ڪافر هوندو، جو

لطف و سرور جي شوق ۾ مرڻ نہ چاهيندو!“ نازلين پنهنجون وڏيون وڏيون شربتي اکيون ٽمڪائيندي، هڪ اک ٻوٽي، هن ڪي اشارو ڪندي چيو.

هُن جو آداس منهن ويتر اُداس ٿي ويو. هوءَ چپ چاپ پرسان پيل ڪرسيءَ تي ويهي رهي. نازلين ڪي شايد پنهنجيءَ زيادتيءَ جو احساس ٿيو- هوءَ ريڪٽ رکي، ڪرسي سوري، هن جي پرسان ويهي رهي. مون بيدليءَ سان ڪاپي کولي، ۽ نوٽس پڙهڻ جي ناڪام ڪوشش ڪرڻ لڳس...... هوءَ چئي رهي هئي- ”گذريل رات تارن کي ڏسي، مون کي الائي ڇو ڏاڍو روئڻ آيو! آماس جون راتيون ۽ ڪيتريون نہ حسين ٿين ٿيون- ڪاري ڪاري آسمان تي زرد روشن ستارا ڪهڙا نہ سهڻا لڳندا آهن!“

’سياري جي اونداهين راتين ۾ آسمان تي تارن جي محفل هن کي بند ڪمري ۾ آتشدان جي نزديڪ ويهي تہ نہ نظر ايندي هوندي...‘ سياري جي رات ۾ اگڻ ۾ نکري يا دريءَ ۾ ويهي آسمان تي ستارن جي بهار ڏسڻ جي خيال ئي منهنجي بدن ۾ سرديءَ جي لهر ڊوڙائي ڇڏي...... ’اُف خدا! هيءَ ڇوڪري- ڪٿي هن جو دماغ! هيءَ ڇو غمگين ٿي رهي؟ ڪٿي هن کي ڪنهن سان......‘ اتي مون کي هن جا لفظ ياد آيا تہ ”منهنجون سپنيون ۾ اکيون آهن!“ ’تہ ڇا هيءَ هرڪنهن تي......؟ آخر هن کي آهي ڪهڙو مرض؟‘ خارن وچان مون ڪاپي بند ڪري ڇڏي.

ڇوٿون پيريڊ ختم ڪري، اسين گهر ٿي آيوسين: رستي ۾ مون نازنين کان هُن جي باري ۾ پڇيو. ناز مشڪي مون ڏي ڏنو ۽ چيڙائڻ طور چيائين، ”مون، ’چارپائي و ڪتابي چند‘- مون تہ توکي اڳ ۾ ئي چيو هو تہ صرف ڪتابن پڙهڻ سان علم ڪونہ ايندو آهي. سڪٿون اٿي تہ زندگيءَ جي اکين ۾ اکيون وجهي ڏس. نفسيات ٿي پڙهين، ۽ هن کي سمجهي نہ سگهي آهين!“

”نفسيات ٿي پڙهان، چرين جي ڊاڪٽري تہ نہ!“ مون تيزيءَ سان چيو.

”۽ هوءَ چري ڪٿي آهي؟ اها تہ هن جي روشن طبع آهي جا هُن لاءِ بلا ٿي پيئي آهي! ذهني طور هوءَ پنهنجيءَ عمر کان ڏهہ سال وڏي آهي. اها هن جي ذهالت ئي آهي، جا هن لاءِ وبال ٿي پئي آهي. هن جي خيالن جي اٿاهہ گهرائيءَ تائين پهچڻ لاءِ دور رس نظر کپي. هن کي سمجهڻ لاءِ، هن جي احساسات جي قدر ڪرڻ لاءِ فرصت کپي- ۽ زندگيءَ ۾ ڪنهن کي ايتري فرصت آهي، جو هن جي دنيا جهان کان نرالي طبيعت جي باري ۾ سوچي ۽ هن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري! زندگيءَ جي باري ۾ هن جو نقطہ نظر عام سطح کان بلند آهي- هن جي تخيل جي رفعت زمين جي وسعتن تي پرواز ڪندي، ڪڏهن ڪهڪشان جي تارن کي ۽ چنڊ ٿي وڃي...جڏهن پين جا خيال سطحيت کان ٿورو ۽ مٿي نٿا وڃن. جڏهن ڪو هن جي ذهالت جي تعريف ٿو ڪري يا هن جي خيال جي رفعت کي اتفاق سان پهچي ٿو، هن جي احساسات ۽ جذبات کي هن جي صحبت مان تسڪين ملي ٿي، تہ هن جي آداس زندگيءَ

۾ بهار اچي وجي ٿي، هن جي اُداسي مسرت ۾ تبديل ٿي وجي ٿي. پوءِ هن کي دنيا ۽ ويران نٿي ڏسڻ ۾ اچي. هن کي ائين ٿو محسوس ٿئي ته دنيا ۾ هن جو به ڪوئي آهي، جو هن کي پنهنجو سمجهي ٿو، جنهن کي هن جي حساس طبيعت جو خيال آهي، جنهن کي هن جي جذبات جو قدر آهي ـ ۽ پوءِ هوءَ اکيون بند ڪري، هن جي پرستش شروع ڪري ٿي. ۾ هر وقت جيڪڏهن ڪوئي بقراط سقراط بڻيو رهي، هر وقت ذهانت جو ثبوت ڏيندو رهي، ته زندگي هولڊ جهنم نه ٿي پوي! زندگيءَ جي تلخين کي گوارا ڪرڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن انسان کي حماقتن جو سهارو به وٺڻو ٿو پوي. زندگيءَ جي سخت تقاضائن کي پوري ڪرڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن هن کي آسمان جي بلندين کي وساري، زمين جي پستين طرف به متوجه ٿيڻو ٿو پوي. زندگيءَ سان مصالحت ڪرڻ لاءِ ڪيترين هزارن تمنائن ۽ آرزوئن جو خون ٿو ڪرڻو پوي، تنهن جي هُن کي خبر ئي ڪانه آهي. هوءَ هميشه اخلاقي بلندي ۽ ذهني رفعت جي معراج تي پنهنجي خيالن جي پيڪر کي ڏسڻ ٿي چاهي; پوءِ ڪڏهن ڪڏهن حقيقتن سان سُنهن مقابل ٿيڻ ڪري هن کي مايوسي ٿي ٿئي; هن کي دنيا ويران ٿي نظر اچي; پريءَ دنيا ۾ پاڻ کي اڪيلو ٿي محسوس ڪري; ۽ اهو احساسِ تنهائي هن جي زندگيءَ جي ويرانيءَ کي وڌيڪ ويران ٿو ڪري ڇڏي. جڏهن ويرانيءَ جو احساس وڌي ٿو وڃي، ته هن کي ائين ٿو محسوس ٿئي جڻ ته اها ويراني هن کي ڳڙڪائي ويندي، ۽ هن جو دم ٿو گهٽجڻ لڳي. ۽ پوءِ هوءَ سياري جي سرد هوائن ۾ به بالڪنيءَ ۾ وڃي ٿي ويهي رهي."

هن جي آخري جملي تي مون مرڪيو.

"پر هن کي ته مردن کان نفرت آهي. جنهن جو اظهار هن پنهنجن مضمونن ۽ مباحثي جي تقريرن ۾ هميشه پئي ڪيو آهي،" هن جي شخصيت جي هن عجيب و غريب تجزيي تي متعجب ٿي مون چيو.

"هون ـ 'ڪدو ڌاڪ نه پچي، آڪي ٿو ڪتا!' جڏهن جو هن جي بلند تخيل کي لٽا پهچي سگهن ۽ نه وري هن ۾ ئي همت آهي جو عام سطح تي اچي، زندگيءَ سان مصالحت ڪري سگهي ـ اهڙيءَ حالت ۾ هوءَ مردن کان نفرت ڪرڻ جي بهاني پاڻ کي تسلي نه ڏئي ته ڇا ڪري؟ نٿي سمجهي ته ائين ڪرڻ سان هوءَ پاڻ کي خود فريبيءَ ۾ مبتلا ڪري رهي آهي ...... اوهه! منهنجو گهر ته پٺتي رهجي ويو..." ڳالهين جي رو ۾ نازاين پنهنجي گهر کان ڪيترو پري هلي آئي هئي. اسان خدا حافظ چيو ۽ پنهنجي پنهنجي گهر آيوسين.

* * *

اڄ اسان جي ڪاليج جي بولين طرفان مسابقي (Symposium) ۾ تقرير ڪرڻ لاءِ مسٽر سهروورديءَ کي مدعو ڪيو ويو هو. اسين مقرر وقت کان ٿورو اڳ ۾ ليڪچر هال ۾ وڃي ويٺاسين. ٿوريءَ دير ۾ هوءَ به آئي ـ خلاف معمول خوشيءَ ۾ ڇهڪندي. ملول منهن اڄ بشاش هو. ويران اکين ۾ ڪجل جي ڌارا. وار سليقي سان سنواريل. هٿن ۾

ڪنگڻيون. ننهن تي "ڪيوٽيڪس" لڳل. اڇي سلوار، بلو دوپٽو، ريشمي قميص، ڪلهن تي اڇي ڪشميري شال پيل. واقعي اڄ هوءَ ڏسڻ لائق ٿي پئي هئي. وڏي ڳالهه ته اڄ مساڳ سان ڏند به صاف ڪيا هئائين. هوءَ اچي منهنجي پرسان ويٺي. سينٽ جي هلڪي خوشبو فضا ۾ پکڙجي وئي. مون دل ئي دل ۾ هن جي ذوق جي تعريف ڪئي. نازلين مون کي هن کي گهوريندو ڏٺو، ۽ مشڪي. هوءَ هڪ ڇوڪريءَ سان ڳالهائڻ لڳي. ڳالهائيندي هوءَ مونءَ به گهٽو هئي، پر اڄ هن جي ڳالهين ۾ مذاق جو عنصر به شامل هو. هن منهن ورائي مون کان پڇيو، "ڪڏهن ايندو 'لايَر' پاليٽيشن (Lawer / Liar Politician)؟" مون هن جي ذهين مذاق تي مشڪي ڏنو. نازلين کان ٽهڪ نڪري ويو. پرسان ويٺل ڇوڪرا به مشڪڻ لڳا. ڳالهين جي دوران ۾ هن دزديده نگاهن سان پريان ويٺل هڪ ڇوڪري کي به پئي ڏٺو. ٿوريءَ دير کان پوءِ هوءَ اٿي سامهونءَ واري سيٽ تي وڃي ويٺي. نازيءَ منهنجي ڪَن وٽ منهن آڻي آهستي چيو، "اَماس جون راتيون چانڊوڪين راتين ۾ بدلجي ويون آهن، پر چانڊوڪي چئن ڏينهن جي آهي."

"چوڏهن ڏينهن جي،" مون نهايت سادگيءَ سان ورائيو.

"هون" نازلين طنزاً 'هون' ڪئي، ۽ مان چئن ڏينهن جي چانڊوڪيءَ جو مطلب سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳس - پوءِ ناز مون کي ٻڌايو ته سامهون جيڪو ڪنڪرلگ وبکري پيشانيءَ ۽ ڪارين چمڪندڙ اکين وارو ڏکو ڏکو منهون ڇوڪرو ويٺو آهي، سو اڄ ڪلهه 'ميران جو ڪرشن' آهي. مون خوبصورت پيشانيءَ ۽ ڪارين اکين واري ڇوڪري کي غور سان ڏٺو. اوئي! هي ته اسان جي ڪاليج جو بهترين ڊبيٽر هو. هوءَ ڇوڪرين ۾ اول ايندي هئي، ۽ هي ڇوڪرن ۾. هُن وانگر هي به ڏاڍو ذهين ۽ سمجهو هو، پر هن جي ذهانت هُن وانگر ديوانگيءَ جي حد تائين ڪان پهتي هئي. مون نازلين کي چيو، "تمام چڱو ٿيو، جو ٻنهي جي دوستي ٿي. خوب نڀندي. ٻئي ذهين آهن."

"تڏهن ته چوان ٿي ته چار ڏينهن مس جٽاءُ ڪندي هنن جي دوستي!" نازلين سوچيندي چيو.

"سو ڇو؟" مون حيران ٿي پڇيو.

ڇاڪاڻ ته مڙد خود ڪيترو به ذهين هجي، ذهين زال ڪڏهن به پسند ڪونه ڪندو آهي. مڙد گهڻو ڪري ساده ذهن زالن سان ئي خوش رهي سگهندا آهن، جن کي هو آسانيءَ سان ساري ۽ جياري سگهن؛ جن جي اڳيان آسمان سان پنهنجي چوٽي ڪسائي، هو پنهنجي احساسِ برتريءَ جي تسڪين ڪري سگهن؛ جن تي سختي ڪري سگهن، رعب ڄمائي سگهن؛ جن جي محبت ۽ همدردي هو آسانيءَ سان حاصل ڪري سگهن. مڙد اهڙين زالن سان ڪڏهن خوش نه رهي سگهندا آهن، جيڪي حساس هجن، ذهين هجن، هنن کي مجازي خدا سمجهڻ بجاءِ ساڻن برابريءَ جون دعويدار ٿي وڃن؛ جيڪي هنن جي ڪوڙ سچ تي پرکيندڙ نظر

رکن. اهڙيءَ ڳالهه اڳيان سڄو هيسجي ويندو آهي: هن جي شڪست خورده برتريءَ جو احساس هن جي دل ۾ اهڙيءَ ڳالهه لاءِ نفرت پيدا ڪندو آهي: ۽ هوءَ پنهنجي زندگيءَ ۾ ناآسودگي وڌندي ويندي آهي، ۽ پنهنجيءَ پنهنجيءَ جام تي زهر ئي زهر جيئندا آهن.“

نازلين جو هي ڪمُهلو ۽ ٽڪائيندڙ ليڪچر ٻڌي، مون کي جيتري ڪوفت ٿي، اوتريئي هن جي انساني نفسيات جي معلومات تي حيرت پڻ ٿي.

”ڪهڙي ڳالهه ڪجي تنهنجي تجربيڪاريءَ جي!“ مون مذاق طور ڏيڍ لفظن ۾ چيو.

”تجربيڪاري نه، مشاهدو چؤ- جيڪو ڪتابن پڙهڻ سان نه، پر زندگيءَ جي اکين ۾ اکيون وجهي ڏسڻ سان حاصل ٿئي ٿو.“

. هال ۾ ويهڻيءَ جي لهر ڊوڙي وئي. اڳين قطارن ۾ ويٺل ڇوڪرن جلدي جلدي پنهنجا سگريٽ وسائيا. ”شڪر، اجهو تميز ته آئي!“ نازلين آهستي چيو. اسان جو پرنسپال مسٽر سهرورديءَ سان ”ڊائس“ تي آيو، ۽ تعارفي تقرير ڪرڻ لڳو.

”ڏس، سان مسٽر سهرورديءَ کان ’آٽوگراف‘ وٺنديس!“ هن هلڪي سائي رنگ جو آٽوگراف بڪ ڏيکاريندي نازلين کي چيو.

مسٽر سهرورديءَ جي تقرير ختم ٿي. هوءَ آٽوگراف وٺڻ لڳي، اسين هليون آيونسين.

* * *

اڄ وري هن جو منهن اداس هو. پنڊ پلڪن سان هوءَ بالڪنيءَ ۾ ويهي، پري اُفق ڏانهن نهاري رهي هئي، آهي ٿي پريشان وار... اهي ٿي ميرا ميرا ڏند... هن جي سراپا تي وحشت وسي رهي هئي. مون همدرديءَ سان هن ڏانهن نهاريو. ناز ڪرسي کڻي بالڪنيءَ ۾ وجي ويٺي. ابتري ۾ پنيوالو هلڪي سائي رنگ جو آٽوگراف بڪ کڻي آيو ۽ هن کي ڏيندي چيائين، ”هي توهان کي ناصر صاحب ڏنو آهي“. هن جي محويت سان بيدار ٿيڻ کان اڳ نازلين پنيوالي کان آٽوگراف بڪ ورتو، ۽ کولي ڏسڻ لڳي، ۽ هوءَ تلخ مرڪ سان آٽوگراف بڪ مون کي ڏيندي چيائين، ”ڏس، ذهين مرد جي ترڪش جو آخري تير!“

مون پڙهيو. هلڪي نيري پني تي ڳاڙهيءَ مس سان هي شعر لکيل هو:

”عرفي“ اگر بگريه ميسر شدي وصال،

صد سال مي توان به تمنا گريستن!

هن به ڏٺو. پڙهي مشڪي- هڪ اداس مرڪ ...... ۽ پوءِ وري پري افق ڏانهن نهارڻ لڳي ......

هوءَ تعليمي مرحلا وڏي شان سان طئي ڪندي رهي ...... پنهنجيءَ ذهانت جي پروسي ...... ڪاليج جي تعليم ختم ڪري، هوءَ يونيورسٽيءَ ۾ داخل ٿي. نازلين ٻڌايو ته ’اڄا تائين هن جي زندگيءَ ۾ اداس ۽ پورن ماسيءَ جي راتين جي اک پوٽ جاري آهي‘.

شيخ حفيظ

# ۽ مکڙي مرجهائجي وئي

ها، فرزانه مري وئي هئي...... هن جي پاليجي مري وئي هئي.

سڄو ڏينهن اسڪول ۾ پارن سان مٿا کٽ ڪري، هو منجهند جو گهر وريو هو، ته ڪتاب ڪڇ ۾ کڻي ڏينهن لاءِ تياريون شروع ڪري ڇڏيون هئائين. پالڪي سانجهيءَ جي نماز لاءِ بانگ ڏني، ته هن ويچاريو ته جهٽ پلڪ وڌيڪ ڪم ڪري، هو سمهي رهندو. اڄين رات به، هو گهڻيءَ تائين جاڳيو هو. ۽ ائين ڪندي ساڍهوءَ اڃي ڪيس ٻڌايو ته سندس ڀيڻ جي جهولي خالي ٿي ٿي آهي. هو اٿيو، ۽ پنهنجي ڀيڻ جي گهر ماتم ۾ شريڪ ٿي ويو. پاڻ وهيٺي مشين جيان، هن اهو سڀڪجهه ڪيو. هن جي بشري تي نه ڏک هو، نه خوشي – رنج، نه مسرت. هڪ پٿر جي مورتيءَ جيان، هو اڃي ٻن ڏينهن ويهي رهيو. تنهن سندس اکين ۾ ٻري ٻئي هئي، ۽ هن کي ائين ٿي محسوس ٿيو، ڄڻ ڪنهن ازلي لنهن مان ڪنهن ڀوت ٻا ڪنهن ڀنڪيل روح ڪيس ور ور ڪري ڏولڏاڙي اتاري ٿي ڇڏيو. اڌ ننڊ ۽ اڌ جاڳ جي الهيءَ ڪيفيت ۾، هن جي دماغ ۾ عجيب عجيب خيال اسرلدا رهيا، ۽ هو سوچيندو رهيو.

هن کي ياد آيو – فرزانه جڏهن پيدا ٿي هئي، ته هن پنهنجي ڀيڻ کي مبارڪون ڪين ڏنيون هيون. الٽو ڪيس چيو هئائين، ”هي ڇا ڪيئي، ادي!“ – ۽ هن جي ڀيڻ ڪلندي وراڻيو هو، ”اهو ته زندگيءَ جو مرڪ آهي“. ۽ پوءِ هن هڪ ٺڪي مرڪ مرڪي چيو هو، ”ادي! گل ڪنداڻي ته بيشڪ باغبان جو ڪم آهي، پر انهيءَ جو ڪهڙو علاج ڪجي، جو گلستان ۾ سڄءَ جون چوماسي هوائون ويل وهايو ويٺيون آهن!“ هن جي ڀيڻ ڪجهه به ڪين سمجهيو. هن کي ڪاوڙ اچي وئي، ۽ هن چيو ”جڪ ماريا اٿئي“. پر ڀيس اچا به مرڪندي رهي، ۽ پنهنجي لاڏلي سڪي لڏي پوربٽيءَ فرزانه کي لوڏيندي رهي. هن هڪ ننڍو ساهه پريو ۽ گهر کان ٻاهر نڪري ويو. – الهيءَ ڳالهه کي گهڻا ڏينهن گذري ويا هئا، ۽ اڄ فرزانه جي مرڻ تي هن کي اِها ياد اچي وئي هئي.

هن جي خيالن جو سلسلو اتان ٽٽي، وڃي ان ڏينهن جي نظاري سان اٽڪيو، جڏهن ڏينهن ننڍڙي فرزانه کي ڊاڪٽر ’لاعلاج‘ چئي موٽائي موڪليو هو، ۽ سندس ڀيڻ جي ڳوڙ

۾ سالت ڏيرو جمائي ويٺي هئي. انهيءَ ڏينهن به هو سڄي رات ڪم ڪندو رهيو هو، ۽ صبح جو جڏهن هو اسڪول وڃڻ لاءِ سنبري رهيو هو ته ڪيس پيٽس سڏرايو هو - ۽ اتي وچي هن ڏٺو هو ته ننڍڙي فرزند پوين پساهن ۾ پئي هئي. پاسي ۾ سندس پيڻ ويٺي هئي. پيٽس هڪ دفعو اکيون کڻي هن ڏانهن نهاريو، ۽ وري پنهنجي ڌيءَ ڏانهن نهارڻ لڳي وئي. انهيءَ هڪڙيءَ نگاهه سان هن ائين محسوس ڪيو، ڄڻ هن جي پيڻ دفتر داستانن جا پڙهائي ڪڍيا هئا. هن محسوس ڪيو ته هن جي پيڻ چئي رهي آهي: "ڏس! منهنجي ننڍڙي معصوم ڌيءَ پوين پساهن ۾ پئي آهي. تنهنجي لاپرواهيءَ ڪري هن جي اها حالت ٿي آهي. ڪهڙو نه چڱو ٿئي ها، جيڪڏهن تون انهيءَ ڪنل ڪاتي ۾ هٿ نه وجهين، سرڪاري نوڪريءَ ۾ گهڙيو اچين ها: پوءِ هوند توکي ايتري فرصت هجي ها، جو تون هن معصوم جي علاج لاءِ به ڪجهه وقت ڪڍي سگهين ها - شايد هفتو به هفتا موڪل وٺي، باقاعدي هن جو علاج ڪرائي وٺين ها"!

هن سوچيو - هن جي پيڻ ائين ٿي سوچيندي هوندي: ويچاريءَ کي سرڪاري نوڪريءَ ۽ سندس موجوده ڪرت جي فرق جي ڄاڻ جو ڪاٿ آهي! ڪيس اها ڄاڻ ٿي ڪاٿ آهي ته لک پابند پون هوندي به، هو جنهن اسڪول ۾ ڪم ڪري رهيو آهي، تنهن ۾ هو روزانو ڪوڙين ٻارن جي ذهني تربيت ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي. ويچاري پيٽس کي ڪهڙي خبر ته جيڪڏهن هو ۽ هن جهڙا ٻيا سر ڦريا، پنهنجي رت ست جي قرباني ڏئي، اسڪولن ۾ هٿ نه اٽڪائن ته ڪائنات تي اونداهه ڇانئجي وڃي - هزار هٽلر ۽ مسوليني پيدا ٿي وڃن، ۽ ڌرتيءَ کي دوزخ بڻائي ڇڏن. هن کي پنهنجي پيڻ جي سادگيءَ تي رحم اچي ويو، ۽ سندس خيالن جو سلسلو ٽٽي پيو.

سامهون سندس پيٽوپيو ويٺو هو. هن پنهنجي پيٽوٽي جي اداس چهري ڏانهن نظر ڪئي. هن کي ياد آيو ته هن پنهنجي پيٽوٽي سان به ٻارن پيدا ڪرڻ جي مسئلي تي بحث ڪيو هو. ايترو ڇو، هن ته پنهنجي پيٽوٽي سان دنيا جي اليڪ مسئلن تي بحث ڪيو هو. ڪائنات ۽ ڪائنات کان ٻاهر وارين شين کي به ته ڪين ڇڏيو هئائين، ۽ نتيجو.........! هن جي خيالن جو سلسلو ٿوريءَ دير لاءِ، اڳتي وڌڻ کان رڪجي ويو. نتيجو ڪجهه به ته نه نڪتو هو. ٻه چار دفعا، انهيءَ اصولي بحث تي هن جو پيٽوپيو هن سان وڙهي چڪو هو، ۽ وري ڪجهه وقت کان پوءِ ساڳيا لانون ساڳيا چڪهه - ۽ پوءِ فرزانه پيدا ٿي هئي. هن جو پيٽوپيو، فرزانه جي پيدا ٿيڻ تي ڏاڍو خوش ٿيو هو. ها، سندس پيڻ به خوش ٿي هئي. ۽ هن کي ياد آيو ته هن جي پيڻ هڪ ڏينهن چيو هو: "هاڻي آءٌ به پنهنجي ساهرن وٽ ڳاٽ کڻي سگهندس. هو روز روز، منهنجي مڙس کي ٻي شادي ڪرڻ جي صلاح ٿيا ڏيندا هئا". هن سوچيو، شايد هن جي پيٽوٽي کي به اهڙي ٿي قسم جو خيال دماغ ۾ هوندو - ۽ پوءِ فرزانه پيدا ٿي

تہ ٻارھن مھينن جي اندر اندر، ھن پنھنجي ھٿ کان سلھہ جا ڪجھہ جيوڙا اڏارا ورتا - ڪيس بہ سلھہ ٿي ھئي، ۽ ڏينھن ٻن ۾ اھو بخار فرزانہ جي دماغ تي چڙھي ويو، ۽ ڪيس سرسام ٿي پيو. ڪراچيءَ جي بھترين اسپتال ۾ فرزانہ کي داخل ڪيو ويو، پر پنجن ڏينھن ۾ ڊاڪٽر جواب ڏئي، اڏ مئل فرزانہ کي گھر موٽائي موڪليو.

ھا، فرزانہ جو سرد ٿيل جسم ھن جي آڏو پيو ھو، ۽ تنھن جي پاسي ۾ گلن جي اھا چادر پيل ھئي، جيڪا ڪرپا ڪري ڪرڻ وارن، فرزانہ جي قبر تي وجھڻ لاءِ آندي ھئي. گل اڌ ڪايرا مرجھايل ھئا - ۽ ھن ويچاريو: 'فرزانہ بہ ھڪ گل ھئي، ھو مرجھائجي وئي - شايد، موسم کان اڳ مرجھائجي وئي' - ۽ ھن جي دماغ ۾ اھو خيال ھتوڙا ھڻجي وڃڻ لڳو تہ "سندس ماحول ۾، گل توڻ کان اڳ ئي مرجھائجي ٿا وڃن."

ھن جي خيالن جو سلسلو گلن تان، گلستانن تان ٽپندو، انھن جا راڳ الاپيندڙ شاعرن جي گيتن ۾ وڃي اٽڪيو - ۽ ھڪڙو گيت ھن جي ذھن تي تري آيو:

"گل توڻ ٿا چند ٿو چھڪي،
ڇا سنڌءِ ٻات ٻات آ پيارا!"

ھن سوچيو - ھي شاعر ڪھڙو نہ مورک آھي: ھن گلن جي توڻ ڪنڊڻ جي رخ کي ئي ڏٺو آھي: تصوير جو ٻيو رخ ھن کان بلڪل ئي لڪل رھيو آھي. گل توڻ ٿا ...... ھا ھا ...... گل توڻ ٿا، پر مرجھائجي ٿا وڃن ــــ مفت، بيڪار، اجايا! - ۽ ھن شاعر کي انھيءَ جو احساس ئي ڪين آھي.

ھن سوچيو - ھي جھان بہ تہ ھڪ گلستان آھي ... ۽ گل؟ ...... ھا، ھن کي ياد آيو: دوستن سان بحث ڪندي، ھن ھڪ لڳا چيو ھو تہ 'جھان جا فنڪار، اديب ۽ شاعر ھن گلستان ۾ اھڙا گل آھن، جن ۾ سڳند بہ آھي ۽ سونھن بہ'. ھن جي نظر وري وڃي فرزانہ جي سرد ٿيل چھري تي پيئي ۽ ھن سوچيو تہ ھي سڀ شاعر بہ تہ فرزانہ جيان موت جي گود ۾ پئجي رھندا. "ھي محبت جا گيت،' ھن سوچيو، 'ٻوءِ بہ جڙندا ھلندا، جڳ ڳائيندو ھلندو، چرپا چاھ ڪندا رھندا - چند ڏينھن لاءِ، ۽ وري موت جو سرد ھٿ ......'

ھو موت ۽ حيات جي انھيءَ ويچار وڳيان ۾ ڪونجي ويو. اڪيچار ويچار ھن جي ذھن ۾ اسرندا رھيا. 'جيڪڏھن ڪائنات ۾ وڏيڪ گل اسرڻ ئي بند ٿي وڃن، تہ سنسار جي سونھن جو ڇا ٿيندو؟' ھن سوچيو. 'جڳ ۾ جوت قائم رکڻ لاءِ کي ڏيا تہ جرڪندائي رھندا ... پر،' ھن کي خيال آيو: 'گھٽ ۾ گھٽ ڏين لاءِ ماحول تہ اھڙو ھجي، جتي ھو طوفانن جي لپيٽ ۾ نہ اچي سگھن - جتي انھن جي اجھامڻ کي ازلي قانون نہ سمجھيو سگھجي.' ۽ ڏيئن، شمعن، شاعرن تان ٽپندو ھن جي خيالن جو سلسلو وري وڃي گلستانن ۽ گلن تي پيئو. ھن سوچيو - ڇا اھڙو ماحول پيدا ڪري نٿو سگھجي، جتي ڪٿي ڪيتري بہ ٿوري تعداد ۾ گل ھوڪجن، پر اھڙا ھوڪجن، جو موسم جي حالتن جو مقابلو ڪري سگھن،

۽ بهار ماٺ کان اڳ ئي ڪومائجي سگهن؟ - اهو سوال هن جي دماغ ۾ ڪيتري دير وڄندو رهيو، ۽ هن جي دل چيو: 'جيڪر جڳ ڪي جاڳ ڏئي، انهيءَ سوال جو جواب اچي ڪڍي.' هن کي خيال آيو - جهنگ ۽ گلستان ۾، انيڪ گل ٽڙن ٿا: ڪنهن کي ڪل ۾ ڪانڊ پوي ۽ هو مرجهايو وڃن. 'شايد'، هن سوچيو، 'انسان اچا تائين اوجهڙ ۾ اٽڪيو پيو آهي، ۽ گلستان لاءِ زرخيز زمين هموار نه ٿي سگهي آهي. ڪيستائين اهين ٻيراهه زندگي هلندي هلندي؟ ڪيسين گل ٽڙڻ کان اڳ مرجهائجي ويندا؟' هن جي خيالن جو سلسلو وري پنهنجي وطن جي شاعرن جي ڪيترن ڏانهن لڙي ويو. هن جي خشڪ چپن تي هڪ ڪڙي مُرڪ تري آئي، ۽ هن جي دل چيو ته جيڪر سڀني شاعرن کي گڏ ڪري چوي، "ڳايو، ڳايو: 'گل ٽڙن ٿا، چنڊ ٿو چهڪي' — ها، چنڊ ٿو چهڪي، گل ٽڙن ٿا!" ۽ پوءِ هن جي دل چيو ته جيڪر جهنگ مان وڃي، سڀ چٽيل گل پٽ، جيڪي پٽ تي پيئي، سڙي پاڻ ٿي ويا آهن، ميڙي انهن شاعرن جي مٿان وسڪارا ڪري اچلي، ۽ پوءِ وڏا وڏا ٽهڪ ڏئي چوي: "ڳايو! گل ٽڙن ٿا ... گل ٽڙن ٿا ......"

گهر جي ٻاهران، جماعت خاني جي مردا ڍوئيندڙ بس اچي بيٺي هئي. ڊرائيور اوسيڙ ڪري ڪري تنگ ٿي پيو هو، ۽ ٻه چار دفعا موٽر جو هارن وڄائي ڪڍيو هئائين - ۽ هارن جي 'پون پون' جي آواز تي، هن جي ذهن ۾ پنهنجي ڳوٺ وارو موٽر اسٽان تري آيو هو، جتي ڊرائيور گهوڙيءَ گهوڙيءَ، هارن وڄائي هوڪو ڏيندا آهن: "اي هل! هڪڙو "ڪوٽ" جو ...... آهي ڪو ... هڪڙو "ڪوٽ" جو - پون ... پون ... پيئون پون ... هڪڙو "ڪوٽ" جو ......' ۽ هن سوچيو - شايد، جماعت خاني جي مردا ڍوئيندڙ بس جو ڊرائيور به، جهٽ پلڪ کان پوءِ اهڙوئي هوڪو ڏيندو، ۽ چوندو: "اي هل! هڪڙو قبرستان جو ...... تڪڙو ... آهي ڪو ... هڪڙو قبرستان جو ... پون ... پون ... پيئون پون ... هڪڙو قبرستان جو!"

هن انهيءَ جماعت خاني جي تنظيم بابت ويچارڻ شروع ڪري ڏنو - جماعت خانو، جنهن وٽ هڪ بس آهي. جيڪا قبرستان ڏانهن مري ويل ماڻهن جا لاشا پهچائيندي آهي. شايد انهيءَ جماعت خاني وٽ شادين مُرادين جو سامان به هوندو. شادي ڪيو؛ ٻار پيدا ڪيو؛ ۽ پوءِ يا پاڻ مري وڃو، يا توهان جا ٻار مري وڃن. بس، جماعت خانو هلندو رهي. شادي ڪيو؛ جماعت خاني کان شاميانا گهرايو، باجو ۽ ڪُرسيون گهرايو؛ ٻار ڄڻيو؛ ۽ دعوتون ملهايو؛ ۽ پوءِ - "پون، پون، پيئون پون - اي هل! هڪڙو قبرستان جو!"

'زندگيءَ جو سمورو مقصد شايد اهي "جماعت خاني" کي هلائڻ ئي آهي'، هُن سوچيو. ۽ هُن جي ڪَن تي سامهون واري گهر ۾ وڄندڙ رڪارڊن جو آواز اچي پيو. شاديءَ جون تياريون ٿي رهيون هيون - ٽون گُلن ڪنداڻ جو آدم ٿي رهيو هو ۽ پوءِ ........

هن جي نظر ڀٽڪي، وري وڃي فرزانه جي پيلي ٿيل چهري تي پئي. هن سوچيو:
ڇا فرزانه آهي — الهيءَ نالي جو مقصد؟ — ۽ هُن کي ياد اچي ويو ته فرزانه لفظ جي معنيٰ
”هوش وارو، عقل وارو، سياڻو“ آهي. ۽ هن سوچيو ته معصوم ننڍڙي فرزانه جو موت،
ديس جي فرزانن جي ذهن لاءِ هڪ چرڪو هُجڻ گهرجي. هُن چاهيو ته جيڪر وڏي واڪي
پنهنجي ديس جي فرزانن کي سڏي چوي، ”اوڙي مستو، خيال ڪيو، موت اوهان جي ماحول ۾
ٻي واڳو، ٻي لغامو پيو گهمي؛ ۽ خزان جون تيز هوائون گلن جي تاڙ ۾ آهن. اچو ته هن
ماحول کي مٽائي رکون، نه ته هي چمن گلن کان خالي ٿي ويندو — ٿريلي ٿوهر جا ڪنڊا
آسري ايندا: انسان فنا ٿي ويندو؛ حيوان جڳ تي ڇانئجي ويندو“! — ۽ پوءِ هن کي خيال
آيو ته هن کي ائين نه چوڻ گهرجي. هن کي ائين نه چوڻ گهرجي، جو ته ائين چوڻ سان
قبرستان ڏانهن مردا ڍونيندڙ ”جماعت خاني“ جي نظام ۾ خلل پئجي ويندو؛ انهيءَ بس جي انجڻ
تي ڪٽ چڙهي ويندي؛ ۽ پوءِ جماعت خاني جا مالڪ پيو نه ته هن کي نئي گهوگهو ڏيئي،
قبرستان ڪٺي ويندا، ۽ اهڙيءَ طرح پنهنجي هيراڪن واري هيرئي پوري ڪندا.

هن سوچيو — ڪاش! هي جماعت خاني وارا ڪيس تڏهين گهوگهو ڏين، جڏهين هو
فرزانن کي سجاڳ ڪري چڪو هجي! پر هن جي ذهن ۾ هڪ خيال آسري يقين ۾ بدلجي ويو،
۽ هُن سمجهيو ته جماعت خاني وارا ائين ڪين ٿيڻ ڏيندا، ۽ فرزانا سجاڳ ٿين نه ٿين، تنهن
کان اڳ ڪيس گهوگهو ڏنو ويندو — ۽ هن ائين محسوس ڪيو، ڄڻ سچ پچ جماعت خاني
جي بانين جا هٿ، هن جي ڳلي جي چوڌاري پيل آهن، ۽ هوريان هوريان پڪڙ سوڙهو
پيو ٿيندو وڃي. هن جو مٿو ڦرڻ لڳو، ۽ اکيون ٻوٽجي ويون..... شايد ننڊ اچي وئي هيس!



سراج الحق

# ديوتا ۽ انسان

هو سيلاني هو - زندگيءَ جو ڪجهه عرصو سير سياحت ۾ گذاريو هئائين. هڪڙي ٻي ماحول ۾ ڪجهه عرصو رهي پوڻ هن کي ڏالوڻي نه ٿي آيو - شهرن مان، ڳوٺن جي دلڪشيءَ جو تصور هن کي ڳوٺن ڏانهن گهلي ويندو هو؛ ۽ جڏهن ڳوٺن ۾ هوندو هو ته وري شهرن جون رنگينيون ۽ مشغوليون شهرن جي ماحول ۾ گهلي وينديون هئس. جڏهن شهرن ۽ ڳوٺن - ٻنهي مان تنگ ٿي پوندو هو ته فطرت جي نظارن مان رس حاصل ڪرڻ لاءِ جهنگلن ۽ صحرائن ۾ گهمندو وتندو هو. سڀ هن جي حياتيءَ تي عجب کائيندا هئا ته هن سان ڪهڙي ويڌن آهي، جا ڪيس هڪ هنڌان ٻئي هنڌ واچوڙي وانگر گهليو ٿي وڃي. حجائتن دوستن هن کان پڇيو به هو، ته آخر هو هڪ هنڌ ٽڪاءُ ڪري، ويهي، پنهنجي زندگيءَ کي ڪنهن سٿين سڌي دڳ سان ڇو نٿو لائي؟ - ۽ هو کين کلي جواب ڏيندو هو ته هن اڃان زندگيءَ کي ڏٺو ڪٿي هو! هن ته فقط زندگي کي ڏسڻ ۽ سمجهڻ ٿي گهريو. سمورا دوست هن جي انهيءَ گول مول ۽ فيلسوفيءَ جي جواب کان مرعوب ٿي ويندا هئا!

مون سان هن جي ملاقات "مرغزار" پهاڙيءَ جي دامن ۾ هڪ ڳوٺڙي ۾ ٿي. اسان جي پارٽي "مرغزار" پهاڙي گهمڻ لاءِ انهيءَ "چار باغ" ڳوٺڙي ۾ لٿل هئي. ڳوٺ جي ماڻهن اسان کي صلاح ڏني هئي، ته مرغزار پهاڙيءَ جو لطف چوڏهينءَ جي چانڊوڪيءَ ۾ آهي. چوڏهينءَ جي چانڊوڪيءَ ۾ فطرت جي ديوي مرغزار پهاڙيءَ جي آبشارن ۾ وهنجڻ لاءِ ايندي آهي، ۽ ان جي حسين جسم مان ٽڪرلندڙ ڪرڻا سموري پهاڙيءَ تي نور پکڙي ڇڏيندا آهن؛ اسين ڳوٺاڻن جي صلاح مڃي چوڏهينءَ جي انتظار ۾ رهي پيا هئاسين. تيرهين تاريخ جي ڏينهن جو منهنجي هن سان ملاقات ٿي. هن جو کليل چهرو، روشن ۽ ذهين اکيون ڏسي آءٌ به مرعوب ٿي ويو هوس. ڊاڪ بنگلي جي پاسي کان وهندڙ چشمي جي ڪناري تي، هڪ وڏيءَ ڇپ تي هو ويٺو هو - ۽ چشمي جي شفاف پاڻيءَ ۾ ننڍڙيون پٿريون اڇلي، پاڻيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ شيشي جهڙين لهرين جي آواز مان لطف اندوز ٿي رهيو هو. مون هن جي اها حرڪت ڏسي ويچاريو هو ته "شايد هي شخص فطرت جي حسن جو پجاري آهي، جو شهرن جي رونق کي ڇڏي، هتي چشمي جي ڪناري تي ويهي، هن حسين ماحول سان رازونيون ڪري رهيو آهي".

هن جي مرعوب ڪندڙ شخصيت ۽ منهنجي اڻ تڻ جلد ئي اسان کي گهرو ڪري ڇڏيو - ۽ پاسي ۾ پيل هڪ ٻيءَ ڇپ تي ويهي مون ڪيس اسان جي پارٽيءَ بابت سمورو

احوال مختصر لفظن ۾ ٻڌائي ڇڏيو. سندس اکين جي گهرائين ۾ گهوربندي مون پڇيو هو ته "اوهين به ته پنهنجي باري ۾ ڪجهه ٻڌايو!"

شام جي ونندڙ الڏيري ۾ سامهون مرغزار پهاڙي ڪنهن خواب جي ماحول جيان ڌلڌلي ٿيندي ٿي ويئي. ڪجهه پهاڙي ڙالون مٿن تي ڪاٺين جون پريون ڪٿي پهاڙيءَ جي ورن وڪڙن واري پيچري تان لنگهي رهيون هيون، ۽ سندن جسمن جي لوڏ ۽ الڏيري جي هري هري وڌڻ سان فضا ۾ عجيب رومانويت پسرجي رهي هئي - فضا مان لطف وٺڻ لاءِ هن هڪ ڊگهو ساهه کنيو ۽ پوءِ چوڻ لڳو- "آءٌ هڪ سياح آهيان. منهنجي زندگيءَ جو ڳچ حصو مختلف هنڌن تي سياحت ڪندي گذريو آهي. سياحت مون رڳو زندگيءَ جي گوناگون صورتن کي سمجهڻ لاءِ اختيار ڪئي آهي!"

"پوءِ ڪجهه سمجهه ۾ آيو به اٿو -!" مون هن جي انهيءَ بيان کي وڌاءُ سمجهي ٽوڪ طور چيو.

"ها! ... هاڻ سمجهي رهيو آهيان - ۽ خاص طور هيءَ مرغزار پهاڙي مون کي گهڻو ڪجهه سمجهائي چڪي آهي. انسان جي زندگيءَ جو هڪڙو عڪس هن پهاڙيءَ ۾ دفن ٿيل آهي - ۽ ان عڪس زندگيءَ بابت گهڻو ڪجهه سمجهايو اٿم ...!"

آءٌ ڪجهه به ڪين سمجهيس. سوال طلب نظرون ڪٿي هن کي ڏٺم - پر اونده جو هڪ پردو هن جي ۽ منهنجي نگاهن جي وچ ۾ اچي ويو. شايد هو منهنجي حالت پروڙي ويو - ۽ چيائين - "اڄ رات اوهين مرغزار پهاڙي گهمڻ لاءِ وڃي رهيا آهيو. جي مون کي وٺي هلو، ته شايد آءٌ اهو ڪجهه اوهان کي سمجهائي سگهان، جيڪي آءٌ سمجهي چڪو آهيان!"

مون تي هن جو رعب ته اڳيئي ويهي چڪو هو - ان ڪري چيم - "وڏيءَ خوشيءَ سان هلو. اوهان جهڙو ڄاڻو ماڻهو اسان جو رهبر ٿئي ته پوءِ ڇا گهرجيسون!"

ان رات هو اسان جو رهبر هو. پهاڙي پيچرن سان سندس واقفيت ڏسي، انين ٿي محسوس ٿيو ته ڄڻ هيءَ شخص هن پهاڙيءَ ۾ ئي ڄائو ڄپنو آهي. چاندوڪيءَ ۾ پهاڙي بيحد حسين نظر اچي رهي هئي. چوطرف نور وسي رهيو هو. ڊگها ڊگها وڻ - ۽ سندن پاڇولا ڏسي انين ٿي پئيو، ڄڻ ته اهي وڻ چاندوڪيءَ ۾ زنده ٿي پوندا، ۽ فطرت جي ديويءَ جي آجيان ڪرڻ لاءِ پهاڙي ناچ نچڻ لڳندا. پيچرن تي چاندوڪي انين ٿي لهرائي، ڄڻ ته ڪنهن پهاڙي ڇوڪر جي سيني تي سونهري پوتيءَ جو پلؤ پڪڙيل هجي. فضا جي ماٺ ۾ عجيب آواز اچي رهيا هئا، ڄڻ ته دور ڪٿي ڪي گهنگهرو هلڪي سُرَ ۾ ٺوڪي رهيا هجن. پارٽيءَ ۾ سڀني تي ماٺ جو واسو هو. ڪن ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي ته شايد آکاڻين وارا جن ۽ پريون اچي ياد پيا هئا - سي الهيءَ ڊپ کان ته متان اهي جن ڀوت جاڳي پون، پنهنجي قدمن جي آواز کان ڇرڪي رهيا هئا. هڪ سوڙهي لڪ مان لهي

اسين ٿورڙي کليل ميدان ۾ پهتاسين. جوکريون اصرار ڪرڻ لڳيون ته واپس موٽجي - ۽ اسان جي رهبر کين اهو چئي ماٺ ڪرائي ڇڏي -"واپس به هن ئي رستي کان هلڻو آهي."

انهيءَ کليل ميدان جي ساڄي طرف هڪ ٻهاڙي نما دڙو هو. ان جي اڳيان اچي اسان جو رهبر بيهي رهيو. هن جي اکين ۾ چمڪ اچي ويئي. هن منهنجي ڪلهن تي هٿ هڻندي چيو - "دوستا! هيءَ اها جاءِ آهي، جنهن کي ٻهاڙي ماڻهو پنهنجي ٻوليءَ ۾ "عبادت گاهه" ڪري سڏيندا آهن; هن دڙي لاءِ ڪيئن ڏند ڪٿائون مشهور آهن. دراصل هي دڙو هڪ زبردست شهر جو کنڊر آهي، جو زماني جي انقلابن جي ڪري تباهه ٿي ويو."

اسين سڀ هن جي پٺيان دڙي تي چڙهي وياسون. مٿي چڙهڻ تي اسان کي سنگ مرمر جا ڪيترا سهڻا تراشيل پٿر، لوهه جا ڪي اوزار - ۽ پگهرل ٽامو نظر آيا. اسان کي هن جي ڳالهين تي يقين اچڻ لڳو.

هن اسان کي ٻڌايو : "هي شهر بناوت جي لحاظ کان عجيب هو. هن شهر جون جڳهيون ٽن منزلن ۾ ورهايل هيون. هيٺيون حصو ڪکن ڪانن ۽ گاهه کي مٽيءَ جو لپ ڏيئي ٺاهيو ويندو هو - بلڪل اهڙيءَ طرح، جيئن اسان وٽ اڄ ڪلهه جهوپڙيون ٺاهيون وينديون آهن - انهن جي مٿان وري ڪچيون جايون تعمير ڪيون وينديون هيون. ڪچين جاين جي بنيادن تي عاليشان سنگ مرمر جون محلاتون تعمير ڪيون وينديون هيون!"

هڪڙي جوکري سوال ڪيو، "پر ايترن ڪچن بنيادن تي اهي محلاتون بيهي ڪيئن سگهنديون!"

اسان جي سوالن مرڪي چيو، هوئي ته ان وقت جي ماڻهن جو ڪمال هو. هن جا ڪاريگر عمارتن جي فن ۾ اهڙا ته قابل هئا، جو ڪچن بنيادن تي زبردست عمارتون ٻهاري ڇڏيندا هئا. انهن سڀني محلاتن جي مٿان وري هڪ ئي ڪي زبردست عمارت کڙي ڪئي هئائون، جنهن کي 'عبادت گاهه' سڏيو ويندو هو. انهيءَ عبادت گاهه جي هر ديوار هڪ محل جي بنياد تي بيٺل هئي!

"هي شهر بذات خود هڪ رياست هو، ۽ چيو ويندو هو ته رياست جو سمورو ڪاروبار عبادت گاهه جي هدايتن موجب ٿو هلي. عبادت گاهه لاءِ مشهور هو ته ان ۾ ڪنهن کي به گهڙڻ جي مجال نه هئي. ان ۾ ڪير به نه رهندو هو - ان هوندي به رات جي وقت عبادت گاهه مان هڪ زبردست آواز ايندو هو، جو روزمره جي ڪاروبار لاءِ سڀني ماڻهن کي هدايتون ڏيندو هو - ۽ سڀ ماڻهو انهن هدايتن موجب پنهنجو ڪم ڪار ڪندا رهندا هئا".

اسين سڀ انهيءَ دڙي تي هڪ گهيرو ٺاهي ويهي رهياسين. هو اسان جي اڳيان هڪ پٿر تي ويهي رهيو. پنهنجي پاڇ ۾ تيلي هڻندي هن وري ڳالهه شروع ڪئي - "شهر جي نرشي حصي ۾ ڪوڙمي، مزور ۽ ٻيا ڪمي ڪاسبي رهندا هئا. هنن لاءِ عبادت گاهه جي ديوتائن

جو حڪم هو پورهيو ڪرڻ. ڪومي پورهيو ڪري ديوتائن جي ڪاڻ لاءِ اناج پيدا ڪندا هئا. ڪمي ڪاسبي ديوتائن لاءِ ڪپڙا ۽ استعمال جون ٻيون شيون ٺاهيندا هئا. هنن کي سڀڪجهه پيدا ڪري هڪ ماڙ ۾ رهندڙن جو حوالي ڪرڻو پوندو هو. اهي هڪ ماڙ وارا انهيءَ سموري پيداوار مان فقط ايترو حصو هنن کي موٽائي ڏيندا هئا، جو هنن کي پورهيو ڪرڻ لاءِ جيئرو رکي سگهي.

”هڪ ماڙ وارا وري ان پيدائش مان ڪجهه حصو پنهنجي لاءِ رکندا هئا - ۽ باقي ٻه ماڙ وارن کي پهچائيندا هئا. اهڙيءَ طرح جيڪو حصو هڪ ماڙين کي نصيب ٿيندو هو، سو به ڪو فرشي ماڻهن جي پيٽ ۾ ايترو گهٽو نه هو - پر ڪجهه، مڙني وڌيڪ ملندو هون. ٻه ماڙ وارا سڄي پيداوار عبادت گاهه جي ٿالهي ۾ ويندا هئا چوڌاري وصول ڪندا. فرشي ماڻهن کي ٻهرينءَ ماڙيءَ تي وڃڻ لاءِ اجازت هئي، پر ٻه ماڙ تي وڃڻ هنن لاءِ منع ٿيل هو - چو ته سندن جسم ضعيف ۽ منهن بي رواق هوندا هئا - ۽ عبادت گاهه جي آسماني منزل ڏانهن وڃڻ وارن جا چهرا رونقدار هجڻ لازمي هو. جيڪڏهن هيٺين منزل وارن مان ڪنهن جو چهرو رونقدار به هوندو هو، ته ان کي انهيءَ ڪري منع ڪئي ويندي هئي ته هنن جي دل رونقدار ۽ خواهشن کان پاڪ نه هئي. البت جيڪڏهن ڪا عورت رونقدار منهن واري هوندي هئي ته ان کي عبادت گاهه جي زيارت جي اجازت ملي ويندي هئي - هڪوار ڪا رونقدار عورت عبادت گاهه جي زيارت لاءِ ويئي - ۽ جي ديوتائن کي هن جي ڀڳتي ۽ پوڄا پسند پئي ته هميشه لاءِ ديوداسي ٿي اتي رهندي هئي - ۽ جي سندس ڀڳتي ديوتائن کي نه آئڙي ته هن کي واپس موڪليو ويندو هو. اڪثر ائين ٿيندو هو ته جا عورت عبادت گاهه مان واپس ايندي هئي، سا پنهنجي رواق وڃائي ايندي هئي - سندس صحت ڏينهون ڏينهن بگڙندي ويندي هئي - ۽ نيٺ هوءَ مري ويندي هئي ---!“

هڪڙيءَ ڇوڪريءَ هٻڪندي سوال ڪيو - ”ائين ڇو ٿيندو هو؟“

موهون مرڪڻ لڳو - چيائين، ”پڻ، شايد ديوتائن جو سراپ ڪيس نهوڙي ٿيندو هوندو. ديوتائن جو سراپ به ته ڪا شي آهي!“

هو هڪ اونهو ساهه کڻي، وري چوڻ لڳو، ”هڪ ماڙ وارا ماڻهو ڪجهه سليقي وارا هئا. هنن جو ڪم به هو فرشي ماڻهن کي زندگيءَ جو سليقو سيکارڻ - ۽ ديوتائن جي حڪمن جي پوريءَ طرح سمجهاڻي ڏيڻ؛ هنن کان پيداوار جو حساب ڪتاب وٺڻ، ۽ سنڀالي مٿي پهچائڻ. اڪثر ٻه ماڙ وارن جي ٻارن کي پڙهائڻ ۽ فضيلت سيکارڻ جو ڪم به هنن وٽ ئي هو. چو ته علم ۽ فن جي دولت هنن جي سينن ۾ محفوظ هئي. هنن لاءِ سخت حڪم هو ته جاڪاڻ ته هنن جو اچڻ وڃڻ عبادت گاهه جي ويجهو ٿيندو ٿي رهيو، انهيءَ ڪري صفائيءَ ستائيءَ سان رهن، ۽ هر وقت مرڪندا رهن. جيڪڏهن سندن دلين غمن کان چور هجن،

سندن گهرن ۾ ٻک ۽ اولاد هجي، ان هوندي به هر وقت چپن تي مرڪ رکڻ هنن لاءِ ضروري هو. هو جڏهن ديوتائن جي پسند ڪيل امت جي حضور ۾ پيءَ ماڻ تي ويندا هئا ته ڪلثا منهن ڪٺي ويندا هئا ـ ۽ پوءِ جڏهن واپس موٽندا هئا، ته اڪثر سندن منهن ڪومائل، ۽ دل گهايل هوندي هئي ـ!

"هو پنهنجي ذهني لياقتن ۽ عملي صلاحيتن جي ڪري به ماڻ وارن لاءِ گهڻو مددگار ثابت ٿيندا هئا ـ ان جي باوجود هو پنهنجي زندگيءَ مان الائجي ڇو بيزار هوندا هئا ـ سندن چپن تي مرڪ هوندي هئي، پر لڙڪن گاڏڙ!"

هڪڙي نظر ماحول جي سنائن تي وجهندي، هن هڪ ٿڌو ساهه کنيو ـ "ها، هنن ۾ ڪي اهڙا به ساٿهو هئا، جي پڻ ماڻهن جي شڪايت ڪرڻ لڳندا هئا ـ ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته عبادت گاهه جي ديوتائن لاءِ به سندن دلين ۾ شڪ شبها جاڳي پوندا هئا ـ پر هو ڪجهه نه ٿي سگهيا. جيڪڏهن ڪنهن زور سان شڪايت ٿي ڪئي، ته ان کي هڪدم هميشه لاءِ فرشي منزل ۾ اڇلايو ويندو هو ـ جتي هن کي سڄو ڏينهن پورهيو ڪرڻو پوندو هو، ۽ الهن والڪر هن کي به الگ اڪهاڙو پيٽ بکيو گهمڻو پوندو هو."

مون ڪائنس پڇيو: "رڳو سزائون ملنديون هيون يا ڪڏهن ڪو انعام اڪرام به ملندو هون؟"

هن وچ ۾ سوال پڇڻ کي رلڊڪ محسوس ڪندي تکو تکو ڦر چيو، "ائين به ٿيندو هو ته جيڪڏهن ڪو پيءَ منزل وارو ٽينءَ منزل وارن کي وٺي ويندو هو، ته هو، ديوتائن کي سندس سفارش ڪري، ڪيس هميشه لاءِ پاڻ وٽ گهرائي وٺندا هئا!

"ٽينءَ منزل وارا عيش سان زندگي گذاريندا هئا. سڄيءَ پيداوار جا ديوتائن طرفان مقرر ٿيل نگهبان هئا. کين ديوتائون هر طرح جي سهوليت ڏيئي چڪا هئا ـ هنن کي اها ڪرامت به نصيب ٿيل هئي ته جيڪا پيداوار وٽن پهچندي هئي، ان کي هڪدم سون ۾ تبديل ڪري وٺندا هئا. پارس ڪان سواءِ هر شئي کي سون بنائڻ جي ڪيميا هنن وٽ هئي. صبح کان وٺي شام تائين پنهنجي سون جون سيرون ڳڻيندا رهندا هئا ـ ۽ شام کان پوءِ هنن جي محفل رقص و سرود گرم ٿيندي هئي. ديوتا هنن جو ناچ ڏسي ڏاڍا خوش ٿيندا هئا. زالون ۽ مرد ٽوليون ٽوليون ٿاهي سڄيون راتيون رقص ڪندا، شراب جا جام پيئندا گذاري ڇڏيندا هئا!"

هڪڙيءَ چوڪريءَ کي شايد ننڊ اچي رهي هئي ۽ هن واپس هلڻ تي گهريو، تنهن چيو ـ "اهو ته سڀڪجهه ٿيو هنن جي آباديءَ بابت ـ پر هنن جي بربادي‌ءَ جي ڪهاڻيءَ به ته ٻڌايو؟"

"ها ـ هاڻ اهائي ته ٻڌائڻي اٿم. الهيءَ شهر جو انتظام ڪجهه اهڙي طرح هلندو هو، جو فرش وارن کي عرش وارن جي مشغولين جي ڪابه خبر ڪانه پوندي هئي ـ پر عرش وارن کي فرش وارن جي ذري پرزي چرپر جا اطلاع پيا پهچندا هئا.

"آخر هڪڙو اهڙو زمانو آيو، جڏهن هڪماڙ وارن ماڻهن ڏٺو ته سندن ڪيترائي
ماڻهو سڙاڻ ماڻ سبب وڃي هيٺين سان گڏيا آهن. هنن جا ڪي جهونا ۽ آزمودگار ماڻهو
وڃي هيٺ هنن جي حالت ڏسي آيا هئا، ۽ جڏهن پنهنجي سڄي جماعت جي اڳيان هنن جي
جسمن ۽ روحن جي حالت زار بيان ڪيائون، تڏهن سڀني جي اکين ۾ لڙڪ تري آيا - هنن
پڪو پهه ڪيو ته ٻه ماڙ وارن کان انهيءَ جو بدلو ضرور وٺندا. فرشي ماڻهن کي سندن
حالت جو ٿورو احساس ڏياري، ساڻن اها صلاح ڀيهاريائون ته ٽيسين ڪابه پيداوار ٽيئءَ منزل
وارن کي نه پهچائبي، جيسين ديوتا اناج نه ملڻ ڪري بک کان مجبور ٿي هنن وٽ هيٺ
نه لهي اچن.

"هڪ سال ائين ئي ڪيو ويو - پر جڏهن فصل پچي راس ٿيا، اڃا اُن ڪپڙو لهي
تيار ٿيو، تڏهن ٻه ماڙ تان حيواني شڪل جا ڪي ماڻهو لٿا، جن جي هٿن ۾ ڏنڊا، تلوارون
۽ ڀالا هئا. اهي ماڻهو ديوتائن جا "نگهبان" هئا - جن کي ضرورت جي وقت ۾ ديوتائون
استعمال ڪندا هئا. انهن ديو جهڙن ماڻهن هيٺين منزلن وارن کي بريءَ طرح مارڻ شروع ڪيو.
ڪيترن جو خون وهائي، خوشيءَ مان نچندا ڪڏندا سموري پيداوار ڪٽي واپس هليا ويا -
۽ ان رات ديوتائن جو آواز آيو: "اها آهي سزا، ديوتائن جي آڏو ٿيڻ جي!"

اسان جي هڪڙي ساٿيءَ سوال ڪيو: "اهي 'نگهبان' ڪهڙيءَ منزل جا ماڻهو هئا؟"

هن ٿورو اولهو ساهه کڻندي چيو، "شايد اهي انهيءَ فرشي منزل جا ئي ماڻهو هئا،
پر ديوتا پنهنجين ڪرامتن سان مغز ڌوئي، سندن کوپريون خالي ڪري ڇڏيندا هئا -
سندن شڪليون بگاڙي ڀوائتيون بنائي ڇڏيندا هئا. جيئن ضرورت جي وقت هيٺين لاءِ هنن
جي دلين ۾ ڪو رحم يا پنهنجائپ جو جذبو نه پيدا ٿي پوي!"

مون هن کي مخاطب ٿي چيو، "اوهين پنهنجي گفتگوءَ کي وچ ۾ روڪيو نه -
ڳالهه ڪندا هلو."

هن وري چوڻ شروع ڪيو - "انهيءَ واقعي کان پوءِ هڪ ماڙ وارن پنهنجي ٻن
چالاڪ ۽ ڦڙتيلن جوانن کي تيار ڪيو ته هو لڪي ڇپي، عبادت گاهه اندر وڃي، خود ديوتائن
کي ظلم جي حالت کان واقف ڪن - من ڪو انهن کي رحم پوي! اهي ٻئي ڄڻا، هڪ رات
جڏهن ٻه ماڙ وارا محفل رقص و سرود ۾ محو هئا - لڪندي اکندي، چپ چاپ عبادت گاهه جي
دروازي تي پهتا. دروازي تي هڪ حيواني شڪل جو ديو ڏنڊو کڻيو ويٺو هو. انکل سان
هن جو ڌيان ٻئي پاسي ڇڪائي، عبادت گاهه جي اندر گهڙي ويا. عبادت گاهه جي وسيع
دالان ۾ هڪ طرف سونين سِرن جو وڏو ڍير لڳل هو، ۽ ٻئي پاسي انسان جون کوپريون
ڍير ٿيل هيون -۽ پوري وچ تي سوني پلنگ تي ٻه ماڙ جو مکيه براجمان هو - سندس پاسي ۾
هڪ حسين رقاصه کيس شراب جا جام ڀري ڏيئي رهي هئي - ۽ سندس ٻئي پاسي کان،
عبادت گاهه جو وڏو راهب سونن داڻن واري مالا جپي رهيو هو. اوچتو روزاليون هدايتون

ڏينھن جو وقت آيو ۽ مکيءَ راهب کي اشارو ڪيو ـ ۽ راهب هڪ وڏي گهگهوءَ ۾ منهن وجهي پنهنجي ڏينهن جون هدايتون ڏنيون: "ديوتائن سان مهاڏو اٽڪائڻ مها پاپ آهي ـ ديوتا اوهان جا مالڪ آهن. اي شهر واسيو، ديوتائن جي خلاف بغاوت جا خيال دل مان ڪڍي ڇڏيو، نہ تہ اوهان جا روح هيٺ ۽ مٿ ڏاڍا ڏکي ٿيندا. ديوتائن جي هدايتن موجب پنهنجا روزانا ڪم ڪاريون ڪندا رهو تہ ديوتائون اوهان کان خوش ٿيندا. جيڪي آهيو، سو ديوتائن کي پهچايو ـ تہ ديوتائون بہ اوهان کي ڪين وساريندا!" گهگهوءَ مان ايڏو تہ آواز نڪتو، جو مي پٿي جٽا دهلجي ويا ـ ۽ اتان ئي پوئتي وريا ـ ۽ اچي پنهنجي سائين کي سمورو حال ٻڌايائون."

اسان جي دلين ڌوڪڻ بند ڪري ڇڏيو هو. خاموشي فضا جو ساز بنجي چڪي هئي ۽ هن وري پنهنجي چپن کي زبان سان آلو ڪندي چيو، "هنن کي بہ ماڻ وارن جي هن راز معلوم ٿيڻ تي هڪ انڀلکي خوشي ٿي. هنن جي دلين ۾ عقيدن جو وڻ سڪي ٺوٺ ٿي ويو ـ ۽ ان جي بدران الهيءَ هنڌ تي آزاديءَ جا گولاچ ايرڻ لڳا ـ ۽ هڪ رات پٽي طبقي وارا ۽ هيٺين طبقي وارا سڀ گڏجي، پنهنجي گهرن مان نڪتا ـ ۽ اچي ٻاهر ميدان ۾ گڏ ٿيا، ۽ گڏجي پنهنجي گهرن جا بنياد اکيڙڻ بيهي رهيا. پوءِ جڏهن جهوپڙين جا بنياد اکوڙيا، تہ محلن جا ڪنگر ڪرڻ لڳا؛ محلن جا ڪنگر ڪريا تہ عبادتگاهہ جا گنبذ لرزڻ لڳا. ديوتا رڙيون ڪرڻ لڳا ـ معبود دانهون ڪرڻ لڳا ـ ۽ گهڙيءَ کان پوءِ پنهي منزلن جي ماڻهن ڏٺو تہ عبادتگاهہ ۽ محل محلاتون اچي پٽ پيا ـــ!

"۽ پوءِ هو سڀ گڏجي خوشيءَ مان ڳائيندا، نچندا هن سموري مرغزار پهاڙيءَ جي دامن ۾ ڦهلجي ويا. جتي ڪين زمين ملي، اتي نوان شهر نئين ڍنگ سان ٻڌائون ـ جتي سموري پيداوار هنن جي پنهنجي هئي، ۽ سندن قسمتن کي قيد ڪرڻ لاءِ ڪو بہ ديوتا نہ هو، هو پنهنجي قسمتن جا پاڻ ئي مالڪ هئا ـ!"

اسان جي سولهين جو منهن ڳالهائيندي ڳالهائيندي چمڪندو ٿي ويو ـ ۽ آخر ۾ هن چيو: "اهي عبادتگاهہ وري پيدا ٿي چڪا آهن ـ اهي گنبذ وري جاڳيا آهن ـ پر مون کي يقين آهي تہ تاريخ پنهنجو پاڻ ضرور دهرائيندي ـ ضرور دهرائيندي!"

اسين سڀ وماسجي هن کي ڏسندا رهياسين ـ هو آهستي آهستي دڙي کان هيٺ لهڻ لڳو. اسين بہ سندس پويان پويان هلڻ لڳاسين. اسان جي قدمن جو آواز ۽ فضا جو ساز گڏجي ڳائيندا رهيا ـ تاريخ پنهنجو پاڻ ضرور دهرائيندي ـ ٿيون اسان ضرور ايندو... ضرور ايندو.........!"

ابن حيات پنهور

# ”زن طلاق.....“

”شاهه مراد دي مار پووس!“ هن کي ڏسندي مون کي ڳالهه ايندي هئي. جيڪو به پڇندو هوس ته اهوئي جواب؛ ”شاهه مراد دي مار پووس!“ هڪ ڏينهن زوريءَ ٻانهن کان جهلي، شاهه مراد جو قسم وڏو ماڻس. چوڻ لڳو، ”ميکون جهل ڇوڙيس؛ خبر پوس ته مريسين.“ اهين چئي، ٻانهن ڇڏائي، اٿي ڀڳو. ان ڏينهن کان پوءِ جڏهن به ڏسندو هو، ته پاسو ڪيو هليو ويندو هو.

هڪ ڏينهن زماني جي ڪر سان رئيس ڪلڻ خان جي ڳوٺ ڏاڻهن وڃي رهيو هوس. سيءُ به چوي ته اچ نه پوان ته ڪڏهن پوان. ويڙهجي سيڙهجي گهر کان نڪري اڃان ٿورو اڳڀرو ٿيس، ته لورو ويهه پنجويهه قدم پرڀرو منهنجي سامهون اچي رهيو هو. مون خيال ڪيو ته سڃاتو ڪينهيس، نه ته جيڪر ضرور پاسو ڪري ها. جڏهن چئن پنجن قدمن تي آيو ته مون کي کلندو ڏسي چوڻ لڳو، ”ڏٺئي! شاهه مراد دي مار پووس...“ مون ڇڪي ڪٽي ٻانهن کان جهليو ماڻس. ”ڇوڙ! ڪوله ڀڄسان!“ ڏٺم ته سندس شڪل مان ڊپ پئي معلوم ٿيو ۽ اهين پئي لڳو ڄڻ هيٺئر موت جي منهن مان پاڻ ڇڏائي نڪتو آهي. ”ڳالهه ڪرا ٻڌائين ڇو نٿو؟“. ”او ڏيک! ماڻهو ڪوبن نه، خدا دي لالي ميکون ڇوڙ؛ آپ هين ٻڌسين...“ ڏٺم ته هيءُ چريو ٻڌائيندو آهين ٿي ڪونه؛ ڇوله رڙهي وڃي روبرو ڏسان!

اڳڀرو هليس، ته رستي جي اولهه طرف وڻن جي سائي جهڪڻي ۾ ماڻهن جو ميڙ پئي ڏسڻ ۾ آيو. اڃان ويجهو ويس، ته ڏٺم ته چار پوليس آفيسر هئا، جن مان ٻن ڪونيل لاهن کي پئي ڏٺو ۽ هڪڙو لکڻ ۾ مشغول هو. ”السلام عليڪم“ چئي ويهي رهيس. مجمعي مان هڪڙي جٽي وڃڻ جو اشارو ڏنو، ۽ آءٌ هلڻ لڳس. ڦرلانگ کن پنڌ جو ڪري اچي واهه تي چڙهيس. ڳوٺ جا ماڻهو واهه جي موريءَ تي ويٺا هئا. سلام وراڻم: ڄڻ ڪنهن ٻڌوئي ڪونه! سڀني جي زبانن تي تالا لڳل هئا، ڄڻ مٿن ڪا وحشت ڇانيل هئي ۽ ڪنهن نتيجي جي انتظار ۾ هئا! اڃان ٻه چار منٽ ئي نه گذريا، ته پوليس ماڻهن سميت ڳوٺ ڏانهن اچڻ لڳي. جڏهن ويجهو آئي، سڀئي اٿڻ لڳا. هو اٿڻ جا نه هئا، پر اٿاريا ويا - پوليس جي ڪري. هو پوليس کان ڊنا ٿي، اهڙو جهڳڙو انگريزن جي زماني ۾ - پاڻ تنهائي وڌيڪ.

منجهانئن هڪڙي ته دل جهلي، انهن به چئي ڏنو: ”اڄ ڀيا انصاف وارا: ڏسو ته ڪيئن ٿا
انصاف ڪري ڏيکارين......!“ ماڻهو انهن ٻنهي پيرن تي هيڏانهن هوڏانهن ٽڪڙي ويا. خيال
کيم ته ڪٿي وڃي ويهان. پريان ڏنم لار ٻئي اڳهو، وڏي وڃي اتي ويٺس. اڃان الهيءَ
ويچار ۾ ٿي هوس، ته منهنجي پٺيان ڪنهن جي پيرن جي آهٽ معلوم ٿي. ڪنڌ ورائي ٿي
وراڻيان، تنهن ڪان اڳ ايندڙ جي واتان ”سلام عليڪم“ جو لفظ بندوق جي گوليءَ وانگر
ڪنن وٽان لڪري ويو. ”وعليڪم السلام“ چئي، اٿي ڪيس هٿ ڏنم.

”ڏٺئي!“ هو مون ڏانهن نهاري چوڻ لڳو، ”احمد! ڇا ٿو سمجهين؟ خدا جي ديگ
اڃا نه تپندي! موڪل ڏني مڙس ماريو ٿن... سو به لاهه تان... شل خدا جو قهر پئين...“

ماڻهو ٿوري پکڙي، وري اچي لار تي گڏ ٿيا. ڪو ڪنهن سان ڳالهائي رهيو هو، ته
ڪو ڪنهن سان. هڪڙي چيو، ”غريب جو گهر ٿي رلي ويو. ڪاڏي ويئي زال، ڪاڏي
ويو الهو تلهو. ٻرُ هي ڏينهن هئا، جو لانون لڏيون هئائين - اڃان ميندي به ڪانه لٿي
هيس. ڇا ٿيندو: ڪير آ ويچاري جو، جيڪو ڪيس ڳائيندو ۽ حاضريون ڀريندو. اڃهو هڪ
اڌ شنوائيءَ ڪان پوءِ وڏيرو وري اچي هڪڙي نه ٻئي جو سر ڪٽيندو. اڳيون ڳالهيون
ياد نه اٿو - چي، ’ڪهوڙي سان پڄ، نه ته دنبوق ٿو هڻانءِ!‘ لوروءَ جي ٻت ۾ اڃان ڀيا
ڇرا ڪوڪن. ڏسو ٿا ان ڏينهن ڪان وٺي، ڪو هوش لڪائي اٿس! رکو وڦلندو وتي -
’شاهه مراد دي مار پووس!‘ آهي ڪو ڏٺي سائين؟ انصاف هجي، ته ڪيترا ڏينهن نه ٽنگيو
پيو هجي؟ لاهه هن کي ٿورو ٿي چوريءَ ڪيا هئا - رئيس ٿي ته چيو هوس: ’ڏيڍ رپيو
ونندو سانءِ: ٻلي ڪڍي وڃي ڪوري تي وڪڻ‘ آءٌ پاڻ ڪين پئو هوس!“

پيو چئو، جو پريان ڪنڌ هيٺ ڪيو، سيرَ تي چڙهيو ويٺو هو، تنهن چيو، ”آءٌ ٻن پهرن
جو پڏي واري لمبر ۾ هترَ پٺي اڳهس، وڏيرو شهر ڪان پئي آيو. جعفر کي پريان لاهه
ڪيندو ڏسي، مون کي چيائين، ’گلو! اهو ڪهڙو ڪجر لاهه پيو ڪيي؟‘ پڌايو مانس،
’سائين جعفر آهي، رئيس گلو خان موڪل ڏني اٿس.‘ اهو جو پڌايو مانس، چڙ جهڙي
لڳي ويس - ’آءٌ مري ويو آهيان، جو هي حرامزادو رئيس ڪان ٿو موڪل وٺي!‘ پوءِ ته
وٺي گهوڙي کي هڪليائين. ڏنم مٿان جهيڙو نه ٿي پوي، سو گهوڙي جي پٺيان ٽڪو ٽڪو
هلڻ لڳس. وات تي وڏيري کي گهٽوٽي ڏاريم، ۾ هڪ به نه سنائين -“

”’رن پٽ... جڏهن ته ڀيگر جو چوينس، ڪنڌ ڪڍايو وڃي......‘ پرسان ايندي ٿي
وڏيري ٻجو ڏٺي، گار ڪڍي، چيس: ’رن...... گولاڙيءَ جا پٽ، هيءَ ڪا پڙهين جي
ملڪيت آهي، جو ڪڍين پئو!‘“

”جعفر کي ته سڀني سڃاتو، گهٽي اشارا ڏنا مانس - مڙيوئي ڪين. نيٺ پوءِ چئي ڏنائين:
’وڏيرا، اشراف ٿي: آءٌ گولاڙيءَ جو ٻار آهيان، ته تون وري ڪنهن جو آهين؟‘ بس
ڳالهه ٿي اها ٿي، نا وڃي پستول ٿيو. مڙس ڪري پيو. مون کي چيائين ’پڄ تنهنجي ته

وٺي ڪري ... توکي به نه ڇوڙو ڪريان!' اڄ ته وٺي ٻڌس، پوءِ ته هن لوڏوڻي ڪوله هڻيو، گهوڙو هڪليو هليو ويو".

ٿيون ڇٽو، جو سيٺي جيون ڳالهيون ڌاڌي ڌيان سان ٻڌي رهيو هو، تنهن چيو، "اهو ڪو بي واجبي چئبين؛ ڀاڻ به ته مهانيءَ جو ڀار آهي. ٻڌس ڪان موڪلايو هئائين، پوءِ به جترُ وٺي ويس. ٻڌن، هي سڀ اسان جو ڏوهه آهي؛ نه ته ... ڀيا به، ته وڏيرا راڄن سان ڀا اٿن ويٺن. هڙو ڪلور ڪٿي ڪينهي. جيڪو ڏس، گهر ڪنڌ ۾ ماريو ماٺ ڪيو ويٺو آهي ... سيٺي ڀا چرڪن. ٻڌس ٻڌسن جا مت آهن، هونءَ به ته ڀيا سرٺون نه! اڇا به تتا وبچاريو. هرڪا بازي ٿيندي وڃين، رڳو هن سانوٽيءَ ۾ ٿي ته ڏسو، ڪهڙا نه ويل وهايا اٿن! جانورن جا ڍڳا ڪنهن ٻڌرايا؟ ابهٽا جي ٻريءَ ڪچهريءَ ۾، چوٽي ڪنهن ڪترائي؟ ولوءَ جي ٻاٽيءَ سان عقوبتون ڪنهن ڪرايون؟ آچر ڪي جبل اماٿي، سندس اڄ ۾ ڪنهن هٿ وڌا، لورونءَ ڪي بندوق هٽي، چريو ڪنهن ڪيو؟ ٻڌاڀوا ساٽ جو ڪٿي اٿو! اهان به ڪنر تتو ڀيڙا! ٻڌي نه ڪندؤ، ته هڪڙي ڏينهن ٻنهجي به اهائي حالت ٿيندي. هيٺر سيٺي ويٺا آهيون – خدا جو قسر اٿو، آهي ڪو اهڙو، جنهن جي وڏيري دل نه ڏڪائي هجي؟ ميان، ٻڌس ٿيو؛ راڄ ٿا ڪلن ..."

سيٺي جلي ڪامي ويا، جنهن ڪي به ڏس ڪنڌ هيٺ، اکيون رت ڀيون ڇڏن. اوچتو مڏ ٿيو: "گلو اتي آهين؟" سڏ ٻڌلدي ٿي سيٺي ٻڪاپل شينهن والگر ڳات ڪٿي اڀا ڪيا. گلو ٽپ ڏئي اٿيو، ته هڪڙي چيس، "ڪير آ اهو؟".

"پاليان ڀيو ته ڪمدار آهي".

ڪمدار جي نالي ٻڌندي ٿي، هڪڙي رڙ ڪئي: "وتو ڪنڻ ڪي، آيو آهي ......"
اهو ماڻهو، جنهن سيٺي کي همتايو هئي، تنهن هڪل ڪئي: "ٻڌس ٿيو... ڇوڪرا آهيو ڇا؟ دشمن سان اٿين وڙهيو آهي؟ وڃ گلو! ڏس ته ڇا ٿو چوي".

انهن ٿي ڀيرن تي گلو موٽي آيو، لوار ڪٿي ته سچو ڀيو ٿرڪي، اڇڻ سان ٿي چيائين، "وڏيري چيو آهي 'شاهدي ڏيندين، ته جڻ ٻنياد وڃائي ڇڏيندو سانءِ'".

ٻڌندي ٿي، ٽپ ڏئي اٿي ڪڙا ٿيا، جهلجن ٿي نه: "نه ڇڏيو! وٺو انهي ڪولوءَ کي..."
هن وري به هڪل ڪئي: "خبردار! متان وڌيا آهيو! اڀرا نه ٿيو. واعدو ڪريو- 'جنهن سان وڙهڻو آهي، انهيءَ سان وڙهنداسين'.

هن اچا ڳالهايوئي هئي، ته سيٺي ڳڏجي وڏي آواز چيو: "زن طلاق آهي، جي هاڻي ڇڏيون ... وڏيري کي!"

---

ٻلرام وکل

# "حسرت"

سنيما جي تصويرن جيان سُنهن جي بدلجندڙن رنگن سان اهو ثابت هو ته سندس من ويچارن جي وچ سير ۾ غوطا کائي رهيو آهي. اکين جي شوخي ۽ ساڄي ڳل جي وچين حصي واريءَ ڳڙهاڻ اهو صاف صاف ٿي ٻڌايو ته سندس من ۾ ڀيانڪ طوفان اٿي رهيو آهي. ۽ هو ان ٿي حالت ۾ ماءُ ڏانهن ويو. شوخ ۽ رنڀهارکي آواز ۾ چيائينس، "خرچي ڏين ٿي يا نه؟"

"وڃ، مئا مر وڃين! اڃا ڪلاڪ به نه ٿيو آهي جو آنڪ وٺي ويو آهين، وري خرچيءَ جي لوچ لڳي اٿيئي!" ماڻس ڪاوڙ وچان چيو.

"نه، نه، مون کي ڏي... مان به ڳاڙهين تيلين وارو ماچيس وٺندس." ماڻس کي تهائين خار اچي ويئي. زوردار چماٽ جڙي، پيو ڳل به ڳاڙهو ڪري ڇڏيائينس... رڙ ڪري چيائين، "مئو، اناٿو! ڳاڙهين تيلين وارو ماچيس وٺندو! نه هتان."

راجن اکين ۾ ڳوڙها ڀري، روئيندو ٻاهر نڪري آيو. اکين کي ننهنجن ننڍڙن هٿن جي ننڍڙين مٺين سان مهٽيندو، گهر واري دڪيءَ تي اچي ويهي رهيو. ايتري ۾، پري کان، سندس ننڍي ڀيڻ ڪمو زور زور سان سندس نالو ڪٺي، سڏيندي آئي. قريب اچڻ تي ڏٺائين ته سندس ڀاءُ روئي رهيو هو. ڀاءُ کي روئندو ڏسي، ويچاري ڪمو به مايوس ٿي ويئي. پڇيائين، "چو ڀائو، روئين چو پيو؟"

راجن خاموش رهيو.

"ٻڌاءِ نه ڀائو!" پيار ۽ التجا ڀرئي آواز ۾ ڪمو چيو.

راجن وري به خاموش رهيو.

سندس من جي ڳالهه تاڙيندي، ڪمو چيو، "اما خرچي نه ڏني اٿيئي؟"

راجن اڃا به خاموش رهيو.

ڪموءَ هڪ ننڍڙو ٽهڪ ڏيندي، چيو ته "ڀوءِ ڇا ٿي پيا روئيو آهي؟ روئڻ ڪنهن جو ڪم آهي، ڀائو! ان ڏينهن بابا نه چيو هو!" ٿورو ترسي، چيائين، "چڱو، هاڻ اکيون ٻوٽ، ته هڪڙي شيءِ ڏيکاريانءِ."

راڻي جي ڇهري جي ريکائن ۾ البت ڦيرو اچي ويو ... مرڪيو... ليڪن سندس مرڪ ٽڪي، ۽ ائين ٿي ڀاسي، ڄڻ ڪافي مدت بعد مرڪيو اٿائين. ۽ مرڪنديءَ چيائين، "ڪهڙي شيءِ؟"

"اکيون ٻوٽ، پوءِ ڏسنداين!"

راڻي پٽ جو چوڻ مڃي، اکيون ڪٽي ڀوئيون. ڪمو به پنهنجن اٿڻ ۽ سڪل وارن جي ڪليل ڇڳن کي منهن تان هٽائيندي، ميري گهگهريءَ جي لنڊڙي ڪيسي مان ڪجهه ڪڍيو، ۽ هٿ جي ترئيءَ تي ڪليل رکي، چيائين، "هاڻي کول." راڻي اکيون کوليون ...... ڏٺائين ...... ۽ جهڪي ڪجهه ڏٺائين، ان سندس ڳلن تي لڙڪيل ڇانئن جي ايذاءَ کان ٿيل ڳاڙهاڻ کي ميٺاڻي ڇڏيو. من جي بغاوت ۽ اکين جي شوخيءَ کي ڪن ۾ ڪلائي ڇڏيو. هن ترئيءَ تي رکيل شيءِ تي يڪدم جهپٽو هنيو. ليڪن هوڏالهن ڪمو به ائين ڪاڻ ٻيلي هئي. هڪدم مٺي بند ڪري ڇڏيائين. راڻي وچاري جي اهڙي حالت ٿي، جيئن ڪنهن اجابل کي ڀاڻي ڏيئي کسي ونجي. پر اهو ته ٻاهين جو ڪم آهي. ڪمو ته راڻي جي پٽ هئي. سو وري به خشڪ چپن تي مرڪ آڻيندي، چيائين، "ايترو لوڀ! توبهه! ...... اڙي، اڙي."

راڻي لڄي ٿيندي وراڻيو، "چڱو، اڙي اڙي."

"هل ته خرچي اچون!"

ائين چئي ڪمو راڻي کي اٿاري، ڀالهن کان ڇڪيندي، دوڪان طرف هلڻ لڳي. رستي ۾ ڪمو پڇيو، "ڇا وٺون، ڀاڻو؟"

"مان ته ڳاڙهين تيلين وارو ماچيس وٺندس...... پر تو ڪيءَ آندي ڪٿان!"

ٻيون سوال ڀاڻم ڪنهن جي ياد اچڻ سان ياد پيو هجيس.

"ان ۾ تنهنجو ڇا؟"

"نه نه مان نه هلندس."

"چوري ڪاڻ ڪئي اٿم، جو ڊڄين ٿو!"

"پوءِ پڌائين ڇو نٿي؟"

"پڌلدين؟" ڪمو مشڪندي سوال ڪيو.

راڻي به ٻئي چپ زور سان ملائيندي چيو، "ها! پڌلهس."

"هيٺئر مان رمو ماءُ جو مرڀو وٺڻ ويئي هيس نه، سو جڏهن ان مربي واري جي دوڪان تي ويس، ڏٺم ته اهو دوڪان ئي بند پيو هو. مان موٽي آيس. بزار ۾ هڪ منياري جي دوڪان تي سڳيون ٽنگيون پيون هيون. هڪ سڳي سون کي ڏاڍي وڻي، ڀاڻو! سوک جي ڀاسي کان هلندي هلندي، منهن وراڻي ان سڳيءَ کي تڪي رهي هيس. مون کي خبر ڪاڻ پيئي، هڪڙو سائيڪل وارو اچي مٿان ڪرڀو. مان روئڻ لڳيس، ڀاڻو! سچ پچ مون کي ڏاڍو ڏک لڳو. هن جنگهه تي به هڪ رهنڊ اچي ويئي آهي، هي ڏس.

سائيڪل واري مون کي روئيندو ڏسي، جهٽ پٽ چار آنا ڏيئي، سائيڪل تي چڙهي هليو ويو. ٻڌاءِ ان ۾ منهنجو ڪهڙو ڏوهه؟ مون ان کان گهريا ٿورئي! ڏک لڳو هو. ٿورو وقت روئي چپ ڪري ڇڏيان ها!"

راجن بلڪل ڌيمي آواز ۾ ورائيو، "ڇڱو هل."

راجن ۽ ڪمو چار آنا خرچي، موٽي آيا، ۽ ورتل شيون ٻه ختم ڪري ڇڏيائون.

ان بعد ڪافي ڏينهن تائين راجن ڊوڙندو بازار طرف ويو. سڙڪ جي هڪ پاسي کان اٿين وڃي بيٺو، ڇاڪاڻ ڪنهن جي اچڻ جو انتظار هجيس. بيٺو رهيو، بيٺو رهيو... ڪجهه ويرم بعد، ڪنهن کي ايندو ڏسي خوش ٿيو. منهن تي سوڪيم مسڪراهٽ رقص ڪرڻ لڳيس. ايندڙ کي ويجهو ايندو ڏسي، پاڻ به ان جي سامهون اڳتي وڌيو. هوڏانهن اچڻ وارو ايندو رهيو، راجن به ان طرف ڌيمي چال سان وڌندو رهيو.

ايتري ۾ ڪنهن جي ٽڪرجڻ ۽ ڪرڻ جي آواز سان گڏ ڊپيل چيخ ۽ "اما! اما!" جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو.

راجن موٽر سائيڪل سان ٽڪرايو هو. "ڪموءَ کي سنهيءَ ۽ سنهن ڦيٿن واريءَ سائيڪل سان ٽڪرجڻ ۽ سنهي رهنڊ اچڻ سبب چار آنا مليا، مان هن ٿلهيءَ ۽ ٿلهن ڦيٿن واريءَ سائيڪل سان ٽڪرجي، وڏو ڌڪ کائي، اٺ آنا وٺندس. جو نه ملندا... ضرور ملندا... ڪمو کي جو مليا!" اهو سندس ننڍڙي ۽ اڻ ڄاڻ دماغ جو تصور هو.

راجن کي سچ پچ سخت ڌڪ لڳو هو- اٿين نه هو. راجن صرف هٿن جي هڪ پاسي لڳڻ سبب ڪري پيو هو؛ ۽ جيئن ئي ڪريو، تيئن ئي تڙ تڪڙ ۾ اٿي بيٺو. پڪو منهن ڪري، موٽر سائيڪل واري کي چيائين، "مون کي اٺ آنا ڏي."

موٽر سائيڪل وارو هڪ اپ-ٽو ڊيٽ شخص هو، منهن رعبدار آواز ۾ چيو، "الله والڳي پيو ڪهين، بي وقوف ڪٿان جو. وڃ هتان، آيو آهي اٺ آنا وٺڻ". راجن همت ٻڌي، وري به اڳين ٿيڻ جي پاسي ۾ بيهندي، ٿلهي هٿڙيل ۾ پنهنجا ٻئي ننڍڙا هٿ وجهي، چيو: "مان نه ويندس، ڪمو کي جو چار آنا مليا. مون کي به ڏي! ... ڇڱو چار آنا ئي ڏي!"

جنٽلمين هن ڳالهين کو ڌيان نه ڏيئي، پنهنجي ڪاهي هٿ سان راجن جي ساڄي ڳل تي ڇڳيري چماٽ جڙيندي چيو، "مر وڃ، فضول ٽائيم ٽو زيان ڪرين!" ائين چئي، موٽر سائيڪل جي مشين چالو ڪري هو هليو ويو. ڪارو تيل ماڻهن جو ميڙ به ٽڙي پکڙجي ويو. باقي راجن بيٺو ...... اتي ئي بيٺو رهيو ... نه معلوم ڪيستائين!




"بیجان جسم"

— چترکار : مس مسعوده [illegible]

محمد يعقوب ”نياز“

# لڙڪ ۽ مرڪ

"پياري سهيلي، تسليم! تنهنجو محبت ڀريل خط پڙهي، مون پنهنجي تلخ ۽ بي ڪيف زندگيءَ ۾ ميٺاج ۽ لطف محسوس ڪيو. تنهنجو خلوص ئي منهنجي لاءِ سهارو آهي، جيئن ٻڏندڙ لاءِ ڪک. تو مون کان پڇيو آهي، ته منهنجي ڪيئن ٿي گذري؟ ڀلا آئون تو کي ڇا لکان؟ هڪڙي بدنصيب جي به ڪا زندگي آهي، جنهن جي زندگيءَ ۾ ڪا رنگيني نه هجي - ڪا دلچسپي نه هجي!

"ڪٿان آغاز ڪريان، ڪٿي انجام! ڪي مسرت ڀريا، خوشين ۽ ٽهڪن سان معمور لمحا، بي خبريءَ ۾ گذري ويا. آخر اهو زمانو آيو، جنهن ۾ چوڌاري خوشيون لڳي رهيون هيون؛ جيڏين سرتين جي حرڪت بازين کان من هرڻيءَ وارا چالڪ ٿي ڏنا. شادي ٿي- آءٌ سهاڳڻ ٿيس. سهاڳ سڀڪجهه ڏنو. ڏينهن، راتين جي اميدن ۾ معمول کان زياده روشن ٿيا؛ راتين کي محبت جي شمعن تاريڪ ٿيڻ نه ڏنو. من جي اکين ۾ پيار جو دريا اڇلون ڏيئي رهيو هو، جنهن جي اونهائيءَ ۾ مون بي فڪريءَ سان پاڻ کي اڇلي گم ڪري ڇڏيو. ٻنهي دلين ۾ محبت جي ڏي وٺ جو سودو جاري رهيو. سودو سهانڪو ٿيو. زندگي مسرتن سان مالا مال ٿي وئي. مگر افسوس! زماني کي اهو سودو پسند نه پيو. ان کي پيو ڪو ڪيل ڪيڏو هو- ان کي ڪا نربجدي پيش ڪرڻي هئي. قلم جي پردي تي بي سين چالو ٿي. منهنجي خوشين تي ڌاڙو لڳو؛ مسرت جي جاءِ غم ورتي؛ اداس ۽ غمگين ماحول ۾ بي يار و مددگار تن تنها رهجي ويس. دل جو سڪون، هو پاڻ ... پاڻ سان ليئي، ڏينهن جلڻ لاءِ، راتيون بي خواب ٿيڻ لاءِ منهنجي حصي ۾ ڇڏي ويو. مون لاءِ فقط محبت جي غم جا لڙڪ منهنجي زندگيءَ جو سرمايو وڃي بچيو آهي.

"ڀيڻ! دنيا جي ڪاروباري هلڻ جي حقيقت به ٻڌ! نصيحتن جا انبار منهنجي اڳيان آڻي گڏ ڪيا اٿن. هيڏانهن نه وڃ! هوڏانهن نه نهار! چڱو ڀڄڙو سڃاڻ! سوچي هل! سمجهي ڳالهاءِ! چڱو نه اوڍ - بدناميءَ کان بچ! ڀيڻ، توئي ته منهنجي دل جي ڳالهه لکي، ته آءٌ ڪنهن کي پنهنجو ڪريان. هي سماج ڪهڙو نه انڌو ۽ ٻوڙو آهي، جو نه ڪنهن جو درد ڏسي ٿو،

نہ ڪنھن جي دل جي ڏک ڏک ٻڌي! مگر پيڻ، محبت جي ديوانگيءَ تان هزار فرزانگي قربان! ھيءَ جا جسم ۾ بجليءَ جھڙي لھر ٿي ڊوڙي، روح جي اونھائيءَ مان ھلڪي جھونگار ٿي نڪري، دل ھيڏانھن ھوڏانھن نھارڻ لاءِ مائل ٿي ڪري، اھو ڇا آھي؟ ڪنھن جي نالي ٻڌڻ تي سڪل چپن تي تر و تازه سرڪ ٿي لڳي، ان جو مطلب ڪھڙو آھي؟ ڪڏھن ھاڻ ڪي آئيني ڏانھن ليئڻ ۽ سينگارڻ ۽ سنوارڻ جي خواھش پيدا ٿيڻ، اداسيءَ ڪي شگفتگيءَ ۾ بدلائڻ - اھو ڪھڙو فلسفو آھي، اھو ڪھڙو راز آھي، اھا ڪھڙي ٻرولي آھي - جنھن کي سمجھڻ، کولڻ ۽ ٻجھڻ ۾ سماج منجھيل آھي؟ اھو تہ دل جي آواز جو پڙاڏو آھي - اھا تہ فطري تقاضا آھي؛ اھا تہ جبلي خواھش آھي؛ اھو اعلان آھي - اھو سماج کي چئلينج آھي!

"پيڻ! اسين محبت جي لئين رستي تي موڙڻ لاءِ مجبور آھيان. ڪير آھي، جو مون کي روڪ ڪندو؛ ڪنھن جي مجال، جو منھنجي آڏو اچي سگھندو؟ نصيحت ڪي برابر ٺھنجي تور آھي، پر ترازوءَ جو ٻيو پڙ بہ خالي ڪوالھي - ڪيترو وقت مٿي لڙڪندو. 'اخلاق' کي برابر قيمت آھي، پر دل جا جذبات بہ بي قيمت نہ آھن، جن جي قدر و قيمت جاڻڻ بہ اخلاق آھي.

"پيڻ! ڳالھيون تہ گھڻيون آھن، پر ڪيتريون لکي ڪيتريون لکان. ايندڙ خط جو انتظار ڪج. ڏسجي تہ ڇا ٿو ظاھر ٿئي! - تنھنجي دور افتاده ......"



# "انڌير نگري"

مولو حجم دي چوري ٿي گئي. چور آهے آئے آهے گئے، ۽ حجم دے گهر ڪک نہ چوڙيولين.

حجم ها غريب، سو وچارا رو ڌو چپ ڪر بيٺا. آهندي مرضي نہ هائي تہ ڪو پوليس وچ فرياد ڪريجے، پر ڳوٺ واليان آکيس، "فرياد ڪر، شئت ڪوئي ڀلا ٿي ونڃي!"

مولو وچارے مرد ٿين جيڏنين صلاح مڃيي: ڪيوين ڪري "اڳون ڪنڌي ڀڄڻ باهہ" والا مامِلا ها: پوليس دے سور تہ سجهدي هن، پر راج دا حڪم ٻي جيهي تيهي ڳالهہ نہ هائي. روزي دا سوال ها: ٿيوے حجم، تے رئيسان دا آکڻ نہ مڃئے!

مولو، ٽانگے والے ڪون پنج روپئے ڏيوڻے ڪيتے. رئيس ڪامڻ خان ڪون نال ڳڌس - سڌے آئے ٿاڻے تے.

مولو وڃڻ نال صوبيدار دا لوڙ سلام ڪيتا. پر صوبيدار ڪوئي جواب نہ ڏتس، نہ ول آهن غريب ڏے اک چاڪر ڏٺُس.

ڪيون ڏيکے؟ صوبيدار جو ٿيا پوليس دا - سڄ علاقے دي پوليس دا صوبيدار! ٿولي دير ڪنون پچے، صوبيدار سر چاتا: مولو ڪون ڏٺُس. رڙ ڪر آکيس، "اوے، تون ٻٺهہ رهيون؟ آئي، وچ آهن منهين ڪون ڏتوا آ."

مولو ڏڪدے ڏڪدے آئيا، صوبيدار دي مينهن ڪون ڏواوڻ چليا گيا. پيوڻ رئيس ڪامڻ خان آهئي جاهہ توڻ اٺيا، صوبيدار دے ڪن نال منهن رلا وچ آکيُس: "سائين، حجم ڪون ايوين نہ ڏيک! سکيا سهنجا هيئي، پٺسان ڪلهہ فجر ڪنون پچے سر ڪا گيا ها، آکے 'تون صوبيدار صاحب ڪني رليج چُل' - ميڏا ڪجهہ نہ وڃے، سائين - تون جاڻ تيڏي مرضي!"

مولو مينهن ڪون ڏتوا، پندر تے آن پڌا تہ صوبيدار ول رڙ ڪر آکيُس، "اوے گهوڙي تہ ايا آچي ڪوي اے."

مولو هٿ ٻڌ آکيا، "سائين، تُسان تہ مينهن دا آکيا ها!"

"آنون گهوڙي تيڏے پيئو ڀلاوٺي اي؟ ڪر چور حرامي اکيندا ڪيوين - 'سائين تُسان تہ مينهن دا آکيا ها!' - بے شرم ڪنهن جاهہ دا." مولو غريب گهوڙي ڪون پي پائي ڀلا آيا.

"مولو!" صوبيدار اٿيا شهپران کون مروڙا ڏے، کنڌ دے اشارے نال مولو کون سڏ کيتا، "کيون......... اڙي حرامي، کر خبر، تيڏي چوري ٿي ڳئي اے؟"
"هائو، سائين!"
"'هائو سائين' دا ٻال! پٺسان ساري رات زال نال ٻک گهت سُتا هوسيں، هڻ ول ٻچ آيا هے ٿاڻے تے - جڻ اِتان اِهندے پٺو دے پيليں پٺے هين، حرامي کنهن جاهه دا! اڙے تکيندا کيا اين؟ مَر پرے، ...... نل وچ اکين توڻ تہ لاهيٿين نہ ڦوري."
صوبيدار آپڻے منشي کون سڏ کر آکيا، "عمرالدين سوار کون اورے سڻج."
"عمرالدين!"
"جي سرکار!"
"اِهن حرامي کون 'ساري رات سمهڻ' دے ڏوهہ وچ چالان کر!"
چالان دا سڻدئين، مولو دے تاک ميل ڳئے.
صوبيدار دے اڳوں هٿ ٻڌ، رووڻ هارکا ٿي آکڻ لڳا: "سرکار، ميڏا قصور؟"
"بس کر، قصور دا ٻال!...... پٺسان سوڙا...... ساريان ساريان راتين بےآلکا ٿي سمهہ پٽسندا اے- ول پچدا اے: 'شوکاڻ، ميڏا قشور'!" پوليس والے مولو کون پانهن کنون جهل، هک پاسے وچ، هولين هولين آکيا: "پنجاهہ روپئے کڍ تہ جند چڙاوئين، نہ تہ اِها کاليں کوٺيں پٽرون ڏيک چوڙ. سچ لئے کنون پچے آپے خبران پوسن، جڏان توں سمهسيں، تے ٻچر جاڳسن!"
"سائين، مٿين غريب پچڙ بوال، کسبي ماڻهو، مٿين کنين پنجاهہ روپئے کٿون آئے!"
عمرالدين سوار، غصے نال کوروڙيان اکين کر آکيا، "پٺسان کنجرا کريندا کيا اے؟ اورے کر هان اے خميس (قميس) دا گودا"- اتلا آکي، مولو دے گودے وچون هٿ گهت، ڏهين دا لوت (نوٽ) کڍ ڳدس.
"اهو پاسے والے گودے وچ کيا اے؟"
"سائين، خدا دي قسم اے، اے ڏيک ڦٽي اے، پيا حرام......"
سوار آکيا، "صوبيدار صاحب تہ کڻوڙ بسي، پر هڻ ابوين کر، اِها پڳ آٿون جتي لاهہ رک اِتان - توں ٻنج وچ اِتون؛ جهٽ کر، متان کو ڏيک نہ گهنئيں. کيا ياد کريسين حرامي، هوونئي نورا!"
مولو هک پير جتي کنون آڌ ٻاهر کڍيا. آپڻي پڳ آپ لاهڻ کاڻ هٿ وڌا پڳ وچ گهتيس، پر لاهڻ روح نہ ٿيس. آهنديان اکين وچون ڏوڙے ڏوڙے لوک لڪل پئے.
پوليس والے ٻے طرف مُنهن ڦير آکيا، "جهٽ کريدئين حرامي، کين کرئين قاعدے دي کاروائي؟"
پوليس والے کنون ٿهک لِکل ڳيا، جڏان مولو حجر پيرون سرون لڳا، ابوين آک گهر روالہ ٿيا:
"هوسي اک لهر کون، تہ ول نہ ويسي واڙ"

ڪمل ڪيولراماڻي ”پياسي“

# ونازدنس*

## ( هڪ روسي ڪهاڻي )

ونازدلس ڪو ٻڪي نه هو. هيءَ هڪ ننڍڙن پيرن واري، ننڍڙي ۽ نرم چهري واري، پشم جهڙن وارن واري، پڻ سرڪو هڪ ننڍڙو ٻار هو. نئين بهار اچڻ سان هو پنهنجيءَ زندگيءَ جي پنجين ڏاڪي تي پهتو هو. تمام معصوم عمر هئي هن جي. سچ پچ ته ونازدنس سندس نالو به نه هو. سندس نالو هو جان جنتس. صرف سندس بابا ئي کيس ونازدنس ڪري پڪاريندو هو.

سمنڊ تان موٽندي، پيرن مان پنهنجو ڳرو بوٽ لاهيندي، بابا کيس پنهنجن گوڏن تي ويهاريندو هو. سندس ساري بدن مان، بوٽ ۽ هٿن وانگر، ڪيڪڙ جي بوءِ ايندي هئي؛ ۽ ساڳي بوءِ ايندي هئي سندس چاڙيءَ مان، سندس هوڙيءَ مان، ۽ سندس رهڻ واريءَ ڪوٺيءَ مان.

”مٺوا ونازدلس، پوءِ ٻڌاءِ خبرچار!“ هو کيس پنهنجن گوڏن تي ڪڏائيندي پڇندو هو.

... ۽ ڪڏهن ڪڏهن مذاق خاطر هو ڪائنس اهو به پڇندو هو، ”ٻڌاءِ ونازدلس، تون ڪنهن جو ٻار آهين؟ تون ننڍڙو ٻار ته نه آهين، جو ڪيتن مان ڪوٺن کي جهٽيندو آهي؟“

ڳرانڙي پائي، ٻالڪ پنهنجو منهن ۽ مٺو ڪڻي بابا جي گود ۾ لڪائيندو هو، ۽ جهيڻي آواز ۾ جواب ڏيندو هو:

”بابا، مان تنهنجو ونازدنس آهيان ...“

۽ پٺي ڪافي وقت تائين اچي ڪل ۾ چنبندا هئا. بابا پوءِ سندس پيشانيءَ ۽ هٿ جي ننهي تيرين کي چمي، کيس هنج مان هيٺ لاهيندو هو.

اها به ته عجب جي ڳالهه هئي، جو بابا جي ڏاڻي جهڙي کهري هٿ ۾ اچا به مٺو مٺو چُهنڻ جو آنند هو. سندس بابا جون ٿلهيون ڪنڊين جهڙيون آڱريون ونازدلس جي

---

* ”ونازدلس“ روسي زبان ۾ هڪ ٻڪيءَ جو نالو آهي؛ روسي مائٽ به عام طور پنهنجن ٻارن تي لاڏ ڪوڏ جو اهو نالو رکندا آهن.

وارن مان مٿي ۽ جڏن اهڙي لمولي تہ سوچهي ڪڍنديون هيون، جو ڪيس ذرو بہ ايذاءُ
نہ ٿيندو هو. هو ٻئي ڳويا هڪ ٻئي جا دل گهريا يار هئا. ٻيءَ ٻت ڪي هڪ ٻئي جو يار
جا سڏبو - ٻہ مهانن جي جهوپڙين کان الڳ، سمنڊ لڳ جيڪا سندن جهوپڙي هئي،
تنهن جا صرف هوئي ٻہ اڪيلا ڀاتي هئا. آهي بہ ذيهن هئا، جڏهن هو ٻاڻ ۾ نئي ڀاتي
هئا. بابا کي اهو چنيءَ طرح ياد هو، پر وناز دلس کي خبر نہ هئي تہ اهو ٽيون ڀاتي سندس
امان هئي، جا بہ ٻين مائن جيان مٿي کي رومال ٻڌلدي هئي، ۽ هن جهڙن ٻچڙن کي
يا تہ ڳود ۾ کڻي يا تہ آڱر کان پڪڙي گهمائڻ وٺي ويندي هئي. ڳوٺ جي سڀني ٻالڪن
۽ ٻالڪين کي پنهنجون ماتائون هيون، جي سندن آڳهہ پڳهہ ڪنديون ۽ کين گهمائڻ وٺي
ويندبون هيون. هوئي هو، جنهن کي امڙ نہ هئي؛ ليڪن کيس بابا هو، سندس مٺو ۽ سچو
ساٿي، جيڪو کيس پنهنجن ڳوڏن تي لوڏائيندو هو، ۽ پنهنجن ڪلهن تي سوار ڪري سمنڊ
ڪان ڳور تائين چڪر هڻائيندو هو؛ ۽ اهي جيڪي پنهنجي پيشانيءَ جي چوڌاري رومال
ٻڌنديون هيون، الهن کان ذرو بہ تہ سندس بابا خراب نہ هو، هو وري قداور ۽ مضبوط
بہ هوا وناز دلس ٻاڻ ڏنو هو تہ هو اڪيلي سر هوڙيءَ کي سڪيءَ تان ڌڪي ۽ کلي
وچي پاڻيءَ ۾ وجهندو هو.

جڏهن سندس بابا کي مڇيءَ مارڻ لاءِ سمنڊ تي ٻريرو وڃڻو هوندو هو - خاص ڪري
بسنت رت ۾ - تہ هو وناز دلس کي سندس چاچيءَ آنيءَ وٽ ڳوٺ ۾ ڇڏي ايندو هو،
جتي هو ساري رات رهيو پيو هوندو هو. آن گهر ۾ پيا بہ ڪيترائي ٻار هوندا هئا، پر وناز دلس
سمجهندو هو تہ سندس چاچي انني انهن سڀني کان ڪيس ٿي وڌيڪ ٿي ڀائني. سڀ ٻالڪ ٻاڻ ۾
گڏجي رالد ڪندا هئا، ٿينگ ٽپا ڏيندا هئا ۽ رات جو مالي بہ گڏجي ڳائيندا هئا.

انهيءَ گهر ۾ واقعي ڏاڍو مزو ٿيندو هو، پر تنهن هوندي بہ وناز داس سمجهندو هو
تہ سندس پنهنجو گهرڙي هن لاءِ سڀ ۾ سٺي جڳهہ آهي. جيتوڻيڪ اتي سندس رالدين ۾ ڀاڱي
وٺڻ واري صرف مينڪا ٿي هئي. مينڪا ڀوري رنگ جي ٻلي هئي، جا اڪثر تہ سندس اشارن
کي سمجهندي بہ ڪانہ هئي، تنهن هوندي بہ هوءَ سندس پنهنجي پياري مينڪا هئي.
وناز دلس چا ڪندو هو، جو رسيءَ جو هڪ ٽڪر سونجهي، ان جي هڪ پڇڙيءَ ۾ پرائيءَ
اڳڙيءَ جو ٽڪر ٻڌي، ڪوليءَ ۾ وٺي ڊوڙون پائڻ شروع ڪندو هو؛ ۽ وري مينڪا
چا ڪندي هئي! آتي جو آتي ٽائينڪي ٿي، پيٽ ڀر زمين تي ڊگهي ٿي پئجي رهندي هئي ۽
انهيءَ چرلدڙ شي کي پئي گهوربندي هئي، جا لوڙيءَ جي پڇڙيءَ ۾ ٻڌل هوندي هئي.
مينڪا جي ساين اکين ۾ چڻ ٽانڊا چمڪي ويندا هئا؛ زمين کي ڪرڙيندي ۽ پنهنجو پڇ
لوڏيندي، ان اڳڙيءَ کي گهوري گهوري، وٺي وڏو اهانگ ڏيندي هئي. ويچاري سورک
مينڪا سمجهندي هئي تہ رسيءَ جي پڇڙيءَ ۾ ٻڌل ڪا جاندار وستو آهي. رالد ڪندي
جڏهن مينڪا ٿڪجي پوندي هئي، تڏهن سهڪي اچي وناز داس جي پيرن لڳ وهندي

هٿ ۽ جسُو وجهي ڇوڪر ڏي نهارڻ ويهي رهندي هئي - انين ڄڻڪ چوندي هجي،
"ڏس سنگتي! ڪيتري نه سٺي راند ڪئيسين!"

مينڪا چالاڪ پڻ هئي. سنجها جو جڏهن ونازدلس جو بابا ڪيڪيون ڪنيو موٽي اچڻ وارو هوندو هو، ته هوءَ لينگرسان گڏ اڳتي وڌي، مهاڻن سان ملڻ ويندي هئي. ڏکي تي سالت ڪيو، ايندڙ ٻيڙن ۽ هوڙين جي انتظار ۾ سمنڊ ڏانهن ٽڪ لڳايو ويٺي هوندي هئي. جيئن ئي مڇين وارا ڪناري پيڙو ٿي ويندا هئا، ته ٽماٽو سنهن ڪري، مياٺو ميائو ڪندي، ڪڏهن ٻنجي ۽ هيڏي ڪي سوم ٻتيءَ جيان ڏکو ڪندي، وڏي وڃي ونازدلس جي بابا جي پيرن جي چوڌاري ڦرڻ شروع ڪندي هئي. ڪيس خبر هئي ته مهاڻا هٿين خالي ٻنهه ڪين ايندا آهن، ۽ ڪيس به ڪجهه ڪيو ته ملندو ئي سهي! مڇي ۽ مست هئي اها زندگي!

اولهاري ۾ ته ان ڪان به وڌيڪ رنگيني هوندي هئي، جڏهن ٽڪيءَ آس ۾ بانس جي لڪڙن تي چارسڪايا ويندا هئا. گولجا، ڊول، ٻتي ۽ هٿ-چار جوئي واهپو ڏسڻ ۾ ايندو هو. ونازدلس الهن ڏينهن ۾ سڄو وقت ڪناري تي بيو تيلندو هو ۽ چارن تي نظر رکندو هو. مينڪا به هن سان پٺ هوندي هئي. ٻيڙين جي چوڌاري ڦري، گهوڙيءَ ٽپ ڏيئي وڃي اندر وهندي هئي. ونازدلس واريءَ جا گهر ناهيندو هو. سندس بابا به هٿ ڪي تڪڙو تڪڙو ملايو پيو چار به ناهيندو هو ۽ آن جي ننڍن ننڍن گهرڙن ڪي سنڌبندو هو، ۽ وقتي وقتي پنهنجو ڪم ڇڏي ونازدلس سان رٻتيءَ تي به ويهي راند رهندو هو.

"منهنجا ملوڪ، ونازدلس، ٻڌاءِ بابا! ڪهڙي پيو محلات جوڙين!" هو سوال ڪندو هو.

۽ ونازدلس ڪيس آتر ڏيندو هو، "هيءَ پنڪڙو گهر آهي جتي اسان رهندا آهيون، ۽ هيءَ وڏي جاءِ آهي سوداگر جي مڇين جو گدام......"

هو مينڪا ٻليءَ لاءِ به گهر ناهيندو هو.

جڏهن جڏهن بابا جون اکيون دور دور سمنڊ طرف کڄي ويندڙيون هيون، ته هو ونازدلس کي پاڻ ڏانهن ڇڪي، ڪيس ان طرف اشارو ڪري ڏيکاريندو هو، جتي سمنڊ افق سان ملي ويندو هو.

"ونازدلس، خبر اٿيئي ته اتي ڇا آهي؟"

ڀلا ونازدلس کي ڪهڙي خبر؛ پر چاڻ ته هو به ضرور چاهيندو هو. پوءِ بابا ڪيس پنهنجن ڪلهن تي چاڙهي، وڏي پيار سان ڀچڪارون ڏيندو هو.

"سڀ آئي، جڏهن منهنجي ونازدلس کي ڪنب ڄمندا ته هو اوڏانهن اڏامي وڃي پاڻ سڀ ڏسندو، ۽ موٽي آچي اهو سڀ پنهنجي بابا کي ٻڌائيندو، ۽ شايد......" بابا جا شبد گورا ٿي پيا ۽ هنن ۾ درد جي لهر پرجي آئي، "......۽ شايد هو واپس نه به اچي......"

سرءُ آئي- سمنڊ جي پاڻيءَ ۾ به ٺار ٿي پيو، جنهنڪري ٻالڪ سمنڊ جي ڪناري تي ليٽيون پائي ۽ اشنان به ڪري نٿي سگهيو. ڪڏهن ته زوردار هوا جو جهونڪو ٿي آيو ۽ لهرون به اچانگ ڏيئي اچي ٿي ڪناري تي سٽيون، ڄڻ ته ڪناري کي ڏيڇارڻو هون ته ان تان سڀڪجهه ميڙي کڻي ويندڙيون. اهڙن موقعن تي مهاڻا پنهنجون هوڙيون اچا به مٿي کڻي آئي واريءَ جي ڍيرن تي چاڙهيندا هئا. ونازدلس هينئر آتي گهمندي گهمندي سنکوا ۽ ڪوڏ به چونڊي نٿي سگهيو. مينڪا ته حد ڪان وڌيڪ ٿي ڪنبي؛ اٿرو جو پنهنجن پيرن پسائڻ جي همت به نٿي ساري سگهي، ۽ ٻيرو وٽن جي اوٽ ۾ ٿي ويٺي مياٺو ميائو ڪندي هئي.

اهڙي نموني هڪ ڏينهن بابا سمنڊ تي ڪولڻ ويو ۽ ونازدلس ۽ مينڪا کي ٻه ان ڏينهن ڪناري تي ويهي ڪنهن جو انتظار ڪرڻو نه هيو.

...... پر هڪ ڏينهن سڄو قصوئي الٽو ٿي پيو. ٻنپهرن کان اڳ ته ڪنهن ٻه الڪي ڪرڻ جا آثار ڪولڻ هئا. آڀ صاف هو ۽ سمنڊ ٻه ماٺو هو، رڳو آفق کان هڪ طرف ڇڊا ڪڪر پئي ڏٺا. بابا کي سندس مهاڻي دوست سمنڊ تي هلڻ لاءِ مجبور ڪيو. پڻ مهاڻن جو ڏينهن ۾ ڳپل مڇي آندي هئي، ته سندس ٻه دل سرڪي.

پوءِ هنن پڻ مهاڻن چاڀون ۽ لنگر سنڀالي ٻيڙيءَ لڳ ڪيا.

ٻاهر اڪرڻ کان اڳ، بابا ونازدلس کي گهر وٺي آيو. ڊبل روٽيءَ جو هڪ سلائيس کپي ان کي مکڻ لڳائي ڪٻٽ ۾ رکي ڇڏيائين. «جڏهن بک لڳيئي، ته ڪٻٽ کولي هيءَ کٽي کائج،» بابا چيو، «تنهن وچ ۾ مينڪا سان پيو کيڏج، سمنڊ ڏانهن نه وڃج، آءٌ اجهو آيس.»

بابا هليو ويو. ڪيتري وقت تائين ونازدلس کيس دريءَ مان ليا ڪا پائي ڏسندو رهيو. هن ڏٺو ته ٻيڙي ڪناري کان پري پرو ٿيندي پئي وڃي؛ ننڍي ننڍي ٿيندي ٿيندي، آخر غائب ٿي وئي. هينئر ڏسڻ جي ڏانءُ جو ڪجهه هئوئي ڪين، ۽ ونازدلس ٻه دريءَ جي اوٽ ڇڏي ڏني. هن رسيءَ جو ٽڪرو لڌو جنهن جي هڪڙيءَ ۾ اڳڙيءَ ٽڪر ٻڌل هو، ۽ پنهنجي سڪيءَ سان راند ڪرڻ ۾ لڳي ويو.

«پڪڙ مينڪا پڪڙ! اڄ ته ٽوري راند ڪيون، پوءِ سمنڊ تي بابا کي گڏجي هلنداسين.»

هو ٻئي راند ڪرڻ ۾ ايترو ته محو ٿي ويا، جو ڪين سڌ ئي نه رهي ته وقت ڪيئن ٿي گذريو؛ ۽ ليٽ جڏهن ٿڪجي پيا ته راند ڪرڻ بند ڪيائون. ونازدلس سمنڊ ڏانهن نهارڻ لڳو. «بابا شايد اڪيئي موٽي پيو اچي! پر هوڙي ته نظرئي نٿي چڙهي!» جڏهن هنن راند بند ڪئي، تڏهن سمنڊ پنهنجو روپ ئي بدلائي ڇڏيو هو. پربت جيڏيون لهرون وڏا وڏا اڇالا ڏيئي اچي ٿي ڪناري تي پيون. ڪجڪوڙيون ڪندڙ واءُ ٻه تيزيءَ سان رڙي ڀاريندو پئي ويو؛ ڪيترن وڻن جون ته ٽاريون ئي اکوڙي ڇڏيون هئائين — انهن پئي لڳو ڄڻڪ ڪنهن غيبي هٿ زوريءَ ڪين جهلي، پٽي اڇلائي ڇڏيو آهي. وڻن جي اهڙي حالت ڏسي، ونازدلس سمجهيو ته ڪٿي ڪو سٺو سوڻ ناهي. اهڙين حالتن ۾ سندس بابا پاڻ ٻه چوندو هو، «هوا جو رخ وڃي ٿو پيو ٿيندو؛ هن کان پوءِ طوفان ايندو، ۽ مهاڻا اڄ پنهنجن گهرن ۾ ئي رهندا.» ونازدلس کي خبر هئي ته مهاڻن کي جڏهن واءُ اچي ورائيندو آهي، تڏهن هو جلدئي گهر موٽڻ جو سعيو ڪندا آهن. «تنهن جي معنيٰ بابا ٻه جلدئي گهر ايندو!»

پر بابا واري ٻيڙي نظرئي نٿي آئي. غبار وڌندو رهيو. هينئر هو اهو ٻه سمجهي نه سگهيو ته آفق وٽ سمنڊ پورو ٿو ٿئي، يا آڪاس شروع ٿو ٿئي. واءُ جا واچوٽ اچڻ ٻه وڌندا رهيا، ۽ ڪيترن جهوپڙين جون ته ڇتيون ٻه اڏامي وييون هيون. «سوير بابا جي اچڻ جو وقت ٿي چڪو هو، پر موٽڻ ۾ هن کي ايتري دير ڇو لڳي آهي؟»

ولازداس ڪوٽ ڀرڻ کان سواءِ ئي، اڀرانئَ کان سمنڊ ڏانهن ڊوڙيو. مينڪا به کنهن ٻچڪار کان سواءِ ئي هن جي پٺيان آئي ڊوڙي. ٻليءَ به سمجهي ورتو ته سندس مالڪ جي اچڻ جو وقت اچي ٿيو آهي ۽ هاڻي کيس کائڻ لاءِ تازي مڇي ملندي.

سمنڊ جي ڪپ ڏانهن وڃڻ به ڪو آسان نه هو- هوا سڌو سندس منهن ۾ ٿي لڳي، ۽ جڏهن تہ لينگر جا پير اکوڙي کيس ڪيرائڻ جي ٿي ڪيائين. سندس بابا جي ڪشتي نہ ڪناري تي، نه سمنڊ تي ئي نظر ٿي آئي. ٻاٽيءَ جو چوهڙ ڏسي دل ڌڪي ٿي ويئي. پر کيس بابا لاءِ ته ترسڻو ئي هو. سندس بابا ڪنهن وقت به اچي سگهيو ٿي. ڀلا هو سمنڊ تي ترسي ڪندو ٿي ڇا؟ جيڪڏهن لنبي سفر تي وڃڻو هجيس ها، تہ ٻڪ کيس سندس چاچيءَ انيءَ وٽ ڳوٺ ۾ ڇڏي اچي ها. هو ضرور اڄ ئي واپس ايندو.

ولازداس بابا جي انتظار ۾ پرسان واريءَ ڀل اينچ تي ويهي رهيو. ڳپل وقت کان سج لهي چڪو هو ۽ آڪاس ۾ جتان ڪٿان ڪڪر ٽوي ٻڪوڙي ويا هئا. تارا ڏسڻ ۾ ٿي آيا. سرءَ جي رات شروع ٿي چڪي هئي، ليڪن ولازداس اڃا ٻينچ تي ويٺو رهيو. سندس ٻڪ ٽڪ نگاهہ تہ سمنڊ طرف ٿي هئي. هوا جي گهوگهاٽ کان سواءِ کيس چوڌاري ڪٻه پيو آواز ٻڌڻ ۾ ڪونہ ٿي آيو.

ولازداس گهر وڃڻ ٿي چاهيو. آتي به تہ اولڌهہ هئي، ۽ آتي پيو ڪير هو جو کيس ٿي ٻاري ڏئي - پاڻ تہ اڃا ننڍو هو.

مياٺو مياٺو ڪندي، ماٺ ماٺ ۾ ڪجهہ سوال پڇندي، مينڪا اچي ولازداس جي پيرن ۾ ٻيٺي. هن وري "مياٺو" ڪئي، پر ان جو به جواب نہ پائي، چپ چاپ هوءَ گهر ڏانهن هلي ويئي. مينڪا به ويهي ويهي ٿڪجي پيئي هئي. "ٻلي وڃي،" ولازداس سوچيو، "هاڻي کيس بابا جي اچڻ تي ڪڪي به ڪاله ملندي......" ليڪن هو پاڻ تہ پنهنجي بابا لاءِ ضرور ترسندو. بابا کيس پنهنجن ڪلهن تي چاڙهي گهر وٺي ويندو. 'پر ليٽ ٿيو هو اچي ڇو ڪين ٿو؟ شايد هو پري پري ويو آهي، آتي جتي سمنڊ پورو ٿو ٿئي - ڏسڻ لاءِ تہ آتي ڇا آهي؟ پوءِ تہ ٻڪ ٿي ٻڪ هو اچي مون کي آتان جون سٺيون سٺيون ڪهاڻيون ٻڌائيندو.' ولازداس چاهيندو هو تہ پاڻ به وڃي آتي ڏسي اچي تہ جتي سمنڊ ۽ آڪاس اچي ٿا ملن، آتي ڇا آهي - پر پاڻ اڃا ٻالڪ هو، ٻلي تہ اول کيس ٻڙ ڇمن.

رات جي اونداهيءَ ۾ سمنڊ اڃا به ڌڪائيندڙ ٿيندو ٿي ويو؛ ۽ چوڌاري ڪاريءَ ٻاٽ اونداهيءَ ۾ وٺي لڳي ولازداس جي ننڍڙي جهوپڙي به اولڌهہ جهڙي ڪاري ٿي ڏسڻ ۾ آئي.

- ۽ ڪوٻه ولازداس کي گهر وٺي هلڻ لاءِ سڏڻ نہ آيو. هو آتي ويٺو رهيو، پير جي آگوٺي سان ريتي ڪرڙيندو رهيو، ۽ چپ چاپ انتظار ڪندو رهيو - پنهنجي بابا جي موٽي اچڻ جو!

محمد ابراهيم جويو

# آزاديءَ ڏانهن ....

منظر پهريون

[ڀيانڪ شڪل - وڏو پيٽ - هڪ هٿ ۾ چهبڪ - ڇوليءَ سان هڪ ڪنڊيل ڪڙي ۽ هڪ جرڪندڙ تلوار ٻڌل - ٻئي هٿ ۾ مضبوط رسو جهليل، جيڪو هڪ زبون حال انسان جي ڳچيءَ سان ٻڌل آهي، جنهن جي اکين تي پٽي ويڙهيل، ۽ هٿن ۾ هٿڪڙيون جڙيل آهن - پردو کڄي ٿو، ۽ "ظالم" پنهنجي الوهيءَ سموري ساز و سامان سان، انتهائي غرور ۽ فرعوني ڪيفيت جو مظاهرو ڪندو، وڏيون ڦرالڪهون ڀريندو، ڌمڪندو، پنهنجي ڪمال نفرت ۽ انسان دشمنيءَ جو گويا عام اعلان ڪندو، اسٽيج تي نمودار ٿو ٿئي، ۽ مظلوم غلام کي رسي سان جهٽڪو ڏئي پاسي ۾ ڪيرائي، چهبڪ وهائي ٿو ڪڍي - غلام ٿورو ڪنڌ ٿو کڻي يا ڪنجهڪار ٿو ڪري، ته جهٽ "ظالم" جو هٿ تلوار ڏانهن کڄي ٿو وڃي - ڪنجي ٻاهر ڪڍي، غلام جي هٿڪڙين کي لوڏي، خاطريءَ سان ڏسڻ جي ڪوشش ٿو ڪري ته هن جون هٿڪڙيون مضبوط جڙيل آهن يا نه - پوءِ ٻڌندڙن ڏانهن مخاطب ٿي، نهايت ڪڙي ۽ ڌڪائيندڙ آواز ۾ ڳالهائي ٿو ......]

"آءٌ ڪير آهيان؟ منهنجي شڪل ۽ صورت ڏسو، منهنجا مهانڊا، منهنجا هٿيار، منهنجي پوشاڪ، منهنجا طريقا ۽ منهنجا ڪارناما ڏسو: غور سان ڏسو، ۽ ڄاڻيو - سوچيو ته ڪي سڃاڻو، سڃاڻو ۽ ٻڌايو ته آءٌ ڪير آهيان؟ ...... آءٌ "ظالم" آهيان - غلامي منهنجو فصل آهي، جسماني غلامي - جسماني غلاميءَ کان وڌيڪ ذهني غلامي پيدا ڪرڻ، ۽ پيدا ڪري هميشه قائم رکڻ منهنجو مقصد آهي ........

"غلاميءَ جو هيءُ زهريلو فصل، آءٌ جهالت ۽ افلاس جي زمين تي پوکيندو آهيان، ۽ ان کي اوهان جي ٻنهي هٿان بزدليءَ ۽ خوف جا پاڻي پياريندو آهيان: اوهان جي دل ۽ اوهان جي دماغ کي، بيسود ۽ بيڪار خيال پرستيءَ ۾ محو رکي، ڏاڍن ۽ غيرممڪن آسرن ۽ اميدن جي نشي ۾ مدهوش ڪري، آءٌ اوهان جي روح کي پنهنجي بيرحم پيرن هيٺان لتاڙي، چيڀاڙي ۽ چيپاڙي، بيحس ۽ بيخبر بڻائي ڇڏيندو آهيان... پوءِ اوهان کي اها به خبر نه رهندي آهي ته آءٌ اوهان جو دشمن آهيان. منهنجا پگهاردار چاڙتا، ۽ اهي جن جا غرض ۽ مفاد منهنجي وجود سان وابسته هوندا آهن سي منهنجا مبلغ آهن. پوءِ اوهان انهن جي پيچ درپيچ ڳالهين ۾ منجهي، جهالت، خوف ۽ نااميديءَ جي شڪنجن ۾ ايترو ته جڪڙجي ويندا آهيو، جو پنهنجي

غلاميءَ کي قبول ڪرڻ بدران اوهان ان سان محبت ڪرڻ شروع ڪري ڏيندا آهيو؛ ۽ پوءِ اوهان مون کي پنهنجو آقا، سردار، سائين، رئيس، ڀوتار ۽ عالم پناهه ڪري سمجهندا ۽ پڪاريندا آهيو؛ منهنجي حضور ۾ هٿ ٻڌي هميشه حاضر رهندا آهيو؛ مون کي پيرين پوندا آهيو ۽ پاڻ کي منهنجي دروازي جا ڪتا، نڪريل، خاڪ پا ۽ پاليءَ جا پار سمجهي، منهنجي عزت ڪندا آهيو، مون سان محبت ڪندا آهيو ۽ مون کان خوف کائيندا آهيو. پر ايتري ساري اتالي ۽ اهتمام هوندي به آءٌ اوهان کان ڊڄندو ۽ ڪنبندو آهيان، ۽ پاڻ وٽ چهبڪ، تلوار، بندوق، بنديخانا، جاسوس ۽ هٿياربند چوڪيدار هر وقت موجود رکندو آهيان - ڇاڪاڻ ته اوهان جي زندگي ۽ منهنجي زندگي هڪ اٽل ۽ لازمي ضد ۾ آهن: منهنجي موت ۾ اوهان جي زندگي آهي، ۽ اوهان جي موت ۾ منهنجي زندگي آهي! آءٌ زنده فقط تيستائين آهيان جيستائين اوهان انڌا، ٻوڙا، بزدل، هڪ ٻئي جا دشمن، غفلت جي اگهور ننڊ ۾ مستل، لاپرواهه، غافل ۽ جاهل آهيو - ۽ مون کي زنده رهڻ ڇڏيو ٿا!

"آءٌ ڪير آهيان؟ - منهنجي شڪل ۽ صورت ڏسو؛ منهنجا مهانڊا، منهنجا هٿيار، منهنجي پوشاڪ، منهنجا طريقا ۽ منهنجا ڪارناما ڏسو؛ غور سان ڏسو ۽ جانچيو - مون کي سڃاڻو، سڃاڻو ۽ ٻڌايو ته آءٌ ڪير آهيان؟ - آءٌ آهيان اوهان جو دشمن - ابدي ۽ ازلي دشمن!

"اوهان جي دل ۽ دماغ مٿان بي علميءَ ۽ جهالت وسيلي، ۽ اوهان جي جسم مٿان ڏنڊي ۽ ڏاڍ وسيلي، آءٌ حڪومت هلائيندو آهيان. منهنجو وجود اوهان کي هڪ کلم کلا چئلينج آهي - هڪ کلم کلا دعوت آهي ته "اٿو، اي مظلوم ۽ غلام انسانو! اٿو همت ڪيو، ڊوڙو - اچو اچي مون کي ختم ڪيو؛ ڇاڪاڻ ته منهنجو وجود آهي ئي ختم ڪرڻ لاءِ يا ختم ٿيڻ لاءِ!"

(غلام کي چهبڪ هڻي، رسو ڇڪي اٿاري گهلي پاڻ سان وٺي ٿو وڃي - پردو آهستي آهستي ڪري ٿو)

### منظر ٻيو

[صاف، سنجيده ۽ پاڪيزه چهرو - هڪ هٿ ۾ هڪ وڏي ٿالهي، جنهن ۾ مس، قلم، اوتڪ، اخبار ۽ ڪتاب؛ ۽ ٻئي ۾ هڪ روشن شمع، جنهن جي پيرسان هڪ ڪُنجي رکيل آهي - پردو کڄي ٿو. اسٽيج تي اڳين منظر وارو غلام پنهنجي اصلوڪيءَ صورت ۾ اداس ۽ بيوس هڪ ڪنڊ ۾ ويٺل ڏسڻ ۾ ٿو اچي - "علم" نهايت محبت ڀرين نظرن سان ڏانهس نهاري ٿو، ۽ نهايت اطمينان ۽ سنجيدگيءَ سان اڳتي وڌي سندس قريب وڃي ٿو، ۽ نوڙي کيس هڪ ڪري ۽ چپ چاپ علم جي سمورين نعمتن سان روشناس ٿو ڪري - نهايت ادب ۽ احترام سان اٿي "غلام" جي اکين تان پٽي لاهي ٿو، ۽ هٿڪڙين کي ڪنجيءَ سان کولي ٿو - غلام، "علم" ڏانهن ڪجهه حيرت ۽ خوف وچان نهاري، وري پنهنجي دلگداز نراساين ۾ گويا دفن ٿي ٿو وڃي - "علم" نهايت همدرد لهجي ۾ کيس مخاطب ٿي چوي ٿو......]

"اي محترم انسان! ڪنڌ مٿي ڪر، هيڏانهن نهار، مون کي سڃاڻ! آءٌ "علم" آهيان! مون تو لاءِ روشنيءَ جو پيغام ۽ آزاديءَ جو سنيهو آندو آهي - تون پنهنجي ذهن جا دروازا کول

۽ منهنجي روشنيءَ کي اندر اچڻ ڏي، منهنجي نور کي پنهنجي تاريڪ روح ۾ جاءِ ڏي! جهالت جا سمورا پردا، اولاهه جا غلافن مٿان غلاف آءٌ ئي هٽائي پري ڪندو آهيان - غلاميءَ جون سموريون زنجيرون، افلاس ۽ غربت جون سموريون پابنديون، حيوانيت جا سمورا انڪاءَ ۽ حدبنديون، بيوسيءَ، ضعف ۽ بيچارگيءَ جون سموريون رڪاوٽون، اهي سڀ جون سڀ منهنجي ئي دم سان دور ٿينديون آهن! توکي تنهنجي عظمت، شرافت ۽ انسانيت جو احساس منهنجي مٿان ٿيندو - مون وٽ همت، مردانگيءَ، خودشناسيءَ، خوداعتماديءَ ۽ خودداريءَ جا بيبها زيور آهن، جن سان آءٌ تنهنجي ويران زندگيءَ کي سينگاريندس. مون وٽ اميد جا اڻکٽ خزانا آهن، جن سان آءٌ تنهنجي سڪڻ زندگيءَ کي سڦلو بڻائيندس. آءٌ توکي اها سمجهه ۽ اها طاقت بخشيندس، جنهن سان تون پنهنجي لڪل توڙي ظاهر، پنهنجن توڙي پراون دشمنن کي خوب سڃاڻي سگهندين - مقابلي لاءِ همت ساري سگهندين ۽ مٿن پنهنجي تنظيم، اتحاد ۽ بهادريءَ سان غالب پئجي سگهندين، ۽ پنهنجو وڃايل متاع زندگي لئين سر حاصل ڪري سگهندين. اي معصوم انسان! آءٌ علم آهيان، ڄاڻ آهيان، خبر آهيان! اٿين هرگز وسهي ويهي نه رهج ته جيڪڏهن تو لکڻ، پڙهڻ ۽ حسابن جي جوڙ ڪٽ سکي ورتي ته تون ڪو ڄاڻو، باخبر يا باعلم ٿي چڪين - اهي الگ اکر ته فقط ٻوليءَ جي تحريري صورت آهن؛ ٻولي ته هونئن به توکي اچي ٿي - الگ اکر ته فقط هڪ قسم جا وسيلا آهن، جن جي مدد سان تون 'مون' تائين پهچي سگهين ٿو. اٿين به هميشه ٿيندو آهي ته اِهن ئي وسيلن معرفت، اِهن ئي الڳن اکرن ۾ اڙائي منهنجا دشمن توکي مون 'علم' کان محروم، ڄاڻ کان اڻ ڄاڻ ۽ خبر کان بيخبر رکندا آهن. تنهنڪري ياد رک، اي سمجهدار انسان! ته اها هر ڪا چيز جيڪا تنهنجي جسماني توڙي ذهني غلاميءَ جي زنجيرن کي ٽوڙي ٿي، جيڪا تنهنجا دشمن توتي ظاهر ڪري ٿي، جيڪا توکي تنهنجي آزاديءَ جون واٽون ڏيکاري ٿي، جيڪا تنهنجي زندگي موٽائي توکي همٿ ۾ ڏئي ٿي، ۽ جيڪا تنهنجي زبون حال زندگيءَ جي بهتريءَ ۽ خوشحاليءَ لاءِ هن ئي دنيا کي جنت ۾ تبديل ڪرڻ جون خوشخبريون توکي ڏئي ٿي - اهائي چيز 'علم' آهي.

"اي معزز انسان! ڪنڌ مٿي ڪڻ، هيڏانهن نهار، مون کي سڃاڻ - آءٌ "علم" آهيان! مون تو لاءِ روشنيءَ جو پيغام ۽ آزاديءَ جو سنيهو آندو آهي! تون پنهنجي ذهن جا دروازا کول، ۽ منهنجي روشنيءَ کي اندر اچڻ ڏي، منهنجي نور کي پنهنجي تاريڪ روح ۾ جاءِ ڏي!

"جهڙ کان وٺي مرڻ تائين مون کي ڳوليندو رهه، حاصل ڪندو رهه - جتي به ۽ جنهن به ٻوليءَ ۾ آءٌ توکي هٿ اچان - توڙي جو تون مون کي چين ۾ ڏسين: مون کي هڪدم حاصل ڪر، پنهنجو بڻاءِ - ڇاڪاڻ ته تنهنجي زندگيءَ جو راز آءٌ آهيان - آءٌ ئي تنهنجي زندگي آهيان!"

("علم" پنهنجا ساز سامان "غلام" جي حوالي ڪري ٻاهر هليو ٿو وڃي - "غلام" ڪنڌ مٿي ڪري، منهن تي هڪ ضعيف مرڪ آڻي، ڪيس ڏکڻ ۽ پاندار نظرن سان پٺيان ڏسي ٿو - "علم" جي ڇڏيل نعمتن کي ڪمال ادب، شوق ۽ محبت سان ڇهي ٿو، ۽ سندس منهن تي هڪ عجيب ترين

معجزه نما چمڪ ۽ تازگيءَ جا آثار نمودار ٿين ٿا ـ
پردو آهستي آهستي ڪري ٿو.)

## منظر ٽيون

[پردو هٽي ٿو ـ تهَن مٿان تهَن ۾ ويڙهيل هڪ پيو "غلام" سٽيج تي هڪ ٿلهه مٿل پيو ويٺو آهي ـ الهن غلافن مان ڳجهي ٻاهر نڪرڻ جي اڻين ڪوشش ڪري رهيو آهي، ڪويا هو منجهن پوسانجي ۽ گهٽجي رهيو آهي. غلافن تي هڪ ٻئي پٺيان هي وڏا وڏا لفظ لقش آهن ـ "ظلم"، "جهالت"، "بک"، "بيماري"، "رشوت"، "خوف"، وغيره، جنهن ڳالهه جي تماشبين صاحبن کي پوءِ خبر ٿي پوي ـ تنهن کان اڳ، ٻه لوجوان، تيز ۽ چست، جن مان هڪ اهوئي اڳيون "غلام" آهي، ۽ جن ٻنهي جي هٿن ۾ جهنڊا آهن ـ "آزاد آ انسان، آزاد آ انسان" ترانو ڳائيندا، قدم سان قدم ملائيندا، بي خوف ۽ بي خطر، سٽيج تي اچن ٿا، ۽ سندن اک هڪدم غلافن ۾ ويڙهيل مجبور انسان تي ٿي وڃي پوي، ۽ ٻنهي جي زبان مان يڪلخت هي لفظ ٿا نڪرن: "اسان جو ڀاءُ انسان!" ائين چئي هو ٻئي ڊوڙي ويجهو وڃن ٿا، ۽ هڪڙو هڪڙي پاسي کان ۽ ٻيو ٻئي پاسي کان بيهي غلاف هڪ ٻئي پٺيان لاهڻ شروع ڪن ٿا ـ اهڙيءَ طرح، جو هرهڪ غلاف حاضرين چڱيءَ طرح ڏسن ٿا. اهڙيءَ طرح سمورا غلاف جڏهن هٽن ٿا، تڏهن هو ٻئي آزاد لوجوان "غلام" کي لهايت محبت ۽ خبرداريءَ سان اٿارين ٿا، سندس اکين تان پٽي لاهين ٿا، هٿڪڙيون کولين ٿا، ۽ کيس پنهنجي وچ ۾ بيهاري "آزاد آ انسان ـ آزاد آ انسان" ترانو ڳائيندا، قدم سان قدم ملائيندا، سٽيج تان هليا وڃن ٿا الهيءَ رستي سان، جنهن رستي تي هيءَ نشان، هٿ جي اشاري سميت، وڏن حرفن ۾ لکيل آهي: "انصاف، برابري ۽ برادريءَ ڏانهن ويندڙ شاهراهه" ـ پردو آهستي آهستي ڪري ٿو.]



# هڪ ڏينهن جي ڳالهه آهي تہ......

"اهيو ماڙهو"

اسان جا ڪجهه دوست ڪراچي کان تشريف فرما ٿيا. حيدرآباد ۾ قهر جي گرمي، سو هنن کي گهمائجي ڦيرائجي، تہ ڪٿي. اسان جي هڪ حيدرآبادي امير دوست هنن جي دعوت ڪئي - ۽ دعوت ۾ پروگرام شام جو دريا جي ڪناري تي رکيو ويو. شام جو ڪار ۾ چڙهي، دريا جي ڪناري پهتاسين. گدو پارڪ ۾، خوب کاڌوسون پيتوسون. اميراڻي دعوت هئي، سو کاڌي پيتي ۾ ٺاٺ ٺنگر بہ اميراڻو هو. سڄي ساري جيپ رڳو کاڌي پيتي جي سامان سان ڏنجي آئي هئي - تنهن ۾ بيئر جا ڪوڪا، پڪل رانون، چانهون - ۽ دنيا جهان جا سڪل ۽ تازا ميوا، ۽ طرح طرح جا فضول کاڌا آڻي گڏ ڪيا هئائون. جڏهن کائي پي ٿڪاسون، تڏهن سڀني سنگتين صلاح ڏني تہ دريا جو سير ڪجي. لهي آياسون دريا تي. يارن بہ ڪ ڪئي هر نہ تر، هڪڙيءَ ٻيڙيءَ ۾ وڃي هڪيا ٿيا. تيسين نوڪرن بہ پڪل پلا، ۽ پيو بہ کاڌي جو سامان آڻي ٻيڙيءَ ۾ رکيو.

ملاح ويچاري بہ گراهڪ سٺا ڏسي پنهنجا جوهر ڏيکارڻ شروع ڪيا. ٻني ٻر وچٿو. اسان کي ڪونہ هو، سو ڪلاڪ ڪن هن ٻني ٻل جي اوسي پاسي چڪر ڏياريا. شام جو شفقي وقت، دريا جون لهرون، ۽ ننڍڙي ٻيڙي - شاعري ڪرڻ تي دل پئي آماده ٿي!

ملاح ويچارو جلدئي سهڪڻ لڳو - ڇهہ ڇٽا ڏڳن جهڙا مڙس چڙهيل. ڪيڏيءَ مهل پلا ٿي کاڌائون، تہ ڪيڏيءَ مهل رانن ۾ ٿي چڪ وڌائون. هڪڙو چڪ هڻي وري دريا ۾ ٿي اڇلايائون. سڪل ميوو ۽ ڊبل روٽيون شايد لئي وٺين، سي بہ دريا جي نذر پئي ٿيون. پنهنجي نسي مستيءَ ۾ سگريٽن مٿان سگريٽ ساڙيندي، وڏا وڏا ٽهڪ ڏيندي، پٽاڪون هڻندي، ڪنهن ٿي چيو: "مون سؤ رپئي جي لوٽ مان سگريٽ ڪاهي پيتي هئي......!" تہ ڪنهن ٿي چيو تہ "مون هزار رپئي جو وڳو ٺهرايو آهي......!" - ۽ ملاح ويچارو اهي ڳالهيون ٻڌندي ٻيڙي هلائڻ ۾ وڌيڪ تيز ٿي ٿي ويو.

دير دير سان جڏهن ٻيڙيءَ مان لٿاسون تہ اسان جي ميزبان دوست ملاح کي ڏيڍ رپيو ڪيڏي ڏنو. ملاح ڪڏهن ڏيڍ رپئي کي ٿي ڏٺو، تہ ڪڏهن منهنجي ميزبان دوست جي منهن ڏانهن. نيٺ غريب کان رهيو نہ ٿيو - ۽ چئي ڏنائين، "سائين، هي ڏيڍ جا ٽا- هي تہ چار آنا ماڙهو بہ مس ٿيو - ڪلاڪ سڄو ٿيو آهي، ڪجهہ تہ انصاف ڪريو......!"

منهنجو دوست هڪدم آپي کان نڪري ويو: "تڏهن گهڻو ڏيان؟"

ملاح وري به همت ڪندي، ٿورو مرڪندي چيو: "سائين، اسين مسڪين ماڻهو آهيون- اوهين سدائين ساوا...... ڏيڻ تي اچو ته جيڪر سڀ ڪجهه ڏيو...... ۽ ائين آلي ماڻهوءَ کان هڪ ڪوڏي به گهٽ ڪين وٺندس-!"

"هل ڙي بڪيا...... هلي، وڏو آيو آهي اٺ آنا ماڻهو وٺڻ وارو...... وٺڻو هجني ته وٺ ٻه ته مٿو نه کاءِ!"

"سائين، سڀڪو پنهنجو اني ڀاءُ ٿو کائي- اوهين امير ماڻهو آهيو......"

"هل ڙي امير جا پٽ...... وڏو آيو آهي اني ڀاءُ کائڻ وارو......"

ائين چوندي منهنجو دوست هن غريب تي ننهه چڙهي ويو. ٻه- چار ٺٺوڙون هڻي ڪڍيائينس- ۽ پوءِ شوڪجي ٿوڪجي چيائين: "اچو ته هلون. چڙيو آلوءَ جي...... ڪي- چڙهي آڱوٺي تي......!"

هيءُ حال ڏسي آءٌ حيران ٿي ويس: ڪيڏانهن هيترا اڏنڪا خرچ، ڪيڏانهن هڪڙي غريب جي اٺن آنن جي ڳالهه!

-سراج

- اسان ڪيترين ئي اهڙين قومن ڏٺيون آهن، جي عدم ڪان وجود ۾ آيون، ترقي حاصل ڪيائون، عروج جي ماڙيءَ تي نظر آيون، دنيا ۾ سندن طاقت جو ڏونڪو وڄڻ لڳو، ۽ ماڻهن جي دلين مان سندن تنزل جو خيال به محو ٿي ويو- پر وري اوچتو ئي اوچتو سندن عزت جو آفتاب غروب ٿيڻ لڳو، ۽ هو ذات جي تاريڪين ۾ مبتلا ٿي ويون؛ ڇو ته سندن هر فرد خود غرض بڻجي ويو، ۽ منجهانئن اها سمجهه نڪري ويئي ته فرد جون ذاتي ضرورتون به سڄيءَ طرح سان سر انجام ٿين، انهيءَ تي ئي منحصر آهي ته هن جو قوم سان ساٿ هجي ۽ قوم جو به هن سان ساٿ هجي- ۽ هيءَ به، ته قوم جي طاقت وڌائڻ، سندس پاڻهن مضبوط ڪرڻ ۾ خود سندس عزت ۽ قوت جو راز لڪل آهي.

پوءِ انهيءَ جو نتيجو اهو ٿو ٿئي ته سمورن فردن تي غفلت جي ننڊ ڇانئجي ٿي وڃي، هو مستقبل مان نا اميد ٿيو وڃن: منجهن ڍورن جهڙي قناعت پيدا ٿيو وڃي، ۽ پنهنجي پست ۽ ذليل حالت تي راضي ٿيو وڃن. منجهانئن ڪو سجاڳ ٿو ٿئي ته پيا گهٽي ۾ گهٽا ڪيس خيالي پلاءُ پچائيندا، پڪواس ڪندا ۽ دماغ-خراب ٿيندا آهن - ڪين گمان هوندو آهي ته ڪوبه علمي قدم کڻڻ سان سندن روزي مارجي ويندي! الڪري ليڪ سندن دشمنن کي ڪين آسانيءَ سان شڪار ڪرڻ جو موقعو ملي وڃي ٿو.

- جمال الدين افغاني

دنيا جي جن عظيم انسانن، دنيا کي جهالت ۽ وحشت جي اونداهه مان ڪڍي، علم ۽ تهذيب جي روشنيءَ ۾ آندو آهي؛ جن هستين دنيا کي ذلت جي هاڃيءَ مان ڪڍي عظمت جي آسمان تي رسايو آهي - اهي ئي باعزم انسان آهن، جن جون اکيون حقيقت شناس آهن: جي ڪائنات ۽ دنيا کي الهيءَ نئين رنگ ۾ ڏسن ٿا، جنهن ۾ ڪيس "ڪامل ڪاريگر" پيدا ڪيو آهي. هنن کي هر هنڌ الهي ڪامل حسن جو سچ جلوو ڪندڙ نظر ٿو اچي، جنهن جا ڪرڻا روشنيءَ ۽ نور، خوشيءَ ۽ اميد جو پيغام آڻين ٿا. هو انهن ماڻهن وانگر نه آهن، جن کي هر هنڌ بدصورتيءَ ۽ برائيءَ کان سواءِ ڪجهه نظر نٿو اچي؛ بلڪ هو خوشيءَ ۽ اطمينان کان چمڪندڙ نوراني چهرا آهن، جن تي نظر پوندي ئي هر ٿڪل ٽٽل ۽ پريشان حال ماڻهوءَ کي خوشي ۽ تسڪين حاصل ٿئي ٿي! انهن جي مقابلي ۾، هزارين اهڙا زاهد خشڪ آهن، جي هميشه پيءَ دنيا جي ڊپ ۽ عذاب کان ڊيڄاري، هن دنيا جي مهاڀار مان نڪرڻ جون صلاحون پيا ڏيندا، پر ڪائن هن زندگيءَ لاءِ ايترو به نٿو پڄي، جو پنهنجي مرڪ مان ڪنهن ڪومايل چهري کي شاداب بنائين؛ ڪنهن دل ٽٽل کي همت ڏياري، اميد ۽ آس جو رستو ڏيکارين! — ڊاڪٽر مارڊن

سيد حسام الدين راشدي

# مير علي شير قانع ٺٽوي

## خانداني پس منظر

مير علي شير پنهنجو نسبي سلسلو هن طرح بيان ڪيو آهي: مير علي شير، بن سيد عزت الله، بن سيد محمد ڪاظم، بن سيد محمد مقيم، بن سيد ظهير الدين ثاني، بن سيد شڪرالله ثاني، بن سيد ظهير الدين والاسلام المعروف به سيه چادر اول، بن سيد قاضي شڪرالله شيرازي، بن سيد وجيه الدين، بن سيد نعمت الله، بن سيد عرب شاه، بن امير سيد نسيم الدين محمد المعروف به مير ميرڪ شاه، بن امير سيد عطا الله جمال الدين محدث، بن امير سيد فضل الله المحدث الحسيني الدشتڪي * الشيرازي.

مير صاحب پنهنجن مٿين بزرگن جو ذڪر "تحفة الڪرام" جي ٻئي جلد ۽ "مقالات الشعرا" ۾، پنهنجي سوانح جي ضمن ۾ ڪيو آهي. "تحفة الڪرام" جي ٽئين جلد ۾، قاضي سيد شڪرالله اول کان وٺي پاڻ تائين، خاندان جي سنڌي افرادن جو احوال لکيو اٿس.

پنهنجن ايراني بزرگن جي سلسلي ۾، مير صاحب جا ماخذ تاريخ "حبيب السير"، "هفت اقليم" ۽ "مجالس المومنين" آهن، جن تان هن صاحب پنهنجا خانداني حالات نقل ڪيا آهن.

مناسب آهي ته مير صاحب جي سوانح حيات سندس بزرگن جي مختصر احوال سان شروع ڪئي وڃي، تاڪ پڙهندڙ مير صاحب جي حالات پڙهڻ کان اڳ، سندس خانوادي جو علمي پس منظر ذهن نشين ڪن.

(١) السيد الجليل امير اصيل الدين عبدالله (بن سيد عبدالرحمان، بن سيد عبداللطيف، بن سيد جلال الدين يحيىٰ محمد الحسيني) تفسير، حديث، ۽ فن انشا جو جيد عالم ۽ پنهنجي زماني جو فاضل ترين بزرگ هو. "حبيب السير" جي مصنف، جنهن ادب ۽ احترام سان هن بزرگ جو ذڪر ڪيو آهي، اهو سندس ئي لفظن ۾ پڙهڻ جي لائق آهي.

---

* "دشتڪ" شيراز جي هڪ اهڙي محلي جو نالو هو، جنهن ۾ اهي بزرگ رهندا هئا. هن وقت شهر جي اهڙي حصي کي "لب آب" سڏيو وڃي ٿو.

"بصفت اصالت و وفور جلالت و نباهت شان، و قدر دودمان موصوف و معروف بود، و بوفور زهد و تقوي و دينداري و غايت ديانت و پرهيزگاري، از اکثر علما و سادات بني آدم ممتاز و مستثني مينمود. زبان گهرافشانش مفسر حقايق صحف آسماني، و بيان بلاغت نشانش مبين دقايق کتب سبحاني، باطن خجسته ميامنش مظهر آثار ولايت و رشاد، و خاطر فرخنده مآثرش مهبط انوار هدايت و ارشاد، و بي شائبه مدح گستري آن مهر شريعت پروري، در علم تفسير و حديث و انشا و تاليف شبيه و نظير نداشت." *

سيد صاحب، سلطان ابو سعيد جي زماني (٨٥٥-٨٧٢هه) ۾، شيراز کان لڏي هرات ۾ اچي مقيم ٿيو، ۽ بادشاه جي تحريڪ تي هفتي ۾ هڪ دفعو مدرسه گوهرشاد آغا ۾ وعظ فرمائيندو هو. اهوئي طرح، هر سال ربيع الأول جي مهيني ۾ ميلاد جي مجلس منعقد ڪري، حضور جن جي سيرت پاڪ اهڙي دلنشين پيرايي ۾ بيان فرمائيندو هو، جو سامعين جي تاثر جي ڪيفيت ڏسڻ وٽان ٿيندي هئي †. سندس تصنيفات ۾ هيٺين ٻن ڪتابن شهرت دوام حاصل ڪئي:

(١) "شرح درج الدرر" (يا "سير سنيه خير البشر")

(٢) "ڪتاب مزارات هرات."

ٻنهي ڪتاب لاءِ صاحب "حبيب السير" جو قول آهي ته

"درميان افاضل اقطار جهان مشهور است، و صحت روايت و بلاغت عبارت آن نسخ برالسنه و افواه خلايق مذکور."

سيد صاحب جو انتقال، سلطان حسين بايقرا جي دور ۾، ١٧ جمادي الاخر (††) سنه ٨٠٣هه ۾ ٿيو. سلطان حسين سندس اولاد لاءِ جاگيرون مقرر ڪيون، مير علي شير سندس ٻن فرزندن جو ذڪر ڪيو آهي: سيد صفي الدين محمد ۽ سيد برهان الدين محمد.

(٢) سيد الحکما و المدققين امير صدرالدين محمد شيرازي ("ابوالمعالي" ڪنيت؛ "صدرالعلما" ۽ "صدرالحقيقة" لقب): سندس والد جو نالو امير غياث الدين منصور هو، جنهن لاءِ حبيب السير جي مصنف جو قول آهي ته

"درسلک سادات عالي نسب مملکت فارس انتظام داشت، و مرجع اشراف داعيان بود، پيوسته نقش خيرخواهي بر الواح خواطر آدميان مي نگاشت."

---

* "حبيب السير" ج ٣، جز ٣، ص ٣٣٥؛ "مجالس المومنين"، مجلس پنجم، ص ٢٢٦.

† "حبيب السير" ج ٣، جز ٣، ص ٣٣٥؛ "هفت اقليم"، ص ٢٦١، مطبوعه بنگال ايشياٽڪ سوسائٽي، ڪلڪته

(††) "مجالس المومنين" ۾ ربيع الاول لکيل آهي، ص ٢٢٦

امير صدر الدين، مولانا قوام الدين گلباريءَ وٽ علومن جي تحصيل ڪئي*. جنهن کان پوءِ شيراز ۾ هڪ عظيم الشان مدرسو – "مدرسهء منصوريه" – ٺهرائي، ان ۾ درس جو سلسلو شروع ڪيائين. "حبيب السير" ۾ آهي ته

– "صفت بالاعزاز بنشر علوم محسوس و مفهوم قيام و اقدام مينمود، و بجودت طبع و دقت ذهن از جميع علماي متبحرين و فضلاي متاخرين ممتاز و مستثنيٰ بود." †

الهيءَ مدرسي ۾ هزارن طالبعلمن، جن ذوق رکندڙ هين صاحبن، علم حاصل ڪري، دين ۽ دنيا ۾ سرخروئي حاصل ڪئي.

"مجالس المومنين" جي صاحب جو الهيءَ بزرگ لاءِ قول آهي ته "حديث جو جيڊ عالم ۽ حافظ هو. علوم حڪميه ۽ شمسيه ۾ دنيا جي عظيم ترين حڪما جي درجي تائين پهتل هو. جن بزرگن کان پاڻ تعليم ۽ فيض پرايائين، سي سڀ پنهنجي دور جا بينظير عالم هئا، جن جي استادن جا سلسلا بوعلي سينا، ملا قطب الدين، علامه شيرازي، سلطان المحققين خواجه نصيرالدين طوسيءَ، ۽ امام غزاليءَ، امام فخرالدين رازيءَ ۽ علامه شيخ جمال الدين حسن جهڙن بزرگن تائين پهتا ٿي ✠.

مولانا جلال الدين دوانيءَ ۽ سيد صاحب جي درميان علمي نڪتن تي اختلاف ٿيندا رهندا هئا، ليڪن منهن سامهون بحث ڪرڻ جي هار محقق دوانيءَ ڪڏهن ١ پري. البته اختلافي مسئلن تي، هن صاحب ڪيترا رسالا لکيا، جن مان "حواشي تجريد" ۽ "حواشي مطالع" مشهور.٠. آهن – اهڙيءَ طرح وقت جي پين عالمن ۽ سيد صاحب سان ڪڏهن مناظرو ڪول ڪيو.

"حبيب السير" هيٺيان ڪتاب سندس تصنيف ڪيل لکيا آهن:

(١) "رساله تحقيق علم در اثبات واجب"؛ (٢) "حاشيه شرح شمسيه"؛ (٣) "حاشيه مطالع"؛ ۽ (٤) "حاشيه تجريد".

مير قالع انهن چئن ڪتابن سان گڏ هيٺين تصنيفات جو به ذڪر ڪيو آهي: +

(٥) "حاشيه بر 'اوائل شرح مختصر اصول – ابن حاجب'"؛ (٦) "حاشيه بر 'ڪشاف'"؛ (٧) "رساله در حل مغالطه"؛ (٨) "رساله درعلم فلاحت"؛ (٩) "رساله درعلم معرفت قوس قزح"؛ ۽ (١٠) "تعليقات بر فقه شامي".

---

* "مجالس المومنين" جي صاحب لکيو آهي ته مير صاحب شرعي علومن جي تعليم پنهنجي والد ۽ پنهنجي سوٽ مير نظام الدين احمد وٽ ورتي، ۽ عربي علوم ۽ ادب جي تعليم پنهنجي پٽي سوٽ مير حبيب الله وٽان حاصل ڪيائين – صفحو ٣٥٠.

† "حبيب السير"، ج ٣، جز ٤، ص ١١٠–١١١

✠ "مقالات الشعرا"، ص ٢٠٨؛ "مجالس المومنين"، ص ٣٥٠.

.٠. مقالات ص ٢٠٩

+ اها فهرست مير صاحب "مجالس المومنين" تان نقل ڪئي آهي (ڏسو مجالس المومنين، ص ٣٥٠)

سيد صاحب جو تولد ۲ شعبان ۸۲۸ هه اڳاري ڏينهن ٿيو، ۽ ۱۲ رمضان ۹۰۳ھ ۾ جمعي ڏينهن کيس ديار بڪر جي ترڪمانن هٿان شهادت نصيب ٿي. *

(۳) خاتم الحکما امير غياث الدين منصور ثاني: هيءُ بزرگ امير صدرالدين جو صاحبزاد و هو. سنه ۹۰۰ھ ۾ سندس ولادت ٿي. پنهنجي والد محترم جي خدمت ۾ رهي تحصيل علوم ڪيائين، ۽ ويهن ورهن جي ڄمار ۾ فارغ ٿي، درس جو سلسلو شروع ڪيائين. سندس علمي مرتبي ۽ شان جو ذڪر ڪندي، صاحب "حبيب السير" هيٺينءَ طرح سندس تعريف ڪري ٿو:

–"آنجناب حالا بوفور علم و دانش در اطراف و اکناف عالم بغايت مشهور است، و مهارتش در فنون حکمي و رياضي ضرب المثل جمهور علماي نزديک و دور." †

سيد صاحب جي رياض دانيءَ ۽ طبي صلاحيتن جو ذڪر ڪندي، نور الله شوستري لکي ٿو ته "ارسطو ۽ افلاطون بلڪ سڄي دنيا جهان جا حڪيم ۽ طبيب جيڪڏهن سندس دور ۾ هجن ها، ته هو ان سندس معتقد ۽ نيازمند بڻجي وڃن ها!"

–"ارسطو و افلاطون بلکہ حکماي دهر و قرون اگر در زمان آن قبلہ اهل ايقان بودندي، مفاخرت و مباهات در سلک مستفيدان وملازمان مجلس عاليش نمودندي." ✠

"حبيب السير" جو مصنف، سيد موصوف جو معاصر ۽ واقف هو. نورالله شوستريءَ جي قول کي جيڪڏهن مبالغو سمجهيو وڃي، تڏهن به "حبيب السير" جي مصنف جي راءِ، سيد صاحب جي علمي بلنديءَ ۽ برتريءَ لاءِ ڪافي وزندار آهي.

سيد صاحب ڪجهه وقت مصر ۾ مقيم ٿي، صدارت جو بلند مرتبو ماڻيو. عراق کان جڏهن مجتهد الزمان شيخ علي بن عبدالعالي مصر آيو، ان وقت بادشاه جي سامهون، عدم تقليد جي مسئلي تي شيخ ۽ سيد صاحب جو مناظرو ٿيو. بادشاه ڄاڻي واڻي مجتهد جو طرف ورتو، جنهنڪري سيد صاحب ناراض ٿي، صدارت جي عهدي تان استعفا ڏئي شيراز هليو آيو.

"حبيب السير" جي تصنيف وقت سيد صاحب پنهنجي والد واري مدرسہ منصوريہ ۾ درس ۾ مشغول هو، ۽ بقول مصنف:

–"بہ افادہ قيام مي نمايد، و گوش و هوش طلبہ علوم را از نتائج درياي طبع نقاد خود مي آرايد."

۴۸ ورهن جي جوان عمر ۾، سيد صاحب ۹۴۸ ھ ۾ انتقال ڪيو. "حبيب السير" جي مصنف سندس تصنيفات جو ذڪر ڪونہ ڪيو آهي، البتہ مير قالع "مجالس المومنين" تان

---

* "شرح اثبات واجب" از امير غياث‌الدين منصور ثاني (رجال "حبيب السير"، ص ۲۳۱)؛ "مجالس المومنين"، ص ۳۵۰.

† "حبيب السير" ج ۳، جز ۴، ص ۱۱۱

✠ "مقالات الشعرا"، ص ۲۰۹؛ "مجالس المومنين"، ص ۳۵۰.

سندس انهن ٽيهن ڪتابن جا نالا نقل ڪيا آهن *، جيڪي نور الله شوستريءَ پاڻ ڏٺا ۽ پڙهيا هئا. هن ڪتاب جو مصنف وڌيڪ لکي ٿو ته ”انهن ڪان سواءِ به سيد صاحب جا تصنيف ڪيل ڪتاب ڪيترا آهن، جيڪي سندس لکاه تائين پهچي نه سگهيا †.

مير صاحب جي شعر سخن سان به دلچسپي هئي؛ سندن هيٺيون شعر مثال طور ”مجالس المومنين“ ۾ نقل ٿيل آهي:

ــ هر کجا بي هنري هست بدو مي بخشند،
بيشتر زانکه ز ايسار تمنا دارد.

مير علي شير سندس ٻن فرزندن جا نالا ڏنا آهن: (١) مير شرف الدين علي، (٢) مير صدرالدين محمد.

(٤) السيد الاجل امير جمال الدين عطا الله (بن سيد فضل الله المحدث): سيد صاحب، مير اصيل الدين جو ڀائٽيو ۽ مير علي شير جي ڏهين پيڙهيءَ ۾ ڏاڏو هو. ”حبيب السير“ جو صاحب، حسب دستور هن بزرگ جي تعريف ۽ توصيف ۾ به رطب السان نظر اچي ٿو. هڪ جاءِ تي چوي ٿو:

---

* (١) ”ڪتاب صحة الڪلام“ (در رد ”حجة الاسلام“ ــ امام غزالي)؛ (٢) ”هزار بيت“؛ (٣) ”محاڪات“، اول ــ ثاني ــ ثالث؛ (٤) ”شرح برڪتاب اثبات واجب“؛ (٥) ”ڪتاب تعديل الميزان بر منطق“ (خلاصہ ”منطق شفا“)؛ (٦) ”معيار الافڪار“ (خلاصہ ”تعديل الميزان“)؛ (٧) ”ڪتاب لوامع و معارج“ (علم هيئت)؛ (٨) ”تحفهء شاهي“ (١٧ ورهن جي ڄمار ۾ لکيائين)؛ (٩) ”تجريد در حڪمت“ (جامع مسائل حڪمت طبيعي و الاهي)؛ (١٠) ”رسالہ در معرفت قبلہ“؛ (١١) ”ڪتاب معالم الشفا“ (طب)؛ (١٢) ”شافيہ“؛ (١٣) ”سفرويہ هيئت“؛ (١٤) ”حاشيہ بر الاهيات شفا“؛ (١٥) ”حاشيہ بر شرح حڪمت العين“؛ (١٦) ”رسالہ درباب خلافت فرزند خود“؛ (١٧) ”رد بر حاشيہ شمسيہ ــ علامہ دواني“؛ (١٨) ”رد برحاشيہ محمد“؛ (١٩) ”خلاصة التلخيص“ (اختصار رسالہ تلخيص و معاني و بيان)؛ (٢٠) ”رد بر حاشيہ تهذيب“؛ (٢١) ”رد الموذج“؛ (٢٢) ”رسالہ تحقيق جهات“؛ (٢٣) ”رد بر رسالهء زوراء“؛ (٢٤) ”رسالہ مشارف در اثبات واجب ڪتاب اخلاق منصوري“؛ (٢٥) ”حاشيہ بر اوائل ڪشاف تفسير سورة الانسان“؛ (٢٦) ”مقامات العارفين“ (تصوف و اخلاق ــ پنهنجي پٽ مير شرف الدين عليءَ لاءِ لکيائين)؛ (٢٧) ”رساله قانون السلطنت دين“؛ (٢٨) ”شرح ڪتاب هياڪل انوار“؛ ۽ (٢٩) ”حاشيہ بر اشارات“. مير علي شير وڌيڪ هيٺين ٻن ڪتابن جا نالا ڏنا: (٣٠) ”ڪتاب رياض الرضوان“؛ ۽ (٣١) ”ڪتاب اساس در علم هندسہ“ (”مقالات الشعرا“، ص ٤١١؛ ۽ ”مجالس المؤمنين“، ص ٣٥١).

† ”مجالس المومنين“، ص ٣٥١

- "آنحضرت، مانند عم بزرگوار خویش امیر سید اصیل الدین، در علم حدیث بي نظیر آفاق گشته اند: و در سایر اقسام علوم دینیه و انواع فنون یقینی از محدثان باستحقاق در گذشته اند."

ٻيءَ جاءِ تي جنهن طريقي سان سندس تعريف ڪري ٿو، سا پڻ سندس ئي عبارت پڙهڻ جي لائق آهي:

- "سدهء سنیه اش، ملاذ طوایف اکابر و اشراف انام است، وعتبهء علیه اش مجمع اعاظم اولاد امجاد خیرالانام، لوح ضمیر مهر تنویرش مُطرح اشعهء انوار اسرار کتب الاهي وصحیفهء خاطر عالي ماثـرش مهبط لوامع حقایق اخبار حضرت رسالت پناهي، گنجینهء سینه اش بجواهر زواهر عـلوم مشحون، وعقود در کلمات درّر مخزن باطن خجسته میامنش مخزون، لیئر شمایل نبوي از مشارف جمال خجسته مابش طالع و شعشعهء آثار فضائل مرتضوي از مطالع خصایص علم و کمالش لامع، راي عالم آرائش کشاف اسرار معالم تنزیل، و طبع مشکل کشایش حلال معضلات مواقف تاویل.

| | |
|---|---|
| زبـانش مظهر اسـرار تحقیق | ضمیرش مظهر انـوار توفیق |
| ز توضیح بیانش گشته روشن | بر اهل علم هر مشکل ز هر فن |
| جمال دین مزین ز اهتمامش | علوم شرح واضح از کلامش * |

سيد صاحب جو مشغلو پنهنجي بزرگن واسگر، درس تدريس هو. مدرسهء سلطانيه هرات جي الهيءَ گنبد ۾، جنهن ۾ هاڻ سلطان حسين بايقرا دفن ٿيو- سندس مدرسو هو. ڪجهه سال بعد وري خانقاه اخلاصيه ۾ درس ڏيندو رهيو. هفتي ۾ هڪ دفعو پنهنجي چاچي امير اصيل الدين جي مسند تي، جامع مسجد هرات ۾ وعظ ۽ نصيحت جي به مجلس ڪندو هو.

صاحب "حبيب السير" (٨٨٠-٩٤١ هـ) جو قول آهي ته اهن وقت پاڻ گوشه نشينيءَ جي زندگي گذاري ٿو. وعظ جي مجلس به بند ڪري ڇڏي اٿائين ۽ سندس سمورو وقت طاعت ۽ عبادت الاهيءَ ۾ گذري ٿو:

- "سلاطین ایام، و حکام اسلام، باقدام ارادت و اعتقاد و ملازمت آنحضرت را بر ذمه همت واجب میدانند، و در ترفیه حال و فراغ بال خدام عالي مقامش طریقهء اشفاق مبذول میدارند، برآنچه میتوانند."

"حبيب السير" جي مصنف سندس هڪ تصنيف- "روضة الاحباب في سيرة النبي والال والا صحاب" - جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن لاءِ چوي ٿو ته سڄي آفاق ۾ مشهور آهي ۽ انهيءَ تصنيف جو مثال ملڻ مشڪل آهي:

- "در اقطار آفـاق اشتهار تمام دارد، و بي شائبهء شبهٔ عقل دراک نظیر آن کتاب افادت مآب را در آئینهء خیال امر محال مي شمارد."

---

* "حبيب السير"، ج ٣، جز ٣، ص ٣٤٨

"تحفة الڪرام" ۾ سندس هيٺين ٻن تصنيفن جو بہ ذڪر آهي:
"تحفة الاحبار"؛ ۽ "رياض السير". *
سندس انتقال جو سال معلوم ٿي نہ سگهيو، جنهن وقت "حبيب السير" تصنيف ٿي رهيو هو، ان وقت پاڻ گوشي نشينيءَ جي زندگي گذاري رهيو هو. †
(٥) امير نسيم الدين محمد معروف بہ ميرڪ شاهہ: مير جمال الدين جو فرزند رشيد، ۽ پنهنجي والد محترم جهڙو ئي علم ۽ عمل ۾ يگانو هو. حديث ۾ خاص طرح ڪيس درڪ هو: "حبيب السير" جو قول آهي تہ
– "در تڪميل علوم و فنون سيما علم حديث يگانہ زمانہ اند."
پنهنجي والد بزرگوار جي مسند تي، مدرسہء سلطانيہ ۾ درس ڏيندو هو، ۽ هزارين طالب علم وٽانئس فيضياب ۽ بهره مند ٿي ويا. ‡
(٦) سيد عرب شاهہ، (٧) سيد نعمت الله، (٨) سيد وجهہ الدين: سيد عرب شاهہ، امير نسيم الدين جو فرزند، ۽ ان جو فرزند سيد نعمت الله ۽ ان جو صاحبزادو سيد وجهہ الدين هو. اهي ٽيئي بزرگ بہ هرات ۽ شيراز ۾ پنهنجي بزرگن والگر علومن جي نشر و اشاعت ۾ زندگي بسر ڪندا رهيا.
(٩) قاضي سيد شڪرالله شيرازي (ولد سيد وجهہ الدين): اهو بزرگ ترين انسان هرات کان قندار آيو، ۽ اتان سيد شاهہ مبين، سيد ڪمال ۽ سيد عبدالله سان سنڌ ۾ ٩٢٧ هہ ۾ ٺٽي پهتو.
اهي چارئي بزرگ علم ۽ ايقان، دين ۽ ايمان جا روشن چراغ هئا، جن نہ فقط ٺٽي جي شهر کي، بلڪ سموريءَ سنڌ کي پنهنجي عمل ۽ علم جي ضياءارين سان منور ڪري ڇڏيو. اڄ صديون گذري ويون، ليڪن سندن مقابر اڄ بہ مورهل ۽ منجهيل انسانن جي حاجت روائيءَ ۽ مشڪل ڪشائيءَ لاءِ مرجع ۽ مرڪز آهن. ∴

---

* "تحفة الڪرام"، ج ٢، ص ١٧؛ "مجالس المومنين"، ص ٢٢٢
† "حبيب السير" جي مصنف جو نالو غياث الدين بن همام الدين محمد خوندير هو؛ هو ٨٨٠ هہ جي قريب هرات ۾ ڄائو، ۽ ٩٤١ هہ ۾ گجرات ۾ فوت ٿيو؛ نظام الدين اولياءَ جي مقبري جي ايوان ۾ دفن ٿيو، امير خسرو جي قريب؛ "حبيب السير" ٩٣٠ هہ ۾ ختم ڪيائين.
‡ "مجالس المومنين"، ص ٢٢٢.
∴ "تحفة الڪرام" جو مصنف لکي ٿو تہ "سيد شڪرالله پنهنجي پٽ کي وصيت ڪئي هئي تہ 'جيڪڏهن تنهنجي اولاد کي ڪا مشڪل پوي تہ منهنجي الهن ٽنهي سنگتين ڏانهن ڪين رجوع ڪرڻ گهرجي'؛ الهيءَ وصيت مطابق اهڙا ٿائين عمل ٿيندو اچي ٿو– چنانچ محمد حسين ۽ سيد ظهيرالدين ثاني بن سيد شڪرالله ثانيءَ جو اولاد سيد مبين ڏانهن رجوع ڪن ٿا؛ ۽ سيد نظام الدين جو اولاد سيد ڪمال سان متوسل آهي، ۽ اهڙيءَ طرح سيد عبدالرحمان جو اولاد سيد عبدالله ڏانهن رجوع ڪري ٿو." (تحفة الڪرام، ج ٢، ص ١٩٠)

سيد شڪرالله ٺٽي اهو بزرگ آهي، جنهن جي نسل مان ٺٽي جي شڪرالاهي ساداتن جو سلسلو هليو، ۽ اهائي اها سوٽين جي لڙهي آهي، جنهن جو هڪ دُرشاهوار، سنڌ جو لافاني مورخ، بي مثل تذڪره نگار ۽ بي بدل شاعر، مير علي شير "قانع" هو.

سيد صاحب جا سراسر شاه بيگ ارغون جي گهرائي سان غالباً هرات ۾ پيدا ٿيا؛ ۽ جڏهن بايقرا جي وفات بعد، هرات جي محفل درهم برهم ٿي؛ شيباني، شاه اسمعيل صفوي ۽ بابر جي معرڪه آرائين، ملڪ جو اهو حصو تيغ زني ڪندي ڪندي، تاراج ۽ تهه و بالا ڪري ڇڏيو: تڏهن انهيءَ تعلق سبب سيد صاحب شاه بيگ وٽ قنڌار آيو؛ ۽ جڏهن سنڌ شاه بيگ فتح ڪئي ۽ سنڌ ۾ ٺٽي مستقل بود وباش اختيار ڪرڻ جو فيصلو ڪيائين، تڏهن سيد صاحب بہ پنهنجي ٺٽي سنگتين ۽ پنهنجي فرزند ارجمند سيد مير ظهيرالدين سان گڏجي، ارغونن جي دارالسلطنت ٺٽي ۾ اچي قيام پذير ٿيو.

شاه بيگ تہ چند مهينن بعد گذاري ويو، ليڪن سندس جانشين شاه حسين جو تعلق ۽ اعتقاد ساڳيءَ طرح سيد صاحب سان رهيو. هن سيد صاحب جي علم، فضل، ديني عظمت ۽ بزرگيءَ سبب ڪيس پنهنجي حڪومت جو سڀ ڪان پهريون شيخ الاسلام بنائي سڄيءَ سنڌ جو منصب قضا سندس سپرد ڪيو. هر چند سيد صاحب انهيءَ منصب لاءِ مناسب ۽ لائق هو، بلڪ جيڪڏهن ائين چئجي تہ سيد صاحب جي ذات سبب انهيءَ عهدي جو خود شان ۽ مان وڌيو، تہ بيجا نہ ٿيندو؛ ليڪن منصب ۽ ان جي فرائضن جون پابنديون سيد صاحب جي افتاد طبع جي خلاف هيون، تنهنڪري ڪجهه عرصي ڪان پوءِ سيد صاحب علحدگي اختيار ڪري، رياضت ۽ عبادت ۾ زندگي گذارڻ شروع ڪئي*.

سيد صاحب جنهن محلي ۾ ٺٽي اندر اچي قيام ڪيو، اهو اُن وقت انهن انصارن جو محلو هو، جيڪي شيخ عيسيٰ لنگوٽيءَ سان گڏجي برهانپور مان ٺٽي آيا هئا. سيد صاحب پنهنجي فرزند سيد مير ظهيرالدين والاسلام- معروف بمير جادم- جي شادي، انهن انصارن مان ڪرائي، جنهن مان گويا ٺٽي جي شڪرالاهي ساداتن جو نسل نروار ٿيو. انصارن جي انهيءَ قبيلي جو اڳتي هلي نسل ختم ٿي ويو ۽ محلي جو نالو بدلجي شڪرالاهي ساداتن جي نالي تي مشهور ٿي ويو. اڄ تائين انهيءَ گهرائي جي پسماندن جو انهيءَ ٺٽي محلي ۾ قيام آهي.

سيد ظهيرالدين جادم لاءِ مير علي شير لکي ٿو تہ "درس تدريس سندس ظاهري مشغلو هو، ليڪن باطني طرح فقيري ۽ سلوڪ سان لڙون لڳل هيس".

---

* سيد صاحب ڪان پوءِ، شاه حسين حضرت قاضي محمد اڇيءَ ڪي بکر مان گهرائي، انهيءَ عهدي تي رکيو، ۽ ان ڪان پوءِ اهو منصب قاضي صاحب جي ٺٽي خاندان ۾ پشت بہ پشت هلندو آيو، جنهن جو سلسلو انگريزن جي ابتدائي زماني تائين قائم رهيو؛ قاضي علي محمد صاحب ٺٽوي اڇيءَ گهرائي جو هن وقت يادگار آهي.

—"ظاهرش بتقويٰ و تشرع و تدريس، و باطن بسلوڪ راه فقر و سبيل سنت اجداد مصروف بود."*

سيد ظهيرالدين، ٻه فرزند يادگار ڇڏيا: هڪ سيد شڪرالله ثاني ۽ ٻيو سيد عبدالرحمان. مير علي شير قانع، سيد ظهيرالدين جي وڏي فرزند سيد شڪرالله ثانيءَ جي اولاد مان آهي- جهڙيءَ طرح ابتدا ۾ اسان شجرهء نسب ۾ ڄاڻائي آيا آهيون.

## مير علي شير "قانع"

ولادت: مير عزت الله بن سيد محمد ڪاظم، بن سيد محمد مقيم، بن سيد ظهيرالدين ثاني، بن سيد شڪر الله ثانيءَ کي، ڇهه پٽ ٿيا: سيد فخرالدين، سيد يارمحمد، سيد محمد امين، سيد محمد صلاح، سيد مير ضياءالدين "ضيا"، ۽ مير علي شير "قانع". مير علي شير ١١٤٠ هه ۾ اکيون کوليون- "خلق انسانا من السلاله" مان اهو سال بر آمد ٿئي ٿو.

اهو زمانو، ميان نورمحمد جي حڪومت جو هو- ڪيس پنهنجي والد ميان يارمحمد ڪلهوڙي جي مسند تي ويٺي پورا ڏهه ورهه ٿيا هئا، جو مير صاحب ڄائو.

هندستان جي مغل سلطنت جو شيرازو، عالمگير جي وفات کان پوءِ، ڪثيرالتعداد شاهزادن جي باهمي خون خرابي ۽ هڪ ٻئي سان جنگ و جدل، منتشر ڪري ڇڏيو هو- جنهن ڪري مرڪزي حڪومت جو ڪوبه وقار باقي ڪونه بچيو هو، ۽ هندستان جي متحد سلطنت ٽڪرا ٽڪرا ٿي، مختلف خود مختيار رياستن ۾ ورهائجي چڪي هئي.

سنڌ جو به تعلق تقريبا ڏيڍ سؤ سالن کان دهليءَ جي مغليه مرڪز سان هو. تنهنڪري هتي جون حالتون به ٻارهين صديءَ جي شروع کان ئي بدلجي چڪيون هيون. سنڌ تي دهليءَ کان ايندڙ گورنر، مرڪزي بادشاهت جي روزانه تبديلين سبب، پنهنجي قوت ۽ اقتدار جنهن جي آڌار تي سنڌ سندن قبضي ۾ رهندي ٿي آئي، وڃائي ويٺا هئا، ۽ نتيجو اهو نڪتو، جو سنڌ ۾ مرڪز کان آزاد ٿيڻ جي تحريڪ شروع ٿي. ڪلهوڙن جي هڪ مقامي خاندان، جنهن کي نه فقط زميني زور ۽ قبيلي جي قوت پٺيان هئي، بلڪ پيريءَ ۽ روحاني رهبريءَ سبب به سڄيءَ سنڌ تي تسلط حاصل هو- آزاديءَ جي انهيءَ تحريڪ ۾ پلئون پل حصو ورتو.

مغل سلطنت جي ڪمزوريءَ ۽ انتظامي ابتريءَ جو فائدو وٺندي، سڀ کان پهريون ميان يارمحمد اپر سنڌ جو پاسو مرڪز کان ساليانو ڍل تي ورتو، پنهنجي قبضي ۾ ڪيو؛ جنهن کان پوءِ سندس جاءِ نشين، ميان نورمحمد لوورسنڌ به ساڳين شرطن تي حاصل ڪري، ملڪي آزاديءَ واري خواب کي تعبير بخشيو.

---

* "تحفة الڪرام"، ج ٣، ص ١٩٥.

مير علي شير ٻارهن ورهن جي ڄمار جو هو، جڏهن ۱۰۵۱ هه ۾ ميان نورمحمد اهو تاريخي قدم کنيو، جنهن ڪان پوءِ مغلن جو براهِ راست تعلق سنڌ سان قطع ٿي ويو.

آزاديءَ جي ٻئي سال تي سنڌ کي هڪ اوچتي آفت سان سابقو پيو، ۽ هندوستان جي مغل سلطنت تي ته گويا ڪاري قيامت ٽٽي پئي. محمد شاه بادشاه، جنهن کي تاريخ ۾ عام طور "رنگيلي" جي مناسب ۽ موزون عرف سان ياد ڪيو وڃي ٿو، شاه جهان واري تخت طائوس تي جلوه گر هو. ايران جو نو دولت، جابر ۽ قهار حڪمران نادرشاه، وڏو ڪٽڪ ڪاهي اچي دهليءَ ۾ پهتو. بادشاه بي طاقت، رياستون سڀ جدا جدا، لشڪر حفاظت لاءِ ڪو نه، مقابلي جي طاقت نه بادشاه ۾، نه ملڪ ۾ - دهليءَ کي نادرشاه نه فقط لٽيو ۽ ڦريو، بلڪ اهڙي خونريزي ڪيائين، جو انساني نسل قطع ٿيڻ تي اچي پهتوا ڪنهن خدا جي ٻندي دلسوزيءَ سان ڏانهس لکي موڪليو:

"ڪسي نماند ڪه او را به تيغ ناز ڪشي، مگر ڪه زنده ڪني خلق را و باز ڪشي!"

جنهن ڪان پوءِ ايران جي انهيءَ خونخوار حمله آور کي رحم آيو، ۽ باقي بچيل انسانن جي جان بخشي ڪري، تلوار مياڻ ۾ وڌائين.

دهليءَ ڪان موٽندي، نادرشاه سنڌ ۾ به آيو. دهلي جي خبرن سوري ملڪ کي دهشت زده ڪري ڇڏيو هو. سنڌ به لرزه براندام هئي. نادرشاه جڏهن اچي لاڙڪاڻي ۾ لٿو، تڏهن سموري سنڌ ۾ ڏهڪاءُ پئجي ويو. "نادر ته پنيان ڪونه اٿي"؛ "نادر به نادر آ، ۽ قادر به قادر آ"؛ "نادري حڪم" - اهي ۽ ٻيون اهڙيون عام چوڻيون، اڄ تائين سنڌ ۾ مشهور آهن، ۽ انهيءَ دهشت انگيز دور ڏانهن حافظي جا ورق ورائن ٿيون. "ياد باد زماني ڪه قيامت است" - به ڪنهن شاعر انهيءَ دور جي تاريخ لاءِ چيو.

نادرشاه جو مقصد لٽ ڦر ۽ ملڪ جي ملڪيت تي قبضي ڪرڻ جو هو - انساني خون سان ته دهليءَ واري ڪوس ۾ ئي ڍءُ ڪري چڪو هوا ميان نورمحمد عمرڪوٽ ۾ هو. نادر پاڻ اتي پهچي، ڪانئس هڪ ڪروڙ لڪ وصول ڪيو. ويهه لک ساليانو ڏن جي به مٿس چٽي رکيائين، ۽ موٽندي سندس عظيم الشان ڪتب خانو به کنيو ويو، ۽ سندس ٻه ٽور نظر به يرغمال طور ورتيون ويو. *

تازي حاصل ڪيل آزاديءَ ڪان پوءِ، سنڌ کي وري جو هي نئون طوق ايران جي غلاميءَ جو پيو، تنهن ملڪ کي سخت ذهني اذيت پهچائي، ۽ سڀئي خوشيون خاڪ ٿي ويون. نادر جڏهن ايران پهچڻ بعد قتل ٿيو، تڏهن ڪنهن پارسي شاعر چيو:

"بيک گردشِ چرخ نيلوفري؛
نه نادر بجا ماند نه نادري!"

---

* نادرشاه ۱۱ محرم ۱۱۵۳ هه جو، لاڙڪاڻي مان ڪوچ ڪري، ايران هليو ويو.

سنڌي شاعرن پنهنجي جذبي جو اظهار هن طرح ڪيو:

"فتنهء نادر چو برون شد ز ميان، راحت آمد به همه عالميان؛
خوش خبر هاتف فرسود زغيب، "محو شد آفت نادر ز جهان"، ١١٦٠ هه

۽ها تاريخ آخوند عبدالقادر ٺٽويءَ چئي. اڌارام ٺٽويءَ فرمايو:

"شاه شاهِ نادرِ ايران ديار، داشت باغِ دولتش خرم بهار،
تاکه از حکمِ قضا پيڪِ اجل، نيز بگرفتش عنانِ اختيار؛
بهرِ تاريخ وفاتش عقل گفت، "رخت بست از تخت هستي شهر يار"

اهو هو ملڪ جو سياسي ماحول، جنهن ۾ مير علي شير زندگيءَ جو سفر شروع ڪري، ٻارهن منزلن تائين پهتو هو.

تعليم: ٺٽو، جنهن کي سنڌ جا مورخ، تمدني بلنديءَ، ثقافتي برتريءَ، ۽ علمي اوج اقبال سبب، قرطبه، دمشق، ۽ بغداد سان تشبيهه ڏيندا رهيا آهن، سو باوجود دارالسلطنت واري حيثيت وڃائي ويهڻ جي به، اڃا تائين سابق صدين وارين پنهنجي علمي روايتن کي زنده رکيو ٿي آيو. سوين دارالعلوم، اکيچار خطاب خانا، ۽ بيشمار مدرسا ۽ مکتب، ديني خواه دنيوي علومن جي نشرواشاعت لاءِ رات ڏينهن روشن ۽ آباد هئا.

مير علي شير جي پيدائش کان ٻه ورهيه اڳ، ١١١١ هه (١٦٩٩ع) ۾، هڪ انگريز سياح مسٽر هئملٽن ٺٽي آيو، جنهن ٺٽي جي علمي برتريءَ جو ذڪر ڪندي لکيو آهي ته "شهر ۾ چار سؤ دارالعلوم موجود آهن، جن ۾ هزارين طالب علم، راتو ڏينهن تعليم پرائڻ ۾ مشغول آهن".

انهيءَ زماني جي ٺٽي ۾ مير علي شير تعليم حاصل ڪئي ۽ تربيت پرائي. پنهنجي تعليم جي رونداد ڪانه لکي اٿائين؛ البته ضمني طرح، جن چند استادن جو ذڪر ڪري ٿو، ان مان معلوم ٿئي ٿو ته انهيءَ زماني جي جيد استادن ۽ عالمن کان هن سبق ورتا.

ميان نعمت * ۽ ميان محمد صادق †، ميان عبدالجميل ‡ جا فرزند ۽ پنهنجي دور

---

* هي بزرگ، مخدوم ضياء الدين جو ڏهٽو هو: ويهن ورهن جي ڄمار ۾ تعليم جي تڪميل ڪري، درس ڏيڻ شروع ڪيائين. مير صاحب لکيو آهي ته سندس مدرسو ايڏو مشهور ۽ عظيم الشان هو، جو شهر ۾ ان جو ٻيو ثاني ڪونه هو. 'منقول' ۾ پنهنجي ناني ضياءالدين ۽ 'معقول' ۾ مولانا محمد صادق جو شاگرد هو. ١١٦٩هه ۾ حج تي اسهيو، جتي ١٨ ذيقعده جي انتقال ڪيائين ("تحفة الڪرام" ٢٢٥ - "مقالات الشعرا" ٢٩٥).

† ميان نعمت الله جو وڏو ڀاءُ هو: عالم باعمل ۽ نهايت ئي پاڪ باطن ۽ صاف سيرت بزرگ هو. حرمين ۾ هڪ سال رهي، حديث جي سند ورتائين. جوناڳڙهه ۾ به ڪجهه عرصو رهيو. ٻيو دفعو به جوناڳڙهه ٿي ويو، جو واٽ تي ڪڇ ۾ انتقال ڪيائين. ("تحفة الڪرام" ص ٢٢٦، ۽ "مقالات الشعرا" ص ١٣٢).

‡ ميان رحمت الله جو فرزند ۽ مخدوم علي احمد المعروف به قمري (برادر مخدوم آدم) جي اولاد مان هو- صاحب نسبت ۽ وڏيءَ ڪٿيءَ وارو بزرگ هو. ١١٥٥هه ۾ انتقال ڪيائين "تحفة الڪرام"، ٢٢٦؛ "مقالات الشعرا"، ص ٥٧).

جا جيد عالم ۽ ديني دنيوي علومن ۾ ڪامل هئا. پنهي بزرگن جو مشغلو درس تدريس هو. مير صاحب پنهي بزرگن جي مدرسي ۾ پڙهيو. "مقالات الشعرا" ۾ هڪ هنڌ پاڻ فرمائي ٿو ته

-"فقير بخدمتِ هردو صاحبان لسبتِ تلميذي دارد". *

محمد صادق جي سلسلي ۾ لکي ٿو ته

-"فقير کہ کمين تلامذهٔ ايشان است". †

ميان لعمت الله وٽ 'ميزان صرف' کان وٺي 'شرح ملا' تائين تعليم ورتائين ‡، ميان محمد صادق وٽ ڪهڙا ڪتاب پڙهيائين، الهن لاءِ ڪجهه ڪونه لکيو اٿائين. انهن پنهي بزرگن جو مدرسو "مقالات الشعرا" جي تصنيف واري سال تائين لهايت عمدگيءَ سان جاري هو:

-"اکنون (۱۱۷۴هه) مدرسهٔ علمي بوجودِ فايض الجودِ ايشان گرم است" ∴.

الهن پنهي استادن کان سواءِ مير علي شير، آخوند محمد شفيع جو به پنهنجي استادن ۾ ذڪر ڪيو آهي؛ لکي ٿو ته

-"فقير، ايامِ پيريش ديده، از جوانان زمانه در خوش باشي صد قدم در پيش داشت، اين قليل البضاعت از قصائد "عرفي" و عروض سيفي و چند سبق بخدمت ايشان استماع لموده."×

اهو بزرگ ۱۱۵۶هه ۾ فوت ٿيو، گويا مير صاحب ۱۶ ورهن جي ڄمار جو هو، جڏهن آخوند صاحب انتقال ڪيو، ۽ وٽس عرفيءَ جا قصيدا ۽ عروض سيفي، ۱۳ يا ۱۴ ورهن جي عمر ۾ پڙهيا هوندائين.

آخوند ابوالحسن "بي تڪلف" ٺٽوي به فارسيءَ ۾ سندس استاد هو. پاڻ لکي ٿو ته

-"بسيار طباع و پر استعداد است. در مڪتب وي جمعي از هندو و مسلمين بهره بردند، فقير در پارسي شاگرد خدمت ايشانست". ◊

---

* "مقالات الشعرا"، ص ۵۷

† "مقالات الشعرا"، ص ۱۴۳

‡ "مقالات الشعرا"، ص ۲۹۵

∴ "مقالات الشعرا"، ص ۵۷

× "مقالات الشعرا" ص ۱۳۰؛ مير صاحب لکي ٿو ته '(هيءَ بزرگ) لهايت باوقار ۽ پر تمڪين شخص هو. طبيعت جو خوش باش ۽ لهايت ئي رنگين مزاج هو، خوراڪ پوشاڪ جو به شوقين هو. مير عبدالقدوس شيرازي سندس دوست هو. تاريخ گوئيءَ ۾ ڪيس ڪمال حاصل هو. شهر خواه حڪامن ۾ سندس وڏي عزت هئي (تحفة الڪرام، ص ۲۴۴) "مقالات الشعرا" ۾ مير صاحب سندس تاريخ گوئيءَ جا مثال به ڏنا آهن.

◊ "مقالات الشعرا" (ص ۵۸): آخوند صاحب گهچ عرصي تائين جها لگارن باجارن جي ساداتن وٽ رهيو. تاريخ گوئي ۽ شعر و سخن جو به شوق هوس. مير فخرالدين شيرازي برادر مير علي شير "قانع" ڪي جڏهن علي اڪبر لالي پٽ ڄائو، تڏهن هيٺيون قطعهٔ تاريخ لکيائين:

(باقي حاشيه ڏسو صفحه ۱۳۵ تي)

مولوي مرزا جعفر شيرازي سير و تفريح لاءِ ٺٽي ۾ آيو هو. ڏاراڄ جي زميندار، راءِ جمال، وٽ ڪجهه عرصو رهيو. مخدوم محمد مسڪين سندس علم، ذاتي جوهر ۽ بيحد و حساب قابليت سبب، سندس گهرو دوست ٿي ويو. مير علي شير صاحب سان سندس تعلق خاطر پيدا ٿي ويو، جنهنڪري سيد صاحب الهيءَ بزرگ وٽ به ڪجهه پرايو. پاڻ لکي ٿو ته
- "فقير در خدمت ايشان چند ايام بسر برده و از دست و دل شان ممنون ابد است" *

شعر و سخن جي مشق: مير صاحب شعر و سخن جي صلاحيت ڇڻ ماءُ پيٽان ٿي ڪٺي آيو هو. ٻارهن ورهن جي ڄمار ۾، جڏهن ته اڃا مدرسن ۽ مڪتبن ۾ سبق آموزيءَ ۾ منهمڪ هو، شعر چوڻ شروع ڪيائين. لکي ٿو ته:

---

(بقايا حاشيه صفحه ۱۳۴)

بهار همايون بعالم رسيد — صنوبر به بستان احمد چميد

گل گلشن باغ آل رسول — در روشن از درج شاه شهيد

بفر همايون و فرخنده نام — بروز سعيد از عدم سر کشيد

چگويم وفاتش که تايد بعد — لجيب و نقيب و حسيب و سعيد

ليازم بدرگاه حق صبح و شام — که نامش علي اکبر آيد پديد

بسال تولد شريفش فتاد — چو فکرم بخاطر ز احصي البعيد

در انداخت ناگاه هاتف ندا — "گل الدر گلستان حيدر دميد" - (۱۱۴۶ هه)

* مرزا محمد جعفر جي علم و فضل جي شهرت ٻڌي، ميان مراد ياب بن ميان نورمحمد ڪلهوڙي کيس پاڻ وٽ گهرائي، پنهنجو معتمد خاص ڪري رکيو. "قانع" "مقالات الشعرا" (ص ۲۷) تي لکي ٿو ته 'ڪجهه عرصي بعد اهو درجو حاصل ڪيائين، جنهن کان مٿي تصور ڪرڻ نا ممکن آهي'. صاحبزادو ميان مراد ياب جڏهن هندستان ويو، ان وقت ميان نورمحمد کيس پنهنجي دربار ۾ مقرر ڪيو، جتي صاحبزادي کان به وڌيڪ سندس قدر ۽ منزلت ٿي. محمد مراد ياب جڏهن تخت تي ويٺو (۱۱۶۷ هه) تڏهن کيس پيهر پاڻ وٽ رکيائين. ڪجهه عرصي کان پوءِ، ڪن سببن ڪري معزول ٿي ۽ عراق جي زيارتن تي وڃڻ لاءِ ڪراچي بندر تي پهتو؛ اتان کيس ڪراچي جي ڄام جهاز تي سوار ٿيڻ نه ڏنو، جنهنڪري ڪراچيءَ بندر تان سوار ٿيڻ جو ارادو ڪيائين، ليڪن روانو ٿيڻ کان اڳ سندس انتقال ٿيو. مير علي شير هيٺين تاريخ چئي:

-ز روي تعميه تاريخش افتاد،
"غريب از دام دنيا گشته آزاد"-
۱۲۱۲ - ۴۵ = ۱۱۶۷ هه

جفر ۽ تڪثير ۾ به ڪامل ۽ عامل هو. "جفر جامع" نالي ڪتاب ميان نورمحمد لاءِ لکڻ شروع ڪيائين، ليڪن ميان صاحب جي انتقال سبب ڪتاب پورو ڪري نه سگهيو.

– "بفيض صحبت بزرگان في‌الجمله آشنا بسفيد و سياه گشت. هرچند درخود لياقت آن نمي بيند که درجنب عزيزان جا داشته باشد، اما چون کهان را با مهان آميزش قديم است، باري بوسيلهٔ توسل بزرگان اگر در نعال آن صدر نشينان مقيم شود، جا دارد."

ڪسر نفسيءَ جي انهيءَ تمهيد کان پوءِ فرمائي ٿو ته

"در قريب بايام امتياز که ابر عمر باختتام سير بروج دوازده گانه از سنين مطلع شوارق هوش بر فلک تبيين وقوع يافته، سر سوداي سخن در پيچيده" *

انهيءَ عمر ۾ اٺن هزارن شعرن جو ديوان مرتب ڪيائين، جنهن ۾ سڀئي اصناف سخن موجود هئا، ليڪن خبر نه آهي ڪهڙن سببن ڪري اهو سڄو ديوان درياهه ۾ لوڙهي ڇڏيائين. تقريباً ٻه سال ڪن خاموش رهيو. گويا ١١٥٢ هه ۾ جڏهن ته سندس عمر ٻارهن ورهيه هئي، شعر چوڻ شروع ڪيائين؛ ١١٥٣ تائين اٺ هزار شعر چئي ديوان جنهن ۾ نالو بطور تخلص جي استعمال ڪيو هيائين، لوڙهي ١١٥٣-٥٥ هه جا سال خاموش رهيو، تا آنڪ ١١٥٥ هه ۾ وري کيس نئين سر سخن سنجيءَ جو شوق جاڳيو.

انهيءَ زماني جو هڪ واقعو بيان ڪندي، مير صاحب لکي ٿو ته "مظفرعلي خان نادري زماني ۾ ٺٽي ۾ آيو، ۽ سندس ڏنل زمين "مردمک در آب"، "نمک در آب" ٺٽي جي شاعرن ۾ تمام مشهور ٿي، ۽ تقريباً سڀني شاعرن انهيءَ تي طبع آزمائي ڪئي". مير صاحب انهيءَ زماني ۾ طفل مکتب هو. ليڪن کيس شوق جاڳيو، ۽ ساڳيءَ زمين ۾ استادن جي مقابلي ۾ هن به غزل تيار ڪيو، جنهن مان لکي ٿو ته هيٺيون هڪ شعر کيس ياد رهجي ويو:

با صاف مشربان چه زني لاف سرکشي،
صد بار ديده ايم ترا اي فلک در آب. †

١١٥٥ هه ۾، مير حيدرالدين ابوتراب "ڪامل" ‡ جهڙي استاد ڪامل سان سندس ملاقات ٿي، ۽ انهيءَ بزرگ جي فيض ۽ صحبت سبب ڇڏيل شوق ۽ وسريل ذوق ۾ وري

---

* "مقالات الشعرا"، ص ٢١٤

† "مقالات الشعرا"، ص ٦٦

‡ مير حيدرالدين ابوتراب "ڪامل" بن مير رضي‌الدين "فدائي"، بن مير ابوالمڪارم "شهود"، بن مير ابوالبقا امير خان، بن مير ابوالقاسم "نمڪين"، جيد عالم، بلند پايه شاعر ۽ درويش صفت انسان هو. سنڌي، هندي ۽ فارسيءَ ۾ جدا جدا ديوان مرتب ڪيائين. محمد پناه "رجا"، مير ابوالبقا بهرورعلي ۽ ٻيا ڪيترا انهيءَ دور جا شاعر سندس شاگرد هئا. ١١٦٤ هه ۾ انتقال ڪيائين (ڏسو "مقالات الشعرا"؛ "تحفة الڪرام"؛ ۽ "تذڪره امير خاني").

جولان ڄاڻيو *، ۽ سندس شاگردي اختيار ڪري، نئين سر مشق سخن شروع ڪيائين. مير ڪامل سندس تخلص ”مظهري“ رکيو، جنهن مان تجديد شاعريءَ جو سال ١١٥٥هه بر آمد ٿئي ٿو.

مير صاحب ڪجهه وقت تائين ”مظهري“ تخلص قائم رکيو، ليڪن ان کان پوءِ، ”قانع“ تخلص اختيار ڪيائين، جيڪو آخر دم تائين سندس نالي سان پيوست رهيو. †

ملازمت: سنڌ جي آزاد حڪمران ميان نور محمد ڪلهوڙي، ١١٦٧ هه ۾ وفات ڪئي؛ ۽ سندس پٽ ميان مراد ياب تخت نشين ٿيو. ميان صاحب جي وفات بعد تخت و تاج جي لالچ ۽ لوڀ، حڪمران خاندان ۾ باهمي آويزش جي ابتدا ڪئي. ميان مراد ياب چار سال به پورا نه ڪيا، جو معزول ٿي جيل ۾ وڃي پيو، ۽ سندس ٻيو ڀاءُ ميان غلام شاه، جيڪو ڪلان طوائف جي پيٽ مان هو، تخت نشين ٿيو. انهيءَ ئي حڪمران لاءِ ڪنهن سنڌي شاعر جو هي شعر مشهور آهي:

”گلان وچان جو گل ڪليوسي،
ڪجهه ڪُليا هي ڪجهه ڪُلسي.“ ⚜

ميان غلام شاه، بيحد سمجهدار ۽ حڪمرانيءَ ڪرڻ لاءِ هر طرح موزون ۽ مناسب هو. هن پنهنجي زماني ۾ نه فقط امن امان قائم ڪيو، بلڪ سرحدي علائقا به ڪيترا حاصل ڪري، سنڌ ۾ شامل ڪيائين. ڪڇ جي راجا کان بست ۽ لکپت جو بندر ورتائين؛ سبزل ڪوٽ ۽ اُچ، بهاولپور جي نواب کان ڇڏايائين؛ ۽ ڪراچيءَ جو بندر، قلات جي خان کان واپس ڪيائين، حيدرآباد جو شهر آباد ڪيائين، ۽ ١١٨٢هه ۾ حيدرآباد جو قلعو تعمير ڪرائي، آن ۾ گادي ڪيائين. انگريزن سندس ئي زماني، ١١٧١هه جو، ٺٽي ۾ پنهنجي تجارتي ڪوٺي قائم ڪئي. اهڙيءَ طرح ملڪ سندس زماني ۾ ڏاڍو وسيو ۽ رسيو، سکيو ۽ ستاهو ٿيو؛ ليڪن افسوس جو ١٦ سالن جي حڪمرانيءَ بعد ١١٨٦هه ۾ لقوي، فالج ۽ غشيءَ سبب هن انتقال ڪيو، جنهن بعد ڪلهوڙن جي حڪومت جو شيرازو روز بروز درهم برهم ٿيندو ويو.

انهيءَ روشن دماغ بادشاه، مير علي شير کي پنهنجي خاندان جي تاريخ نويسيءَ لاءِ، پاڻ وٽ رکيو، ۽ مير صاحب ”شاه نامه“ جي طرز تي فارسي نظم ۾، ۽ ٻي مفصل تاريخ نثر ۾، لکڻ شروع ڪئي، سندس تقرر تاريخ نويسيءَ جي عهدي تي ١١٧٥هه ۾ ٿيو ☙، ۽ مير صاحب

---

* ”مقالات الشعرا“، ص ٢١٣، ص ٢٥٢، ص ٢٥٣

† ”مقالات الشعرا“، ص ٢١٣

⚜ ميان مراد ياب جي معزوليءَ ۽ غلام شاه جي تخت نشينيءَ تي ٻالچند ”آزاد“ هيٺين تاريخ چئي:

بنشست **غلام شاه** بر **مسند جاه**، برخاست **مراد ياب ناميد** به **آه**

(١٣٧٧ + ١٦٣) — (٣٦٦ + ٦) = ١١٧٠

☙ ”مقالات الشعرا“، ص ٢١٥

ٺٽي کان خدا آباد هليو ويو. اهو معلوم نہ ٿي سگهيو، تہ مير صاحب ميان غلام شاه جي دربار سان ڪيتري وقت تائين وابستہ رهيو؛ ليڪن جنهن صورت ۾، مير صاحب پنهنجون پٺيون تصنيفون مڪمل ڪري نہ سگهيو، تنهنڪري خيال آهي تہ شايد چند سال يا ڪجهہ عرصو مير صاحب، ميان غلام شاه جي دربار ۾ رهيو، وري ٺٽي واپس موٽي آيو.

١١٨٠هہ ۾، مير صاحب "تحفة الڪرام" لکڻ شروع ڪيو؛ ان ۾ ڪلهوڙن جي حڪومت جو ذڪر شروع ڪندي ابتدا ۾ لکي ٿو تہ

-"ذڪر ايشان در طبقہ علحده ميگردد، و بنا بر مزيد فائده و اداي حقوق نمک ذڪر از اصل مع بيان بزرگان اين سلسلہ مجملاً گذارش ميڪند." *

"اداي حقوق نمک" جي اشاري مان ظاهر آهي تہ ١١٨٠هہ کان اڳ مستقل ملازمت کان آجو ٿي، ٺٽي هليو آيو هو، ۽ حق نمک اداڻ سبب سنہ ١١٨٠هہ ۾ بہ ڪيس اهو خيال هو تہ هو ڪلهوڙن جي تاريخ جا پٺئ ڪتاب ضرور ختم ڪندو. بهرحال مير صاحب جي مستقل ملازمت رهي يا نہ رهي، ليڪن سندس تعلقات ملازمت ڇڏڻ کان اڳ انهيءَ حڪمران گهراڻي سان جهڙيءَ طرح خوشگوار هئا، اهڙيءَ ريت پوءِ بہ رهيا، جنهن جي تصديق اسان کي الهن فرمانن ۽ سندن مان ملي ٿي، جيڪي وقت بوقت وظيفن، تنخواهن ۽ مزروعہ زمينن جي سلسلي ۾ مير صاحب کي انهيءَ خاندان طرفان ملندا رهيا.

مير صاحب جو معاش: قديم خانداني دستاويزن مان † معلوم ٿئي ٿو تہ مير صاحب جو سمورو خاندان شروع ايامن کان وٺي، سندس زماني تائين خوشحال ۽ فارغ البال رهيو، ۽ ڪانئس پوءِ بہ حسب دستور اهو گهراڻو، جاگيرون، تنخواهون، وظيفا، خلعتون ۽ انعام اڪرام چوڙيندو ماڻيندو رهيو.

مير سيد شڪرالله جيئن ٩٢٧هہ ۾ ٺٽي پهتو، تيئن ئي ارغونن طرفان سندس وظيفو جاري ٿيو. همايون جي فرمانن مان معلوم ٿئي ٿو تہ مير صاحب جي گهر کي هن جي طرفان بہ بطور "سيورغال" وظيفو ۽ ساڪري پرڳڻي ۾ ڪجهہ زمين مدد معاش لاءِ مليل هئي. اهڙيءَ طرح ترخاني دور جا دستاويز بہ ملن ٿا، جن ۾ نہ فقط اڳين بادشاهن جي عطا ڪيل وظيفن ۽ جاگيرن جي تصديق ٿيل آهي، بلڪ آن تي پنهنجي طرفان بہ، وقت بوقت اضافا ڪندا رهيا آهن. مرزا جانيءَ جي هڪ فرمان (مرقومہ ١٠٠٧هہ) مان اهو بہ معلوم ٿئي ٿو تہ

---

* "تحفة الڪرام"، ص ١٠٢

† جناب قاضي علي محمد صاحب ٺٽويءَ وٽ شاهي فرمانن ۽ اسنادن جو هڪ مجموعو آهي، جيڪو ٺٽي جي ڪنهن بزرگ انگريزن جي آمد کان پوءِ مرتب ڪيو آهي؛ ٺٽي جي مختلف خاندانن جي سلسلي ۾ منجهس شاهي فرامين هن لاءِ نقل ڪيا ويا آهن، تہ اهو مجموعو انگريزن کي ڏيکاري، انهن مستندن کي سندن دور حڪومت ۾ بہ جاري ڪرائجي.

جوڻ پرڳڻي ۾ ۱۰ ڪي ڳوٺ الهيءَ خاندان کي بطور مدد معاش مليل هئا. سنڌ جڏهن مغل سلطنت جو حصو ٿي، تڏهن هن گهراڻي جا سڀئي وظيفا، تنخواهون، ۽ زمينون بحال ڪيون ويون. ۱۰۲۹ھ جي هڪ فرمان مان معلوم ٿئي ٿو ته جهانگير، سيد ظهيرالدين ثاني خلف سيد شڪرالله ثانيءَ لاءِ ٻه سو خرار سارين جا بطور وظيفي جي سالياني منظور ڪيا، جن جي وصوليءَ لاءِ ٺڪر هنگوري، ۽ ٺٽڪر هالي، جي پرڳڻي تي فرمان جاري ٿيو. ڪجهه وقت بعد بجاءِ سارين جي، ٺڪر هنگوري جي جاگير مان ۲۲ هزار دام * بطور سالياني تنخواه جي ڪيس مقرر ٿي مليا. ۱۰۳۷ھ ۾ سيد شڪرالله فوت ٿيو. ۱۰۳۹ھ ۽ ۱۰۴۰ھ جي فرمانن مان معلوم ٿئي ٿو ته اها تنخواه شاهه جهان، سيد صاحب جي اولاد لاءِ بحال ڪئي. جيئن جيئن خاندان وڌندو ويو ۽ گهر جدا جدا ٿيندا ويا، تيئن تيئن اهي تنخواهون به تقسيم ٿينديون مختلف شخصن جي نالي تي بحال ٿينديون رهيون. ۱۱۳۸ھ جي هڪ فرمان مان معلوم ٿئي ٿو ته پنجاهه هزار دام†، اهو خاندان سالياني تنخواه کڻندو هو. ۱۱۴۴ھ ۾، خان خانان معظم خان هڪ سند جاري ڪئي، جنهن بناءِ تي، مير علي شير "قانع" جي والد سيد عزت الله کي ۵۴۰ بيگا زمين ملي. ميان نور محمد، ۱۱۵۵ھ ۾، سيد عبداللطيف بن سيد عبدالمجيد کي پليجي پرڳڻي تي ۷۰ خرار سارين جي سند ڪري ڏني ‡. سيد صاحب ۱۱۵۸ھ ۾ فوت ٿيو: جنهن بعد سندس پٽ عبدالمجيد ثانيءَ جي نالي اهو وظيفو بحال ڪيو ويو، ۽ آخر اهو وظيفو فرزندي فرلدي سيد عبداللطيف ثانيءَ وٽ آيو، ۽ ان کان پوءِ مير علي شير جي والده جي نالي تي بحال ٿيو: ڇاڪاڻ ته الهيءَ گهر ۾ نرينو اولاد ڪونه ٿيو ۽ مير صاحب جي والده الهيءَ گهر جي وارثياڻي هئي. بيبي صاحبه کان پوءِ، مير علي شير ۽ سندس ڀاءُ مير ضياءالدين "ضيا" الهيءَ حصي تي متصرف ٿيا. انهيءَ مان اهو به ظاهر ٿئي ٿو ته مير صاحب ۽ مير ضياءالدين سڳا ڀائر ۽ الهيءَ بيبيءَ جي بطن مان هئا، ۽ الهيءَ ڪري ئي ڇهن ڀائرن مان فقط اهي ٻه ڀائر وظيفي جا وارث ٿيا. سندس ٽئين ڀاءُ سيد فخرالدين کي جدا پنهنجي ناناڪي حصي مان هڪ سو بيگا زمين تصرف ۾ آئي.

ميان نور محمد جو هڪ پروانو مليو ٿو، جنهن مطابق مير علي شير جي والد سيد عزت الله کي جگٽ پور ۽ ڪڪراڻي وغيره ۾ ٻه ڪي ڳوٺ جاگير طور مليا. انهن جي آمدنيءَ تي هن هيٺئن طرح پنهنجي پٽن جون تنخواهون جاري ڪرايون: سيد فخرالدين ۽ سيد يار محمد ۱۴-۸-۷ رپيا، ۽ سيد علي شير ۽ سيد ضياءالدين ۲۷-۰-۰ رپيا.

ڪلهوڙن بعد ٽالپرن به ساڳيءَ طرح هن خاندان جي جاگيرن، تنخواهن وظيفن، ۽ ٻين انعامن اڪرامن کي جاري رکيو. ميان نور محمد جي زماني کان وٺي ٽالپرن جي ابتدائي

---

* چاليهه دام هڪ رپئي ۾ ٿيندا هئا- ٻاويهن هزار دامن جا ۵۵۰ رپيا ٿيا.
† ساڍا ٻارهن سو رپيا.
‡ ۵ رپيا في خرار هو- مجموعي قيمت ۳۵۰ رپيا ٿي.

دور تائين، ڪي اهڙا فرمان بہ مليا آهن، جن ۾ روزاني وظيفي ڏيڻ جو بہ ذڪر آهي.
ميان غلام شاهہ جي هڪ فرمان (مرقومہ ١١٧٢هہ) مان معلوم ٿئي ٿو تہ ميان نورمحمد
ڪلهوڙي سيد عزت الله جو روزينو جاري هو، جيڪو غلام شاهہ جي تخت نشينيءَ بعد
مير علي شير جي نالي منتقل ٿيو. ١١٨٨هہ ۾ ميان سرفراز جي فرمان ۾ بہ ان جي تصديق
ٿيل آهي. اهڙيءَ طرح ١١٩٠هہ ۾، ميان عبدالنبي بہ ساڳيو روزينو جاري رکيو. ساڳئي سال
جي ٻئي هڪ پرواني مان معلوم ٿئي ٿو تہ ميان عبدالنبيءَ، مير علي شير جي پٽ مير غلام علي
"مائل" جو ١٢ رپيا درماهو وظيفو جاري ڪيو هو.
١١٩٧هہ ۾، مير فتح علي خان - فاتح سنڌ - مير علي شير جي نالي هڪ پروانو ڪڍيو،
جنهن ۾ ٣٣ رپيا "بعد إجارهٴ مير بحري (؟)" عنايت ڪرڻ جو ذڪر آهي، ۽ اهو وظيفو
ڪلهوڙن جي زماني کان مير صاحب جي نالي هلندو ٿي آيو. ١١٩٨هہ ۾، مير فتح علي خان
هڪ فرمان ڪڍيو، جنهن مطابق مير علي شير کي هدايت ڪئي وئي تہ جنهن صورت ۾
حيدرآباد سرڪار جي حصي ۾ سنڌ جو اڌ ملڪ آيل آهي، تنهنڪري اِها سرڪار کيس مقرر
ٿيل وظيفن جو اڌ ڏيندي، ۽ باقي اڌ، مير سهراب، مير ٺاري ۽ مير باگي کان کيس
وٺڻ گهرجي.
ڪلهوڙن جي زماني کان جيڪي ٧٠ رپيا بطور وظيفي جي مير علي شير ۽ مير ضياءالدين
کي ملندا هئا، سي مير فتح علي خان جي دور ۾، پنهي ڀائرن جدا جدا ڪرائي، پنهنجن نالن
تي پروانا ورتا؛ چنانچہ ٧٠ رپين مان ٣٣ رپيا مير علي شير ورتا، ۽ باقي مير ضياءالدين
وٺندو رهيو. ١٢٥٣هہ جي هڪ فرمان مان معلوم ٿئي ٿو تہ مير نورمحمد خان جي زماني ۾
انهيءَ ساڳئي وظيفي جو هڪ حصو مير علي شير جي پوٽي مير صابر علي ولد مير غلام علي "مائل"
کي ٦-٥-٧ روپين جي صورت ۾ درماهو ملندو هو. ١٢٥٥هہ ۾، مير محمد خان اڌائي آنن
جو اضافو ڪري پورن ساڍن ستن رپين درماهو ڏيڻ جو پروانو جاري ڪيو، ۽ ڪوري ضرب
مان ڦيرائي سورتي ضرب يعني انگريزي سڪي ۾ ڏيڻو ڪيو.
اِها آهي مير صاحب ۽ اُن جي خاندان جي معاشي پهلوءَ جي منتشر معلومات، جنهن کي
اسان مختلف استادن جي ذريعي يڪجا ڪري، پڙهندڙن اڳيان پيش ڪيو آهي. اگرچ مٿيان
انگ اکر مير صاحب جي مڪمل آمدنيءَ جو خاڪو پيش ڪري ڪونہ ٿا سگهن، تاهم اسان هن
نتيجي تي پهچون ٿا تہ مير صاحب جو خاندان فارغ البال ۽ نهايت خوشحال هو. سندن گذر بسر
نهايت ڪشادگيءَ ۽ عزت آبروءَ سان ٿيندو هو. سڀني حڪمرانن انهيءَ خاندان جي عزت
ڪئي، وظيفا ڏنائون، جاگيرون جاري ڪيائون، درماها ۽ روزينا عطا ڪيائون، ۽ وقت بوقت
جيڪي انعام اڪرام ۽ خلعتون ۽ پهراڻيون ملنديون ٿي رهيون، سي ان کان علاوه هيون.*

---

* اِها خوشحالي، اِها عزت ۽ آبرو، انگريزي دور تائين قائم رهندي آئي. چوڏهين صدي
هجريءَ جي شروعات ۾، مير علي شير جو پوٽو مير صابر علي شاه ثاني زنده هو، جنهن کي نہ
فقط شهر ۾ عزت هئي، بلڪ سرڪار انگريز وٽ بہ کيس هر طرح جي آبرو حاصل هئي-
چنانچہ انگريزن هندوستان جي سڪيہ ماڻهن متعلق جيڪو اُن جلدن ۾ ضخيم ڪتاب شايع
ڪيو آهي، ان ۾ سيد صاحب جو بہ فوٽو ڏنو ويو آهي.

مير صاحب جي دور جو سياسي پس منظر: مير قانع، جيئن اسان مٿي ڄاڻائي آيا آهيون، ميان نور محمد جي دور حڪومت ۾ پيدا ٿيو. سنڌ ۽ سنڌ جا ماڻهو دهليءَ جي بالادستيءَ کان تہ آزاد ٿيا، ليڪن نادر جي اچڻ، سندس لٽ ڦر، ۽ آخر ۾، افغانستان جو باجگذار ٿيڻ وڃڻ، سنڌين کي آزادي ماڻڻ ڪانہ ڏني - گويا سنڌ جي زبردستيءَ واري قطب نما جو رخ دهليءَ کان ڦري افغانستان طرف ٿي ويو، ۽ فرق فقط هي ٿيو تہ دهليءَ جيئي سنڌ تي گورنرن جي ذريعي براه راست حڪومت هلندي هئي، ۽ هن کان پوءِ اندروني طرح سنڌ آزاد رهندي بہ افغانستان جو ڍل ڀرو صوبو ٿي وئي، ۽ بجاءِ گورنرن جي، ڍل جي وصوليءَ ۽ عام نظرداريءَ لاءِ افغاني وڪيل اچڻ لڳا.

ميان نور محمد جي وفات (١١٦٧ ھ) تائين، سنڌ جي حڪمران خاندان ۾ خير جي گذرندي رهي، ليڪن هن جي اکين بند ڪرڻ بعد، تخت و تاج جي سلسلي ۾، رفتي آويزش جي ابتدا ٿي. ميان غلام شاه جي دور ۾ (١١٧٠-١١٨٦ ھ) ڪا خاص خرابي ڪانہ ٿي - مير علي شير تاريخ نويسيءَ جي عهدي تي ڪجهہ سال پنهنجو وقت سڪون سان بسر ڪيو. ليڪن ١١٨٦ھ کان پوءِ، جو حڪمران خاندان ۾ خونريزي ۽ ملڪ ۾ انتشار جي ڪيفيت قائم ٿي، تنهن ١١٩٨ھ تائين سنڌ کي برابر تباه ۽ تاراج ڪيو. انهن ٻارهن تيرهن سالن جي عرصي ۾ سنڌ جي تخت و تاج ڪيترن حڪمرانن جي مسندآرائي ڏٺي ۽ ڪيترن شاهزادن جا ڪنڌ ڪپيا، ۽ ٽالپر سردارن مان ڪيترا ڪونڌر ڪسندا ڏٺا. سرفراز تقريباً ٽي سال حڪومت ماڻي؛ محمد خان چند مهينا مسند جو مزو ورتو؛ غلام نبيءَ ڏيڍ سال کن تخت نشيني ڪئي؛ عبدالنبيءَ تقريباً ساڍا ٽي سال واڳ ورتي؛ صادق عليءَ چند مهينا؛ ۽ ان کان پوءِ ٻيهر عبدالنبيءَ قبضو ڪيو، ۽ پنجن سالن ۾ اها ڪشت و خون ڪيائين، جو سنڌ جي بدنصيبيءَ ۽ بربادي تي نہ فقط پنهنجن رت رنو، بلڪ ڌارين جي اکين مان بہ لڙڪ وهي نڪتا.

ٽالپر سردار، جيڪي حقيقي طرح حڪومت جا قوت بازو هئا، تن مان ڪيترا سرِ راه لاحق خون ٿيا - مير بهرام ۽ سندس فرزند مير صوبدار خان ميان سرفراز جي چرچ تي بنا سبب قتل ڪيا ويا؛ ميان غلام نبيءَ ڀيرون پنهنجي خاندان جا پنج شاهزادا ڪهرايا - محمد سرفراز، محمد خان، محمود خان ۽ بہ ٻيا - الهيءَ دردناڪ واقعي تي ڪنهن شاعر هيئن نادر تاريخ چئي:

از گلِ باغِ عباسي پنج ڪم*؛

ٽالپر اميرن جي شهادت جو سلسلو بہ ساڳئي وقت جاري رهيو - مير بجار کي ڏوڪو ڏئي، شهيد ڪرايو ويو†؛ مير عبدالله خان ۽ مير فتح خان بہ ساڳيءَ طرح ١١٩٧ھ ۾ نهايت بيدرديءَ سان قتل ڪرايا ويا.

---

* اهو نهايت ٿي نادر تعميہ آهي، مٿين مصرع جا عدد ١١٩١ھ آهن.

† مير بجار وزيراعظم هو؛ سندس شهادت جي تاريخ هن ريت آهي:

از سرِ افسوس گفتا هاتفم «مير شد از جمدرِ هندو شهيد»

١ + ١١٩٣ = ١١٩٤ ھ

«بمحفلِ شهدا جلوه ڪرد مير بجار» - ١١٩٤ھ

ٽالپرن جي بيگناهه خون نه فقط بلوچ قوم کي بغاوت تي آماده ڪيو، بلڪ سڄيءَ سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي انهيءَ ظالم حڪمران جي خلاف باهه ٻري وئي؛ چنانچه ١١٩٨ هه ۾، هالاڻيءَ جي ميدان تي حاڪم ۽ محڪومن جو معرڪو ٿيو، جنهن ۾ حاڪم کي شڪست ۽ محڪومن کي فتح نصيب ٿي، سنڌ جي واڳ ٽالپرن جي هٿ ۾ آئي، ۽ ڪلهوڙا هميشه هميشه لاءِ ختم ٿي ويا.

مِيان عبدالنبيءَ خانہ جنگيءَ سبب افغان حڪومت کان مدد ورتي. اُن حڪومت جو ظالم ترين سردار، مدد خان افغان، سنڌ ڏانهن موڪليو ويو، جنهن ١١٩٣هه ۾ هتي اچي، سموريءَ سنڌ کي تهه و بالا، ناس ۽ نابود ڪري ڇڏيو. انهيءَ مدد خان جي ڪاهه سنڌين کي ايترو متاثر ڪيو، جو ڪيترا سنڌي پهاڪا ۽ چوڻيون اڄ تائين انهيءَ دور جي يادگار طور موجود آهن-

"کهوڙا ڙي کهوڙا!"

"کهل ڙي کهل!"

"مدد ته پٺيان ڪوله انئي!"

فارسي گو شاعرن چيو،

"اي داد، از ظالم بيداديءِ منجوس"- سنه ١١٩٣ هه.

چنان هول در ملک سنده اوفتاد     که هولِ قيامت بداده زياد

ڪنهن شاعر انهيءَ ظالم جي وڃڻ جي تاريخ ڪئي:

"بشر بود رفت"- سنه ١١٩٤ هه.

سنڌ ۾ ايتري لٽ ڦر ٿي، انهيءَ حد تائين خوف رهيو، ۽ ايترا گهر خاندانيون ۽ ڳوٺ تباهه ٿيا، جو چنگيز ۽ هلاڪوءَ جي خون آشامين ۽ تيمور جي عالم سوزين ۽ هلاڪت آفرينين جي ياد تازي ٿي وئي. سنڌ انهيءَ قسم جي تباهي ڪڏهن ڪانه ڏٺي هئي؛ دهليءَ تي نادر ۽ بغداد تي هلاڪوءَ به اهڙي برباد ي ڪانہ آندي، جهڙي ميان عبدالنبيءَ، مدد خان جي ذريعي سنڌ تي آندي.

اهو ئي زمانو هو، جڏهن عمادالملڪ، غازي الدين نظام*، سنڌ ۾ آيو، ۽ تباهي ۽ بربادي جا هولناڪ منظر، اکين سان ڏسي ايتري قدر متاثر ٿيو، جو اهڙو ئي دردناڪ مرثيو چيائين جهڙو حضرت سعديءَ بغداد جي بربادي تي چيو هو:

---

* مير شهاب الدين (خان بهادر، وزيرالممالڪ، عمادالملڪ، عمادالدوله، نصرت جنگ، غازي الدين خان ثالث)، بن اميرالامرا حافظ محمد پناه (عمادالملڪ، فيروز جنگ غازي الدين خان ثاني)، ابن مير قمرالدين (خان بهادر، نظام الملڪ آصف جاه اول، باني سلطنت آصفيه - سندس تخلص نظام هو) ١١٩٥هه ۾ سنڌ آيو، ۽ ٦٧ سالن جي عمر ۾، ١٢١٥هه جو، انتقال ڪيائين.

"در سند چه فتنه و بلا شد — گوئي كه قيامتي بپا شد
چون سند كه مامن جهان بود — اي آه! چه گويمت چها شد
هر خانه بخاك شد برابر — هر صاحب دولتي گدا شد
هر تاجوري برهنه سرگشت — هر ماه سري برهنه پا شد
تا ناموران به بند افتند — سر رشتهء صبر دل رها شد
مادر ز پسر، پسر ز مادر — سر از تن و تن از سر جدا شد
منعم پيء مشت آرد يك سير — سرگردان همچو آسيا شد
گل رويان را ز خارِ صحرا — خونِ كفِ پاي خود حنا شد
هر پرده نشين كنج عصمت — بي برقعه و معجر و ردا شد
زرها به نثار حفظ جان رفت — جانها پي آبرو فدا شد
رفت از همه هرچه درگره بود — زين گونه فلك گره كشا شد
يك ظلم نه شد كه شد دو صد ظلم — يك كار نه شد كه كارها شد
بر اهل زمين عجب بلائي — يك مرتبه نازل از سما شد
دل خون شد زين ستم گري چند — هر چند كه جمله از قضا شد
بي ستري طرفه آه! صد آه! — بر سيدها و پارسا شد
از امت مصطفيٰ چه ظلمي — امروز بر آل مصطفيٰ شد
امروز پس از هزار و صد سال — احوال عراق رونما شد
جستم چو "نظام" سال تاريخ — از هاتف غيبي ام ندا شد

كاي بنده اهل بيت بشنو
"...... كه سند كربلا شد"

اهو سڄو ملڪي ۽ سياسي پس منظر آهي انهيءَ منيءَ صديءَ جو، جنهن ۾ مير علي شير اکيون کوليون، پليو، پروان چڙهيو؛ تعليم حاصل ڪري، علم جي انتهائي اوج تي پهتو؛ شعر و سخن جو شغل ڪندو رهيو؛ ۽ تصنيف تاليف کي پنهنجو اوڍڻ ۽ اوڇاڻ بڻائي، زندگي بسر ڪندو رهيو. سواءِ انهن چند سالن جي، جيڪي هن ميان غلام شاهه وٽ تاريخ نويسيءَ جي عهدي تي گذاريا - باقي سڄي زندگي آزاديءَ سان بسر ڪندو رهيو. انهيءَ بادشاهگرديءَ ۾ ڪنهن کي طاقت هئي، جو درباري ملازمت جو بار سر تي کڻي، سازشن ۽ منصوبن ۾ حصو وٺي ۽ خون خرابيءَ، قتل ۽ غارتگريءَ کي اکين ڏسندو رهي.

مير صاحب جي غير معمولي شخصيت ۽ بي پناهه صلاحيت جو هن مان اندازو ٿئي ٿو ته انهيءَ سموري دور جي سڀني بلائن، آفتن ۽ اندوهناڪين جي هوندي به سندس سڪون قلب ۽ اطمينان دل غارت نه ٿيو. هن بزرگ دنيا جهان جي جهڳڙن، ملڪي تباهين ۽ هلاڪت خيزين کي ڏسندي به، سڀني ڳالهين کي پس پشت وجهي، اکين کي بند ڪري،

کين ۾ کپ ڏني، تصنيف ۽ تاليف جاري رکي؛ ۽ پنهنجي خالص علمي ۽ ادبي زندگيءَ کي برباد نہ ڪيو، ۽ ۱۲ ورهن جي زندگيءَ کان وٺي جهان ڇڏڻ واري سال کان هڪ سال اڳ تائين، برابر دماغ ۽ قلم هلائيندو آيو، ۽ هزارن ورقن جو عظيم الشان ادبي ذخيرو سنڌ جي آئينده نسلن لاءِ ڏئي ويو.

سير و سفر: مير صاحب جي سموري زندگي سراسر علمي هئي. تنهنڪري پاڻ کي جيتوڻيڪ هن پنهنجو وقت، دنيا جي ٻين مشغلن ۾ ڪونہ وڃايو، ۽ گهڻو ڪري گهر ۾ رهي، تصنيف تاليف ڪندو رهيو- سواءِ هڪ معمولي وقفي جي، جنهن ۾ هن کي نامعلوم سببن ڪري سورت، چام ننگر ۽ ٺٽ جو سفر درپيش آيو.

"تحفة الڪرام" (ج ۲، ص ۳۳) ۽ "مقالات الشعرا" مان معلوم ٿئي ٿو تہ ۱۱۶۰هہ ۾ هو سورت ويو، جتي مير سعد الله سورتي، ۽ ان جي فرزند مير عبدالوالي "عزلت" سان سندس ملاقات ٿي؛ ۽ انهيءَ سفر ۾، چند ٻين اهل علم بزرگن سان بہ سندس صحبتون ۽ رهاڻيون ٿيون - جهڙوڪ "رضائي" شاعر سورت کان لاهري بندر تائين ساڻس ٻيڙيءَ ۾ گڏ يو آيو ("مقالات الشعرا" ص ۱۰۹): محمد اڪرم اصل ٺٽي جو شاعر هو، ليڪن سندس زندگي دهلي، دکن، ۽ سورت ۾، مختلف سرڪاري منصبن تي گذري - مير صاحب جڏهن سورت کان وطن واپس ٿيو، ان وقت محمد اڪرم بہ ساڻس گڏ يو آيو؛ وات تي ٻيڙو، ٽي ڏينهن ۽ ٽي راتيون، طوفان جي گرداب ۾ ڦاٿو، ۽ اهڙي نا اميديءَ جي حالت ٿي، جو مير صاحب ان کي "حادثہ عظيم" تصور ڪندي لکي ٿو:

-"ڪہ خلاصي از آن تهلڪہ محض بفضل مفضل حقيقي صورت بست".

انهيءَ مصيبت ۾ محمد اڪرم هيٺيون شعر حسب حال چيو:

درميان آب و آتش همچو گل ... ڪشتي اميد ما دارد شنا
گر نہ فضل حق نمايد رهبري ... نيست مخلص از چنين جوش بلا

("مقالات الشعرا" ۲۴)

"تحفة الطاهرين" جي مصنف شيخ محمد اعظم ٺٽويءَ جي ملاقات بہ ساڻس سورت ۾ ٿي. اهو بزرگ بہ انهيءَ زماني ۾ صورت منجهہ مقيم هو.

چام ننگر عرف اسلام آباد کي بہ مير صاحب انهيءَ سفر جي دوران ۾ ٽي ڏنو؛ ۽ اتي ئي سندس ملاقات محمد عاقل "ابلہ" جهوناڳڙهيءَ سان ٿي، جيڪو صاحب شاعر، ۽ ٺٽي جي ميان ابوالقاسم جو شاگرد هو. ("مقالات الشعرا" ۲۶)

اهڙيءَ طرح غالباً ساڳئي سفر ۾، جڏهن سيد صاحب ٺٽ ننگر ويو، تڏهن سندس ملاقات هڪ ايراني شاعر "هوشيار" صفاهانيءَ سان ٿي، جيڪو پوءِ ٺٽي بہ آيو، ۽ اتان وري هندوستان هليو ويو ("مقالات الشعرا" ۲۱۱). بندر سورت کان موٽندي، سيد صاحب سان گڏ "مفلس" شاعر بہ ٻيڙيءَ ۾ همسفر هو، جيڪو سنڌ ڏانهن قلندر لعل شهباز جي زيارت لاءِ ٿي آيو ("مقالات الشعرا" ۲۶۵).

گجرات سان، الهيءَ سفر ڪان پوءِ، مير صاحب جي ڪافي دلچسپي پيدا ٿي، ۽ ان ڪان پوءِ جيڪي بہ خاص واقعا الهيءَ طرف ٿيندا هئا، انهن تي مير صاحب تاريخي قطعا ۽ شعر تصنيف ڪندو هو.

نورالدين محمد معروف بہ مومن خان، ١١٧٠ھ گجرات تي قابض ٿيو، تہ مير صاحب تاريخ چئي:

چو شد نواب مومن خان بگجرات    ز کفر کافران گرديد خالي *

١١٦٠ھ ۾ بندر سورت جي حاڪم نواب صفدر محمد خان جو پٽ محمد وقارخان فوت ٿيو. مير صاحب هيٺين طرح سندس تاريخ ڪڍي:

"فلا خوف عليهم ولاهم يحزنون" †

مطالع جو شوق: مير صاحب جو دور، جيتري قدر سياسي ۽ ملڪي حالتن سبب اونداهو ۽ الدوهناڪ هو، اوتري قدر علمي ۽ ثقافتي لحاظ سان روشن ۽ خوشگوار هو. هڪ ئي وقت سوين مدرسا علم آموزيءَ لاءِ آباد هئا: هرهڪ گهراڻو ۽ هرهڪ فرد علم جو مرڪز ۽ منبع هو. هر علم دوست جي اوطاق ۽ پيڪ "اڪيڊميءَ" جو ڪم ڏيندي هئي. هرهڪ عالم، اديب ۽ شاعر وٽ، جدا جدا ڪتبخانا هوندا هئا. گهرن ۾، اوطاقن ۾، رستن تي، دڪانن ۾ ۽ بازارن جي چوراهن تي، علم پرورن جون ملاقاتيون، صحبتون، مجلسون ۽ مشاعرا، صبح شام ۽ رات ڏينهن ٿيندا رهندا هئا. هڪ ئي وقت مخدوم محمد هاشم (متوفي ١١٧٣ھ)، مخدوم محمد معين (متوفي ١١٦١ھ)، مخدوم ضياءالدين، ميان نعمت الله، ميان محمد صادق، آخوند محمد شفيع، ۽ آخوند ابوالحسن جهڙا يگانهءِ روزگار عالم، ۽ مير "محسن" (متوفي ١١٦٣ھ)، غلام علي "مداح"، بالچند "آزاد"، شيوڪ رام "عطارد"، شيخ محمد محفوظ "سرخوش"، غلام علي "مومن"، محمد پناه "رجا"، مير ابوالبقا "بهرورعلي" ۽ مير ابوتراب "ڪامل" جهڙا نغزگو شاعر ٺٽي جهڙي شهر ۾ موجود هئا، جن مان هرهڪ پنهنجي دور جو "غزالي" ۽ "دواني"، "سعدي" ۽ "انوري" هو.

اهي سڀ بزرگ پاڻ صاحب تصانيف ۽ صاحب دواوين هئا: انهن مان هرهڪ کي جدا جدا ڪتب خانو هوندو هو، جنهن مان نہ فقط پاڻ فائدو وٺندا هئا، بلڪ دوست احباب بہ وقت بوقت استفادو ڪندا رهندا هئا: انهن مان هرهڪ بزرگ جي اوطاق "دارالمصنفين" ۽ "ندوة المصنفين" هولدي هئي؛ ۽ هرهڪ استاد ۽ عالم جو مدرسو، "دارالعلوم ديوبند" ۽ "ندوة العلوم" هو.

---

* نواب مومن خان جا عدد ٨۴٦ ٿيا، ان ۾ گجرات جا ٦٢۴ ملائبا تہ ١۴٧٠ ٿيندا، ڪفر جا ٣٠٠ عدد وقع ڪبا تہ سال ١١٧٠ھ برآمد ٿيندو "مقالات الشعرا". ص ٥۴١

† "مقالات الشعرا" ص ٢٨٧

مير علي شير کي اهڙا معاصر مليا: الهيءَ تسم جا همعصر شاعر مليا: ۽ اها علمي فضا ۽ ادبي ماحول نصيب ٿيو. هن علمي صحبتن ۽ ادبي مجلسن جو پورو پورو فائدو حاصل ڪيو. انهن مدرسن ۾ هن علم پرايو: ۽ انهن دارالعلومن ۾ هن عربي ۽ فارسي زبانن تي قدرت ڪامل حاصل ڪئي: ۽ انهن ڪتبخانن جي هرهڪ ڪتاب جي هن ورق گرداني ڪئي: ۽ ڪتابن جي هرهڪ جلد مان هن مطلب ۽ مواد اخذ ڪيو. ڪتبخانا نه فقط هن پنهنجا ڏٺا، بلڪ خود سندس پنهنجو ذاتي ڪتبخانو ايڏو عظيم الشان هو، ۽ ان ۾ ايترا نادر مخطوطا موجود هئا، جو اڄ به ان جي فهرست ۽ ان جا باقي بچيل ڪتاب پڙهي ۽ ڏسي حيرت وٺيو وڃي ٿي *.

مير صاحب جي مطالعي جي شوق، ۽ ڪتب ۾ ڪتابن جي فراوانيءَ ۽ دستيابيءَ جو اندازو تڏهن ٿئي ٿو، جڏهن سندس پنهنجي تصنيفن ۾ اهڙن اهڙن ڪتابن جا حوالا پڙهجن ٿا، جن مان اڄ به ڪيترا ناياب ۽ نادرالوجود آهن.

تاريخ فرشته، طبقات اڪبري، منتخب التواريخ، ده سال عالمگيري، آئين اڪبري، روضة الصفا، حبيب السير، مراة احمدي، مراة سڪندري، خزانهٴ عامره، يد بيضا، تذڪرهٴ وال داغستاني، هفت اقليم ابن رازي، ڪلمات الشعرا، مجالس المومنين، وغيره - تاريخون ۽ تذڪرا، تصنيف تاليف ڪندي، مير صاحب جي پيش نظر هئا.

ايراني خواه هندوستاني شاعرن مان ڪيترن جا ديوان مير صاحب وٽ موجود هئا. اهڙي طرح سنڌ جي تقريباً سڀني مصنفين جون تصنيفون به سندس پيش نظر هيون. تاريخ معصومي، طاهري، بيگلر نامه، ترخان نامه، تذڪرة المراد، آداب المريدين، حديقة الاوليا، کان سواءِ ڪيترا ديوان ۽ گهڻو ڪري سنڌين جون سڀئي مذهبي تصنيفون سندس مطالعي ۾ رهيون هيون. ”طومار سلاسل گزيده“ تيار ڪرڻ وقت، طريقت جي بزرگن جون گهڻو ڪري سڀئي ملفوظاتيون، ۽ سلسلهٴ طريقت جون اسناد ڏٺيون هئائين. ملفوظات مخدوم جهانيان، منهاج العباد- شيخ سعدالدين، تحفة البررة- شيخ مجدالدين بغدادي، بحرالدقائق شافعي، ڪتاب استعداد الآخرة، به انهيءَ ڪتاب جي ماخذن مان آهن.

پنهنجي ايراني بزرگن جون به گهڻو ڪري سڀئي تصنيفون پڙهيون هئائين - جيئن ته امير غياث الدين منصور جا تصنيف ٿيل ڪيترا ڪتاب سندس نظر مان گذريا هئا. طبقات ابن سعد جهڙو نادر ۽ ناياب ڪتاب، جيڪو اڄ چپئي ڪان پوءِ به ايتري قدر نادرالوجود آهي، جو اسان جي ملڪ جا گهڻو ڪري سڀئي ڪتبخانا ان کان محروم آهن، اڄ کان به سو ورهه اڳ ٺٽي ۾ مير صاحب جي مطالع مان گذريو، جيئن پاڻ هڪ هنڌ (”مقالات الشعرا“ ٢١٢) فرمائي

* ٺٽي جي ڪتبخانن جون فهرستون، ايليٽ جي قلمن ۾، برٽش ميوزم ۾ موجود آهن. مير صاحب جي ڪتبخاني جا ڪيترا ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ ۾ محفوظ آهن.

ٿو ته ”۲۵ ربيع الاول ۱۱٦۹ھ جو، مخدوم ضياءالدين ٺٽويءَ کان، طبقات ابن سعد جو پهريون جلد پڙهڻ لاءِ مستعار ورتم“.

## مير صاحب جو علمي ورثو

تصانيف: مير علي شير جي زندگيءَ جو مقصد فقط تصنيف تاليف هو، جيئن اسين مٿي ڄاڻائي آيا آهيون — هن ۱۲ ورهن جي ڄمار ۾ قلم ۽ ڪاغذ کنيو، ۽ مرڻ گهڙيءَ تائين ان کي هٿ مان نه ڇڏيائين. صحيح پتو ڪونه ٿو پوي ته هن ڪيترا ڪتاب لکيا، ليڪن ”مقالات الشعرا“، ”فهرست ڪتبخانه لنڊن“ (برٽش ميوزم O. R. 2073) ۽ ”تحفة الڪرام“ (مملوڪ خان بهادر مولوي محمد شفيع، لاهور) مان جن ڪتابن جا نالا ملن ٿا، انهن جو تعداد ۴۳ آهي. ڪيترا ڪتاب اڌورا به هئا، جن جا مسودا نامڪمل رهجي ويا — جيئن پاڻ فرمائي ٿو:

”اڪثر مسودات بهرجا ڪه ناتمام ماندند.“ (”مقالات الشعرا“ ۴۱۲)

۱۱۷۴ھ ۾ ”مقالات الشعرا“ تصنيف ڪيائين. ان ۾ لکي ٿو ته

”الي الحال اگر بجمع شعر مي پرداخت تا سي (۳۰) هزار بيت ڪم و بيش رسيده مي بود“.

گويا مٿين سال تائين، جيڪي هن شعر چيو، سو جي گڏ ڪول ڪيائين، ۽ جن جو تعداد ڪم و بيش ٽيهه هزار ٿئي ها. اهڙيءَ طرح ۱۱۷۴ھ، کان وٺي ۱۲۰۲ھ تائين، ۲۸ سال پوءِ به، اهو سلسلو جاري رکيائين: خبر نه آهي ته ان مان ڪيترو ضايع ٿيو ۽ ڪيترو بچيو. بهرحال جن ڪتابن جا نالا معلوم ٿيا آهن، يا ڪتاب دستياب ٿيل آهن، انهن جو ذڪر سال تصنيف جي ترتيب سان هن هيٺ ڪجي ٿو.

(۱) ”ديوان علي شير“ — (۱۱۵۲ھ): ٻارهن ورهن جي ڄمار ۾ هي ديوان مرتب ڪيائين، جنهن کي نامعلوم سببن ڪري درياهه ۾ لوڙهي، ايندڙ به سال، ۱۱۵۳-۵۴ھ، شعر چوڻ ڇڏي ڏنائين؛ هن ۾ نالو تخلص طور استعمال ڪندو رهيو.

(۲) ”مثنوي شمع از قدرت حق“ — (۱۱٦۵ھ): مثنويءَ جو نالو تاريخي آهي — سال تصنيف ۱۱٦۵ھ ان مان برآمد ٿئي ٿو. انهيءَ مثنويءَ جو ڪوبه نسخو موجود نه آهي. پاڻهي ٿو ته مثنويءَ ۾ ڪو قصو بيان ڪيل آهي. ”مقالات الشعرا“ ۾ نمونتاً چند شعر ڏنا ويا آهن، جن مان مٿيون قياس ٿئي ٿو:

— در تعريف بر دڪان نشستن آن جوهري پسر —

پسر چون دڪاندار شد در ديار　　چو خورشيد اندر حمل بست بار
ڪفش بر ترازو چو گشتي فرو　　قمر در ترازو مڪان يافت گو

ـ قطعات لعل امانت فقرا را جوهري پسر در ستون مخفي ساخت ـ

ستون گشت کان بدخشان سپس | برو رشک بر وي بسي کان سپس
چو در راستي بوده با استوار | شده زادگان خورش در کنار

(۳) "مثنوي قضا و قدر" ـ (۱۱۶۷ هـ): "گل از بهار قضا" مان اهو سال تصنيف بر آيل آهي ۽ ان جو هڪ نسخو موجود آهي. "مقالات الشعرا" ۾ هيٺيان اقتباس ڏنل آهن:

ـ درصفت کشمير ـ

خور اندر سبزه زارش شپره وار | نيارست آنکه بيند روی انوار
گر آيد بالمثل مه در زمينش | کند گلچين غلط با ياسمينش
ببوي بوي شبويش زهره باد | گل خورشيد گردد غنچگي ياد
گهي تقرير وصف زعفران زار | لب از خنده نيابد راه گفتار
ز بس سرسبزي بازادي علم شد | ثمر در نخلهايش وقف هم شد
طلاي آفتاب آنجا است بر غش | زبس در بوته گل ديده آتش
تونگر گردد آن کو بار دارد | گلستانش گل دينار دارد

ـ در صفت خوبرويان چين ـ

زروي گلرخانش چشم خورشيد | زبس گستاخ بين افتاد جوشيد
ز گفتار ملاحت ريز خوبان | بگيرد عندليب آتش بدامان
ز غره جبهه شان حسن آداب | نمايد همچو در مينا مي ناب
مه نو تا بابرو يافت نسبت | همي بالد بخود از فرط بهجت
مگر دست قضا از صنع ايزد | لطافت جمله اندر ساعدش زد
ز روي بيت صدر شان توان يافت | معالي را که اندر دل همان يافت
نهد ار پشت بر ديوار چون مست | توان دريافت نقش او چه چيز است
گهي نظاره خوبيء هر ماه | تماشائي بر آرد الله الله

ـ صفت هند و نغمه نوازان هند ـ

بيا کوبيء رقاصان مهوش | فتد نظاره را نعل اندر آتش
صلاي باده نوشي اندر و عام | بود خورشيد آنجا صورت جام
مدام اندر وي از صافيء مهتاب | مه نو هر شب افزايد مي ناب
مگو اختر که رخشانند هر شام | خم گردون شراب انداخت در جام
بهار نشئه سرشار دارد | سرود آنجا عجب بازار دارد
هر آنکو بسته آهنگ حجاز ست | نجام توسنش از تار ساز ست
دف خورشيد اندر دست زهرش | به پيش مطربش کمتر ز مهرش
بهر محفل که نا و نوش دارد | هوس بر سير با بردوش دارد

- در وصف مصر و تعریف عمارتهایش -

وزد بادش اگر از جانبِ آب حباب از یاسمین گیرد فزون تاب
هوایش گر بروي هجر آید ز شاخِ خشک مرجان گل بر آید
بدوش مشرق اندر وقت تعمیر فلک مي ریخت آهک از تباشیر
ازان خورشید بر کف رعشه دارد که خواهد دستي از بامش بر آرد
که گچکاري از خورشید تابان ستاند پنجه رازش دستگردان
بهر خشت عمارتهاش خورشید براي اقتباسِ نور بوسید
کمانِ طاقش از قوسِ قزح ساخت رواقش را چو بنا منشرح ساخت
بود مهتاب آنجا آهک کرم سفیده صبح از خاکش کشد شرم

- رسیدن از خشکي بدریا و صفت آن -

دگر راهِ شتابیدن چو طي شد بجمله احتیاجِ کشتيء شد
بلي کشتي گدایان را ضرور است که فاقه را بدو راهِ عبور است
مسافر را برطب و یابس است راه ز خشکي باز دریا گشت دلخواه
غبارِ ماندگي بست ابر در دل کنارِ بحر ماندم پاي در گل
چه بحر آن کز کمالِ پاکي رنگ نهنگ چرک را زد قافیه تنگ

(۴) "لو آئین خیالات"- (۱۱۶۹ھ): انهيءَ لالي مان سال تصنیف بر آمد ٿئي ٿو، اهو ڪتاب نثر ۾ آهي. ڪوبہ نسخو موجود نہ آهي، جنهنڪري معلوم نہ ٿي سگهيو تہ ڪتاب ڪهڙي موضوع تي هو.

(۵) "مثنوي قصہ ڪامروپ"- (۱۱۶۹ھ): هيءَ مثنوي بہ گم آهي، "مقالات الشعرا" ۾ لکيل آهي تہ تخمیناً ٻي هزار بیت منجهس آهن، ۽ ۱۱۶۹ھ ۾ تصنیف ڪيائين. "مقالات الشعرا" ۾ انهيءَ مثنويءَ جا هيٺيان اقتباس ڏنل آهن، جن مان نوعیت ۽ انداز معلوم ڪري سگهجي ٿو:

تا قدم از ارض رضاعت کشید پایه قدرش بعلیین رسید
قبضه قدرش چو کمان گیر شد ناوکِ دستش بفلک تیر شد
بخت بلندش نه شمارد یکي بلکه کند سهو که جم بود وکي
بازوي قدرت چو فشردي به تیغ زهره رستم بزدي ژیغ ژیغ

- درصفت چترمن مصور -

کز قلم مو چو کشد مشکل باغ لاله ز شنجرف بر آرد ایاغ
آب گهر در صدفش داشت جا تا ورق سبزه نماید طلا
غنچه تصویر وي از بوي فرح رایحه خلد برین راست شرح
برلب تصویرش حرفِ نشاط گل کند از گوشه صحنِ بساط

گر بمثل در کشود شکل آب — نقطهٔ سهو قلمش دان حباب

ـ صفت صیدگاه مینو نشان ـ

آهکش از پرتو مه پیش تاب — در گچش آمیخته رنگ سحاب

خشت بزانش پی حسن نظر — بسته نمودند خمیر گهر

مخمل سبزه به هجو می که آب — راه نمی یافت بالین خواب

بر لب هر جدولش از موج آب — نقش نشاط ابدی داشت تاب

بلبلش از نغمه سرائی فرح — از پی سیپارهٔ گل بسته شرح

فاختهٔ زاهد مشرب دران — داشت بلب آیهٔ کوکو روان

حاجیء قمری ز پی طوف سرو — خواسته احرام ز بال تذرو

پیر عصا در کف زلبق بنام — داشت بصحن چمن آنجا خرام

موی دماغش ز بس آشفته بود — بینیء وا کرده سخن می نمود

از گل شب بوش گل آفتاب — گر به همی خواست کند بوی آب

باد صبا داشت درو زرگری — سکه همی زد بزر جعفری

ـ در شکستن جهازات بطوفان ـ

یوسف مه رفته ته قعر چاه — یونس شب حوت گرفته پناه

فتنه بپا خواسته در رنگ باد — جوش زده بحر که طوفان فتاد

آتشی افروخت منقل حباب — سوخته هر خار و خسی را بر آب

ماهیء موج از اثر برق باد — سینهٔ خود را بشرر بر نهاد

جامه به تن چاک زده نا خدا — رفته ز سکان سکون جمله را

در کف ملاح ز بادی چنان — پنبهٔ حلاج شده بادبان

دیدهٔ گرداب ز بس کور بود — در طلب مردم پرشور بود

خورد شد آن جمله کشتی بر آب — در نفسی همچو سفال حباب

مردم خشکی همه آبی شدند — در چه آن بحر شتابی شدند

ـ در صفت جنگ ـ

صور سرافیل دمیده چو نائی — مغز هژبران بچکیده ز نائی

بسکه بپا گشت دم گاو دم — گاو زمین و فلک انداخت سم

در کف هر برگ تبیره زنان — خون یلان بسته چو پیره زنان

بحر ستیز آنگه طوفان گرفت — پنجهٔ خورشید بحران گرفت

تیر فلک ریخت پرلنگ خدنگ — کاهکشان پا زده در لیسم لنگ

از در شمشیر چو پر وار شد — هر طرف از زخم بهم غار شد

مغز پراگنده شد از عطسهٔ تیغ ‏ در سر پیکار کنان بید ریغ

گشت بپا تاکهٔ طرید ِ ستیز ‏ جان به پر رستم شد ریز ریز

هر طرفي خاست ترلکا ترلک ‏ پنجهٔ خورشید شده پر خدنگ

شور چقا چاق لهنگ ِ خدنگ ‏ ریخت همي مغز دماغ ِ پلنگ

بستهٔ بخون بود پلان را مگر ‏ لاله صفت کرده سپر در سپر

— صفت مبارزت لانک چند جوهري —

تیغ بکف لانک چند جوهري ‏ بود چو الماس بپي جان جري

تا بزدي از سر غصه طرید ‏ لعل ز فیروز همي شد پدید

داشتهٔ تیغش عمل کهربا ‏ بهر خسیسان بجان در بلا

— صفت رزم دهنتر طبیب —

دهنتر آنجا که فشردي قدم ‏ تیغش مي جسته ز کف دم بدم

شربت ِ مرگ از کف ِ او موجزن ‏ بوده پي نوش عدو در زمن

— صفت جنگ رس رانگ کلاوت —

کرده چو رس رنگ سوي رزم راه ‏ جسته ز چنگش اجل آنجا پناه

گوش مخالف ز طریدش بخست ‏ تیغ دودستي بزدي همچو مست

کرده بقالون شجاعان نبرد ‏ از سر ِ مردان چو اجل ریخت گرد

گرز گران در کفش از پردلي ‏ زمزمه خوان بود به نقش ِ بلي

— صفت لیرد چترمن مصور —

چترمن آنکه شدي رزمجو ‏ پاي عدو بود گو اندر فرو

در کف ِ او مانده عدو نقش وار ‏ بلکه چو تصویر بدیوار پار

صفحهٔ صحرا ز کفش رنگ بست ‏ بسکه سران ِ سپه اندر شکست

— در فتح شاه وهزیمت دشمن —

شیر علم دیده چو روباه شد ‏ بود ز جان سیر بلا خواه شد

پرچم ِ اقبال شد از باد ِ فتح ‏ ترجمه مي بست بانشاد فتح

(٦) "ديوان قال غم" — (١١٧١ هـ): ديوان جو اهو تاريخي نالو آهي. منجهس غزل، قصيدا، مخمس، ترجيع بند، وغيره سڀئي اصناف ِ سخن موجود هئا. ۹ هزار شعرن جو هي مجموعو به زماني جي دستبرد تباهه ڪري ڇڏيو.

(٧) "ساقي نامه" — (١١٧٣ هـ): "ساقي نامه" جو انداز هي آهي:

بیا ساقیا زان مي ناب ده ‏ بلب تشنگان یکدمي آب ده

که در آتشم از خمار شراب ‏ باتش ز آتش توان داد آب

شب و روز در فکر آنم کہ کي　　شود جان اين مرده دل باز حي
گروهي کہ رفتند زين تيره خاک　　ندانم چہ کردند باجان پاک
وضو را باب عنب مي کنم　　اماز سر شام و شب مي کنم
همي بينم از دور محراب جام　　کہ پيشش صراحي است اندر قيام
باين قائم الليل دارم شروع　　کہ در سجده افتم ز بعد رکوع
موذن چو گلبانگ حيّ در زناد　　صراحي در جام مي در زند
در اخلاص مي چار قل بر زبان　　چو مينا دهم روح گريہ کنان
مناجاتيان تا نيابند راه　　بکوئي خرابات بردم پناه
مغني نواي کہ مستي دهد　　رهي زن کہ ذوق الستي دهد
چو در کاسہ سر اندارم آب　　لبم تر نمائي ز موج رباب

(٨) ”واقعات حضرت شاه“ — (١١٧٣ ھ): هن جو ذڪر بہ ”مقالات الشعرا“ ۾ آيو آهي، جنهنڪري پڪ آهي تہ ١١٧٣ھ کان اڳ جي تصنيف آهي. هن مثنويءَ ۾ هڪ هزار شعر هئا. نسخو ڪوبہ موجود نہ آهي. ناني ۽ هيٺين اقتباسن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هيءَ مثنوي ڪربلا جي واقعات ۾ آهي، ۽ منجهس مختلف بحرن ۾ شعر چيا ويا آهن.

مگر هلال کہ يک کشتي است طوفاني　　تنور فتنه ز بس جوش کرده عماني
دونيم گشتہ دل روزگار روز عزا　　يکي بزير زمين شد دگر بروي سما
ز بس گريست مجالہ زين مصيبت خون　　فتاد ناخن در چشم ارزق گردون
بر از ستاره نباشد بچشم اندهناک　　زناوک غم گشته مشبک اين افلاک

*　　*　　*

مگر کہ مهر بروي سما نمود طلوع　　درين معاملہ چشم مسيح شد نگران

*　　*　　*

دم آبي نبوده جز دم تيغ　　مگر از آسمان باريد اين ميغ
لباس چرخ زان گرديد نيلي　　کزين جور زمانہ خورد سيلي
براندام خور از آن رعشہ افتاد　　کہ روزي کربلا مي باشدش ياد

(٩) ”چهار منزله“ — (١١٧٣ ھ): مصنف هن مثنويءَ جو ذڪر بہ ”مقالات الشعرا“ ۾ ڪيو آهي، جنهنڪري مثنوي ١١٧٣ھ يا ان کان اڳ جي تصنيف پڪ ٿي. هڪ هزار شعرن جي هيءَ مثنوي بہ گم ٿي وئي. هيٺين اقتباسن مان اندازو ٿي سگهي ٿو:

— در صفت حلقه بيني —

بروي راست بينش حلقہ ديده　　دکان حيرتم بر خويش چيده
کدامي بي ادب پيچيده بر راست　　کہ شکل حلقہ بينش پيداست

| | |
|---|---|
| تامل کرده تا من خوب دیدم | بروی راست بیني سرکشیدم |
| مرش گرد دهان یار الحق | طلوع آفتابست این ز مشرق |

— در شکایت زمانہ —

| | |
|---|---|
| مرا از بي زري شد آنچه حاصل | ندیده عشر آن قارون ته گِل |
| مر او را کرده زر مردود ایزد | مرا از بي زري در مردمان بد |
| بسي از دوستان در بي زري ام | همین رانند اندر زرگري ام |
| همه اخوان بحق اخ نویسند | شدم تا بینوا اخ اخ نمایند |
| کلیم الله بفرض آید اگر باز | از بن قارون سرشتان نیستش ساز |
| کمالي که چنین کالا کشیدند | مگر از خانهٔ خالا کشیدند |

(۱۰) "تزويج نامهٔ حسن وعشق" — (۱۱۷۴ھ): هي ڪتاب به ۱۱۷۴ھ کان اڳ جي تصنيف آهي — نہ نسخو موجود آهي نہ اقتباس، جنهن مان ڪتاب جي مضامين جو اندازو ڪري سگهجي. البت پاڻ لکي ٿو تہ هن ۾ مقفيٰ ۽ مسجع نثر لکيو ويو آهي. عنوان مان معلوم ٿئي ٿو تہ حسن ۽ عشق جي ميلاپ ۽ معاملات تي ادبي طور طريقي ۾ خيال آرائي ڪئي وئي هوندي.

(۱۱) "اشعار متفرقہ درصنايع و تاريخ" — (۱۱۷۳ھ): هي هڪ جدا مجموعو، جاڻايل سال تائين مرتب ڪيو هئائين، جنهن ۾ تاريخي قطعا ۽ صنايع جا اشعار، هڪ هزار جي تعداد ۾ هئا. اهو نسخو بہ گم آهي.

(۱۲) "بوستان بهار" — (۱۱۷۳ھ) معروف بہ "مڪلي نامہ": "بوستان بهار تازهٔ دل" مان سال تصنيف برآمد ٿئي ٿو. مڪليءَ جي منظرن ۽ مقبرن تي هن ۾ نظم ۽ مقفيٰ نثر ۾ شاعرانہ خيال آرائي ڪئي وئي آهي. هن جو مسودو سنڌي ادبي بورڊ ۾ مصنف جي خط ۾ محفوظ آهي. هي رسالو هن مضمون سان گڏ شايع ٿي رهيو آهي، تنهنڪري تفصيل آئنده صفحن ۾ ڏسڻ گهرجي.

(۱۳) "مقالات الشعرا" — (۱۱۶۳ھ): مصنف لکي ٿو تہ ۱۱۶۹ھ ۾، جڏهن هو "مثنوي ڪامروپ" لکي رهيو هو، ان وقت ڪيس هن بيش بها تذڪري لکڻ جو خيال پيدا ٿيو. انهيءَ سال هن لکڻ شروع ڪيو، ۽ پنجن سالن جي ديده ريزيءَ ۽ محنت بعد ۱۱۷۳ھ ۾ جوڙي تيار ڪيائين. ٽالي مان اختتام جو سال نڪري ٿو، ۽ جيڪڏهن ان مان ۵ عدد گهٽ ڪبا تہ تصنيف جي شروعات جو سال ۱۱۶۹ھ معلوم ٿيندو. سنڌ جي فارسي گو شاعرن تي انهيءَ کان اڳ ڪوبہ تذڪرو ڪونہ هو. اهوئي پهريون ڪتاب آهي، جنهن مان سنڌ جي فارسي ادب جي تاريخ معلوم ڪري سگهجي ٿي. مير صاحب سنڌين کان سواءِ، هن ۾ انهن شاعرن جو بہ ذڪر ڪيو آهي، جيڪي سنڌي النسل نہ هئا، بلڪ ٻاهران اچي سنڌ ۾ رهيا،

۽ سفر ڪندي سنڌ مان اچي لا لکهائو ٿيا. هن تذڪري لکڻ ڪري، مير صاحب جو سنڌ تي اهو احسان عظيم آهي، جنهن جي بار ڪان سنڌي قيامت تائين آجا ٿي سگهن. مصنف جي پنهنجي هٿ اکرين لکيل نسخو، سنڌي ادبي بورڊ ۾ موجود آهي، ۽ هڪ نسخو برٽش ميوزم ۾ ۽ (ADD2I, 589) آهي، جيڪو ۱۲۳٦ھ ۾ مير مراد علي خان لکرايو. انهن ٻنهي نسخن جا نقل مون وٽ آهن؛ انهن کان سواءِ ٻيو ڪوبه نسخو موجود نه آهي.

(۱۴) "تاريخ عباسيه" - (۱۱۷۵ھ): ميان غلام شاه ۱۱۷۵ ۾ مير صاحب کي ڪلهوڙن جي تاريخ لکڻ لاءِ مقرر ڪيو. معلوم نه آهي ته مير صاحب ڪهڙن سببن ڪري اُن کي مڪمل نه ڪيو، ليڪن اُنَي جي ڪتبخانن جي فهرست، جيڪا برٽش ميوزم ۾ (O.R.2073) آهي، ان مان معلوم ٿئي ٿو ته ڪتاب جو گهڻو حصو لکجي چڪو هو. فهرست لگار لکي ٿو ته

"تاريخ عباسيه" اعني در بيان ميان صاحبان ڪلهوره از ابتداي آمدن شان در سند، مع تحقيقات نسب اوشان، و تقرر زميني‌داري آن فرقه در سنڌ، و بدست رسيدن بالها حڪومت سند، و احوال و واقعات آن ايام، سيد علي شير قانع مرحوم در نظم و نثر تاليف و تصنيف ڪرده، و مسوده ناتمام، از هردو در ڪتابخاله موجود - نسخه نظم قريب بيست هزار ابيات."

(۱۵) "تاريخ عباسيه"-(۱۱۷۵ھ) مٿين اقتباس مان معلوم ٿئي ٿو ته هن جو نامڪمل نسخو به مير صاحب جي ڪتبخاني ۾ موجود هو، ۽ ان ۾ ويهه هزار اشعار هئا. ظاهر آهي ته دستور مطابق اها تاريخ "شاه نامه" جي طرز تي ساڳئي ئي بحر ۾ لکي وئي هوندي. افسوس آهي جو هنن ٻنهي ڪتابن جا نسخا تلف ٿي ويا؛ ورنه الهيءَ دور جي تاريخ تي اهي ٻئي تاريخون مستند ماخذ جو ڪم ڏين ها. جنهن صورت ۾ مير صاحب الهيءَ دور جي تاريخ تي جداگانه ڪتاب لکي رهيو هو، تنهنڪري "تحفة الڪرام" ۾ ڪلهوڙن جو ذڪر نهايت سرسري محض هن ڪري ڪيو اٿس ته

"ذڪر شان در طبقه علحده ميگردد، و بنابر مزيد فائده و اداي حقوق نمڪ ذڪر از اصل مع بيان بزرگان اين سلسله مجملاً گذارش ميڪند".

(۱٦) "تحفة الڪرام"- (۱۱۸۱ ھ) "مقالات الشعرا" کان پوءِ مير صاحب هي ٻيو ڪتاب معرڪي جو لکي، سنڌ ۽ تاريخ سان دلچسپي رکندڙ اهل علم ماڻهن تي، عظيم احسان ڪيو. ڪتاب ٽن جلدن ۾ هيٺين طرح ورهايل آهي:

جلد پهريون - انبيا، حڪما، بادشاه ۽ خلفاءِ اسلام جي حالات ۽ تاريخ ۾ - چنانچه ٻئي جلد جي ابتدا ۾ بيان ڪندي لکي ٿو ته

"از تاليف مجلد اول تحفة الڪرام مشعر حالات خلاصه موجودات انبيا و اوصيا، و حڪما، و خلفا و سلاطين فراغت يافته".

مطبوع نسخي ۾ جيڪو ٻيو جلد آهي، سو حقيقت ۾ "تحفة الڪرام" جو ٻيو جلد نه آهي، بلڪ تاريخ "مراة احمدي" جي ٻئي جلد جا ٨٦ صفحا "تحفة الڪرام" جي عنوان سان ڪنهن ڇپائي ڇڏيا آهن. "مراة احمدي" ١٣٠٧هه ۾ مطبع فتح الڪريم بمبئي ۾ ڇپيو، جنهن جي ساڳئي ڇاپي جي ٨٦ صفحن کي عليحده ڪري غالباً ساڳيءَ پريس وارن، ان تي "تحفة الڪرام" جو ٽائيٽل لڳائي، ٻين جلدن سان پيوست ڪري ڇڏيو آهي.

ٻئي جلد کي ستن اقليمن ۾ ورهايو، ۽ هر هڪ اقليم جو تاريخي احوال ڏيئي، ۽ ان جي هر هڪ شهر جي بيان ڪرڻ بعد، انهيءَ شهر جي مشاهيرن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. مير صاحب اگرچ لکيو آهي ته هن متقدمين ۽ متاخرين جون تصنيفون ڏٺيون، پڙهيون ۽ پوءِ اهو جلد مرتب ڪيو آهي؛ ليڪن پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته امين رازيءَ جي "هفت اقليم" کي هن بنياد بڻايو آهي، ۽ مضمون کان سواءِ ترتيب به ساڳي رکي اٿائين؛ اهڙيءَ طرح ٻئي نمبر ۾ "حبيب السير" ۽ "مجالس المومنين" تي هن مدار رکيو آهي؛ چنانچه پنهنجي بزرگن جي حالات جي سلسلي ۾، بنا حوالي جي سموري عبارت، لفظ بلفظ "مجالس المومنين" جي نقل ڪري ويو آهي - جيڪو طريقو تقريباً سڀني متوسطين خواه متاخرين جو هو.

مطبوع نسخي ۾ ٻيو جلد سنه ١٣٠٤هه ۾ غالباً بمبئي مان شايع ڪيو ويو آهي.

ٽيون جلد حقيقت ۾ "تحفة الڪرام" جو نهايت قيمتي آهي، ۽ سنڌ جي تاريخ تي گويا "انسائيڪلوپيڊيا" جي حيثيت رکي ٿو. انهيءَ جلد جي ابتدا ۾، سنڌ جي تاريخ شروع کان ڪلهوڙن جي زماني تائين بيان ڪئي وئي آهي؛ ۽ ان کان پوءِ سنڌ جي شهرن جو احوال، ۽ ان ۾ رهندڙ مشاهيرن جو تذڪرو آهي؛ آخر ۾ لڪي ۽ ان جي مشاهيرن جو مفصل ذڪر ڪيو ويو آهي. مير صاحب تاريخ جي سلسلي ۾ "چچ نامه"، "معصومي"، "طاهري"، بيگلر نامه"، ۽ "ترخان نامه" کي ماخذ بڻايو آهي؛ البت مشاهيرن جو تذڪرو، ۽ سنڌ جي قديم شهرن جي تاريخ تي، هن جيڪا تحقيق ۽ تلاش ڪئي آهي، اها قابل داد ۽ اڻ وسرڻ جوڳي آهي. حقيقت ۾ محنت ۽ زحمت برداشت ڪرڻ ۾، مير صاحب ڪمال ڪري ڇڏيو آهي. جيڪڏهن اڄ کان پونا ٻه سؤ ورهيه اڳ، مير صاحب اهو مواد گڏ نه ڪري وڃي ها ته هوند مشاهيرن جي تذڪري، ۽ شهرن جي تاريخ جا سڀئي پهلو، اڄ اسان جي اکين کان پوشيده، بلڪ سڄي ثقافتي ۽ علمي تاريخ گم هجي ها.

مطبوع نسخي جو ٽيون جلد مطبع ناصريءَ دهليءَ ۾ ڇپيو آهي؛ ۽ تقريباً انهيءَ ئي سال جو ڇپيل آهي، جنهن سال ۾ ٻيو جلد شايع ٿيو.

مير صاحب ١١٨١هه ۾ "تحفة الڪرام" جو ٽيون جلد ختم ڪري، هيٺيون اختتامي قطعو لکيو:

شڪر خدا ڪه تذڪرهء "تحفة الڪرام" — الدر سه جـلـد يافته تزئين اختتام

هر جلد اوست روضـهء اخبار دلڪشا — نظاره کيش هفت شـود ديده شادکام

"قانع" اگرچه نيست سزا وار ذکر خير — ليکن بفيض اهل خبر يافت اين مرام
باشد کنند اهل دلش ياد بعد مرگ — يعني ڪ يادگار لکو ماند مستهام
سال تماميت چو نمود از خرد سوال — اينک چہ "منتخب" ز دل آمد مرا پيام

— ١١٨١هه

شکر خدا ڪ يافت تزئين انتخاب — اين "تحفة الکرام" بآئين انتخاب
سال تماميت چو نمودم ز دل سوال — هاتف زده ندا ڪ "نو آئين انتخاب"

١١٨١هه

مصنف جو پنهنجو دستخطي نسخو، لاهور جي خان بهادر مولوي محمد شفيع صاحب وٽ آهي؛ ۽ برٽش ميوزم ۾ جيڪي ٻہ نسخا مصنف جي پنهنجي خط جا آهن، انهن جي فوٽوگراف ڪاپي مون وٽ آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ مصنف ١١٨٨هه تائين اضافا ڪندو رهيو آهي.

(١٧) "اعلان غم" – (١١٩٢هه): هن ڪتاب جو نالو ايليٽ واري فهرست ۾ ملي ٿو، ۽ لاهور واري تحفة الڪرام جي سر ورق تي بہ مير صاحب جي تصنيفات ۾ هن جو نالو موجود آهي. فهرست نگار تفصيل هن طرح ڏنو آهي: ٣٠٦ صفحا، في صفحو ٣٤ سٽون؛ ١١٧٣٢ شعر؛ تاليف ١١٩٢هه، بخط مصنف. هن مثنويءَ ۾ نبين جي مصيبتن ۽ شهيدان ڪربلا جي تڪليفن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. هن وقت تائين ڪوبہ نسخو دستياب ٿي ڪونہ سگهيو آهي.

(١٨) "زبدة المناقب" – (١١٩٢هه): هن ۾ خلفاء راشدين، ۽ حضرات اثنا عشر جا مناقب آهن. ايليٽ جي فهرست نگار هن طرح تفصيل ڏنو آهي: صفحا ٣٦٢، في صفحو ١٧ ۽ ٢٠ سٽون؛ ١٢٠٠٠ شعر؛ تصنيف ١١٩٢هه – بخط مصنف. لاهور واري نسخي جي سر ورق تي بہ هن ڪتاب جو نالو موجود آهي.

(١٩) "مختار نامہ" – (١١٩٤ هه): مختيار ثقفيءَ جي حالات ۾ مير صاحب هيءَ مثنوي لکي. فهرست نگار هيئين طرح تفصيل ڏنو آهي: صفحا ٢٠٨، في صفحو سٽون ٣٤-٣٦؛ جملہ اشعار ٧ هزار؛ سن تاليف ١١٩٤ هه. جنهن نسخہ جو ذڪر ايليٽ جي فهرست نگار ڪيو آهي، اهوئي ساڳيو نسخو هن وقت سنڌي ادبي بورڊ جي ملڪيت آهي.

پهريون شعر هي آهي:

بنام جهانداور ڪردگار — ڪ بر قدرت اوست مختار ڪار

آخري شعر اختتام جي تاريخ جو آهي.

(٢٠) "اصاب البلغا" – (١١٩٨ هه): مير صاحب "قاموس" جي طرز تي، هي ڪتاب نهايت عجيب و غريب، ۽ انتهائي محنت ۽ تحقيق سان لکيو آهي. هيٺين چند عنوان سان ڪتاب جي مواد جو اندازو ڪري سگهجي ٿو:

(١) علم طب و متعلقات او؛ (٢) اسماء اعضا؛ (٣) اسباب غـذا؛ (٤) ذکر آب و زمین؛ (٥) اجناس غله؛ (٦) اقسام سبزي و بقول؛ (٧) موسم کـاشت؛ (٨) ذکرلحوم؛ (٩) ذکر شیر و متعلقاتش؛ (١٠) عطریات و عقاقیر؛ (١١) طعام؛ (١٢) اقسام فواکـ؛ (١٣) آلات و ادوات طبخ؛ (١٤) اقسام پـلاء؛ (١٥) اصناف قلیه؛ (١٦) بریـاني و غیران؛ (١٧) اقسام آش؛ (١٨) اقسام کشک؛ (١٩) اقسام آچـار؛ (٢٠) اقسام خاکینه؛ (٢١) اقسام حلویات و مالیده؛ (٢٢) الوان نـان؛ (٢٣) اوقات طعام خوردن؛ (٢٤) حیوانات پوستینه؛ (٢٥) چـرم دوزي و آلات آن؛ (٢٦) لباس پشمیني؛ (٢٧) لباس نفیس پشمینه؛ (٢٨) آلات ندف؛ (٢٩) آلات جولاهي؛ (٣٠) الوان اقمشه و اجناس آن؛ (٣١) صباغي و الـوان آن؛ (٣٢) اقسام کسوات؛ (٣٣) پاپوشها؛ (٣٤) اقسام متفرق جامها؛ (٣٥) آلات درزي و کشیده‌کـاري؛ (٣٦) در عمارات؛ (٣٧) درودگـري؛ (٣٨) الوان عمارت زمستانـي و تابستان؛ (٣٩) لوازم خانه؛ (٤٠) حیوان خانـه داري؛ (٤١) تجملات خانـه از فـروش و مراکب؛ (٤٢) در بیان طیور؛ (٤٣) لوازم شهریت؛ (٤٤) لوازم ترتیب شهر؛ (٤٥) اهل حرفت؛ (٤٦) تجار و بیع و شراع؛ (٤٧) اسباب حکومت و متعلقات آن؛ (٤٨) مناصب والقاب عهده داران؛ (٤٩) تسجیل و دفاتر؛ (٥٠) ضوابط و قواعد در اسماء اصطلاحات؛ (٥١) الفاظ متعارفه؛ (٥٢) تـاهل و تناکح و توالد؛ (٥٣) آرائش عروس؛ (٥٤) دامادي و صحبت؛ (٥٥) لوازم مولود؛ (٥٦) ابتداي حمل؛ (٥٧) لوازم طفل؛ (٥٨) بـاز بهائي اطفال؛ (٥٩) تعلیم و تعلم اطفال؛ (٦٠) اصطلاحات علوم؛ (٦١) شعروشاعري؛ (٦٢) آداب دبیري؛ (٦٣) علم لغت؛ (٦٤) قواعد مساحت؛ (٦٥) ضوابط علم نجوم؛ (٦٦) اسماى منازل ماه؛ (٦٧) تقسیم منـازل بـر بـروج؛ (٦٨) سال عـربي؛ (٦٩) عدد ایام سال فارسي؛ (٧٠) مـاههاى بحساب شمس؛ (٧١) ماههاى سندهي و نامهاى فارسي؛ (٧٢) لوازمات سواري؛ (٧٣) اسلحه حرب؛ (٧٤) جانوران شکاري؛ (٧٥) حیوانات؛ (٧٦) طیورخوردلي و غیر آن؛ (٧٧) تشرب و اقسام آن؛ (٧٨) اوقات تشرب؛ (٧٩) تغني و اوقات آن؛ (٨٠) نغمات اهل فرس؛ (٨١) بیان سي لحن؛ (٨٢) نـام سراینده و سازها؛ (٨٣) نغمات اهـل هند؛ (٨٤) سیاحت و سیر؛ (٨٥) صفت جبال؛ (٨٦) لوازم بحار و مراکب؛ (٨٧) جانـوران آبي و اقسام ماهي؛ (٨٨) حشرات مـوزي و غیرهم؛ (٨٩) اشجار و نباتات؛ (٩٠) اوقات و جهات و اماکنه.

ڪتاب ١٨٥ صفحن جو آهي؛ باريڪ شڪسته خط ۾ آهي؛ آخر ۾ مصنف لکيو آهي: "ڪاتبه و مولفه روز خمیس چهاردهم رجب ١١٩٨ هه".

ڪتاب جي مٿين عنوانن مان مير صاحب جي همه گير معلومات ۽ تحقيق ۽ تجسس جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. ڪتاب ۾ مٿين عنوانن هيٺ نه فقط عنوان سان متعلق معلومات فراهم ڪئي وئي آهي، بلڪ الهي ٻي سلسلي جي سموري لغت به ڏني وئي آهي ۽ محاورا به ڏنا ويا آهن، جنهن ۾ خود سنڌي جي ڪيترن متروڪ لفظن جو پتو پوي ٿو.

انهيءَ ڪتاب جو واحد نسخو حضرت مولانا محمد ابراهيم صاحب ڳڙهي ياسينيءَ جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي*.

(٢١) "مثنوي ختم السلوڪ"- (١١٩٩ هـ): "ختم السلوڪ" مان سال تصنيف نڪري ٿو. هيءَ مثنوي تصوف جي سلسلي جي آهي. ٢٨٦ صفحا، هر صفحي ۾ ١٠ شعر- مثنويءَ جو پهريون شعر آهي:

من ڪه باشم تا زنم دم از ثنا    چون بلا احصي محمد زد لدا

آخري شعر، جنهن مان سال تصنيف ٻه برآمد ٿئي ٿو، هي آهي:

هاتف اينجا ديد خوش ڪارم چو...    سال وي گفتا بود "ختم السلوڪ"
١١٩٩ هـ

انهيءَ مثنويءَ جو واحد نسخو- جيڪو مير مرحوم جي پنهنجي خط ۾ آهي- هن وقت ادبي بورڊ جي ملڪيت آهي. مير صاحب مثنويءَ جي پهرين ٽن صفحن ۾، مثنويءَ جي مضامين جي فهرست ڏني آهي، جنهن کي اسان هن هيٺ نقل ڪريون ٿا، جيئن پڙهندڙ مثنويءَ جي اهميت ۽ افاديت جو اندازو ڪري سگهن:

(١) مقدمه در بيان علم قيام.

(٢) مقاله در بيان معرفت حق سبحانه؛ در آنکه صحت عقل و رويت آيه‌ء سبب معرفت است نه علت معرفت؛ اقوال شيخ در معني معرفت، معني معرفت؛ در خلاف نفس؛ معرفت نفس که علم بيان علم بحق است؛ اقوال شيخ؛ کيفيتها ارتباط نفس بمعرفت الاهي؛ معرفت روح؛ وصف روح اعظم؛ در بيان آنکه آدم مظهر روح کلي ست.

(٣) مقاله در بيان توحيد باري: اقوال شيخ؛ توحيد ايماني؛ توحيد علمي؛ توحيد حالي؛ اقوال شيخ؛ توحيد الاهي.

(٤) مقاله در بيان تصوف: وجه تسميه؛ تلقين؛ لقب صوفي؛ معني صوفي و متصوف؛ اقوال شيخ در وصف صوفي و متصوف.

(٥) مقاله در بيان فقر؛ فقر و غنا؛ جواب و سوال ابن عطار و جنيد؛ اقوال شيخ؛ تقسيم محققان فقر.

(٦) مقاله در بيان توبه: معني توبه و اقسام آن و خصوصيه؛ اختلاف اقوال شيخ در وصف و صحت آن؛ احوال و مقامات و ارکان توبه؛ چهار مقام توبه؛ پنج ارکان توبه؛ نتائج توبه و درجات آن.

(٧) مقاله در بيان توکل: مواضع اطلاق توکل؛ اقسام رزق؛ علو توکل و متوکلان.

(٨) مقاله در بيان صبر: انواع متعلق صبر؛ انواع صبر؛ اقوال شيخ.

---

* مٿين فهرست حضرت مولانا صاحب جن مرتب ڪري عزيزام آغا بدرالدين خان جي ذريعي مون ڏانهن موڪلي، جنهن لاءِ ٻنهي صاحبن جو سپاس گذار آهيان.

(۹) مقالہ در بیانِ شکر: مواضع شکر؛ اختلاف شیخ؛ معنی شکر؛ انواع شکر؛ تبیین و قسم نعمت؛ و دو قسم شاکران.

(۱۰) مقالہ در بیانِ رضا: حقیقت رضا و تسمین آن؛ اقسام راضیان.

(۱۱) مقالہ در بیانِ حال و مقام: فرق بین الحال و المقام؛ اختلاف در دوام حال.

(۱۲) مقالہ در خوف و رجا: بیان تسمین خوف و وصف هر یک؛ وصف رجا و ارتباط آن بخوف.

(۱۳) مقالہ در بیانِ جمع و تفرقہ- تفضیل جمع بر تفرقہ.

(۱۴) مقالہ در سکر و المحو: تبین مقامات واحدین؛ اختلاف در فضل سکر و محو.

(۱۵) مقالہ فی الفنا و البقا: تبین اقوال در ان.

(۱۶) مقالہ در بیانِ غیب و شهود.

(۱۷) مقالہ در بیانِ تجلی.

(۱۸) مقالہ در بیانِ محبت: اقوال شیخ.

(۱۹) مقالہ در بیانِ سماع و ما یتعلق بہ: اباحت سماع شعر؛ اباحت اصوات؛ فواید چند مخصوص؛ اقوال شیخ؛ مراتب اهل سماع؛ فی الوجد و الوجود؛ اختلاف شیخ؛ در رقص و پاکوبی؛ خرق خرقہ؛ آداب سماع.

(۲۰) مقالہ در لبس خرقہ.

(۲۱) مقالہ در بیان اختلاف احوال مردمان و عد اقسام آن تبین مشتبهان.

(۲۲) مقالہ در بیان اهل ولایت.

(۲۳) خاتمہ متضمن تاریخ اختتام.

ڪتاب ۾ هڪ مقدمو، ايڪيهہ مقالا ۽ هڪ خاتمو آهي.

(۲۲) "طومار سلاسل گزيده" - (۱۲۰۲هہ): هن ڪتاب ۾، سنڌ جي مشاهير تصوف جي طريقت جا سلسلا بيان ڪيا ويا آهن. تاليف جو سال مٿين ٽالي مان برآمد ٿئي ٿو. سنڌ جي تصوف جي تاريخ لاءِ هي ڪتاب ازحد ڪارآمد آهي. هن مان ئي معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ جي بزرگن ۽ صوفي سڳورن جي طريقت ۽ بيعت جو ڪهڙو سلسلو هو. مير صاحب هي ڪتاب وفات کان هڪ سال اڳ لکيو- جيئن هيٺ اچي ٿو. ڪتاب جو واحد نسخو مصنف جي خط ۽ مهر سان، سنڌي ادبي بورڊ وٽ موجود آهي.

(۲۳) "شجرهء اطهراهلبيت" - (۱۲۰۲هہ): ٽالي مان تاليف جو سال لڪري ٿو. مير مرحوم مٿين ڪتاب والگر، هي ڪتاب لکي سنڌ جي تاريخ تي وڏو احسان ڪيو؛ ليڪن افسوس آهي، جو ان جو نسخو تلف ٿي ويو، ۽ اج تائين دستياب ٿي نہ سگهيو. "معيار سالڪان طريقت" جي ديباچي ۾ مير صاحب لکي ٿو:

"در سال دو بر و دوازده صد هجري که آفتاب عمر بسرلب بام و سبق حيات قريب باختتام، شصت و سه سال از عمر در رفت، و امراض چند طبعيت را تفت، اول شجرهء اهل بيت سند وغيره بقدر دريافت اوشته؛ ثانيا" طوماري در ذکر اسماء سلاسل گزيده طريقت بنگاشت: تاريخ اول "شجرهء اطهر اهلبيت"، و تاريخ ثاني، "طومار سلاسل گزيده" دست داده". *

(۳۴) "معيار سالکان طريقت" - (۱۲۰۲هه): مصنف "تحفة الکرام" ۾ سنڌ جي سوسري

تاريخ بعد، سنڌ جي بزرگن، مشاهيرن، صوفياء کرام جو مجمل ذکر کيو آهي. مصنف ان ۾ اصحاب تذکره جي سال تولد، سال وفات يا سندن زمالي جو تعين نہ کيو آهي، جنهن جو کنهن، معلوم ٿئي ٿو تہ مصنف کي بہ هو، ۽ اها کمي ۽ کوتاهي پاڻ بہ محسوس ٿي کيائين، جنهنکري وفات کان سال اگہ، هن مٿيون تذکرو مرتب کيو، جنهن ۾ سنڌ جي پنج سؤ بزرگن جو احوال بقيد سال يا بقيد زمانہ لکي، "تحفة الکرام" جي کوتاهيءَ جو ازالو کيائين. مصنف ديباچي ۾ لکي ٿو:

"بالجملہ عقدہ خاطر آن ماند، کہ مشائخ زمان بقيد زمان و مکان و انتساب سلاسل و اصحاب ببيان آرد، اين رسالہ موجز حاوي آن مقصد شده، و تاريخش در اسم "معيار سالکان طريقت" مبراهن ...... آنکہ صريح وي بتحرير سال وفات معلوم نشد بهم عصران الحاقش کرده، و اگر در حقيقت مابين زيادتي و کمي ده بيست سال بوده باشد...... مقصد آنکہ گويند فلاني در زمانہ فلان...... بوده، يا بفلاني صحبت کرده ........"

جن جو نہ سال معلوم ٿيو ۽ زمانو، انهن کي مصنف آخر ۾ آندو آهي. کتاب جو اختتام هيٺين قطعي تي ٿئي ٿو:

| | |
|---|---|
| درمرز دل چو تخم ولائيک کشتہ شد | خوش رشتہء ز ريشہء... رشتہ شد |
| آن رشتہ بستہ گل بسر گل ازان نهال | کز دست آبيار کرامات گشتہ شد |
| بوده ولائي اهل ولايت مراد من | جز ذکرشان هر آنچہ بلب بود شستہ شد |
| بخشد عروج عرش صفا سير اين سوار | زان رہ کہ ذکر هر ولي اينجا فرشتہ شد |
| بالفعل آنچہ گشت ز قوت ظهور آن | روز ازل بطينت طبعم سرشتہ شد |
| در آتش مجاهدهء جمع اين کتاب | بسيار روزگار روانم برشتہ شد |
| تاريخ اين رسالہ براني عيار طبع | "معيار سالکان طريقت" اوشتہ شد |

۱۲۰۲هه

---

* ديباچہ "معيار سالکان" - برٽش ميوزم.

خوش قسمتيءَ سبب، هن قيمتي ڪتاب جو هڪ خوشخط نسخو، برٽش ميوزم (ADD. 21,689) ۾ موجود آهي- جيڪو ۱۲۴۶ هه ۾ مرحوم مير مراد علي خان پنهنجي لاءِ لکرايو هو. انهيءَ تان "منڪرو قلم" نقل راقم الحروف تيار ڪرائي پاڻ وٽ محفوظ ڪيو آهي.

مير صاحب مرحوم جي علمي انهماڪ ۽ ذوق جو بي اختيار داد ڏيڻو پوي ٿو، جڏهن ڏسجي ٿو ته ۶۳ ورهين جي ڄمار ۾ جينوئيڪ مختلف بيمارين ڪري، سندس صحت بيڪار ۽ بدن ضعيف ٿي چڪو هو، ان وقت به قلم هٿ مان نه ڇڏيائين، ۽ وفات کان هڪ ورهيه اڳ به، هڪ ئي سال ۾، مٿيان ٽي نهايت ئي قيمتي ۽ ڪارآمد ڪتاب لکيائين.

(۲۵) "روضة الانبيا": هن ڪتاب جي تصنيف جو سال معلوم نه ٿي سگهيو. ٿٽي جي فهرست لکڻ، اهو ڪتاب به مير صاحب جي تصنيفات ۾ ڏيکاريو آهي. مير "مائل" جيڪا فهرست "تحفة الڪرام" جي سر ورق تي لکي آهي، ان مان معلوم ٿئي ٿو ته ڪتاب نظم ۾ هو. ڪتاب جو ڪوبه نسخو موجود نه آهي.

(۲۶) "زينت الاخلاق": هن ڪتاب جو نالو بہ مير "مائل" لکيو آهي. ڪتاب منظوم، ۽ نصائح ۾ آهي.

(۲۷) "غوثيہ": هن جو نالو به مير "مائل" لکيو آهي. سلوڪ ۽ معرفت تي منظوم ڪتاب آهي.

(۲۸) "قصاب نامہ": هي به نظم ۾ آهي؛ مير "مائل" ان جو نالو لکيو آهي.

(۲۹) "ميزان الافڪار": منظوم؛ سلوڪ ۽ معرفت ۾؛ مير "مائل" هن جو نالو فهرست ۾ ڏنو آهي.

(۳۰) "تذهيب طباع": سلوڪ ۾ ڪتاب آهي؛ مير "مائل" جي فهرست ۾ ان جو نالو آيل آهي.

(۳۱) "سرفراز نامہ": پند و نصائح ۾ آهي. نالي جي مناسبت سبب خيال ٿئي ٿو ته شايد هي ڪتاب مير صاحب، ميان سرفراز ڪلهوڙي جي نالي معنون ڪيو آهي، ۽ غالباً نظم ۾ آهي.

(۳۲) "حديقة البلغا": مير "مائل" هن ڪتاب جي موضوع متعلق ڪجهہ ڪونہ لکيو آهي؛ نالي مان اندازو ٿئي ٿو ته هي ڪتاب علمي آهي.

(۳۳) "مثنوي ڪان جواهر": مير "مائل" هن جو به تفصيل ڪونہ ڏنو آهي.

(۳۴) "ميزان فارسي": پالئجي ٿو ته صرف نحو جي سلسلي جي تصنيف آهي.

اڄ مون کي ان ڳالهه وڏيڪ يقيني سچائي ٻي ڪابه ڏسڻ ۾ نٿي اچي ته ”ڪنهن سماجي پيغام کان سواءِ، سماجي مسئلن کي ڇيڙڻ بنا، ڪنهن به نظم جي تخليق ممڪن ناهي...“ اڄ پنهنجي ديس جي عوام سان ڳالهه ڪلهي ۾ لڳائي هلڻ جي اهم ضرورت محسوس ڪريان ٿو. — مرزا ترسون زاده

— انسان جي وڏي ۾ وڏي ملڪيت آهي زندگي، جا کيس فقط هڪ دفعو ماڻهوءَ لاءِ عطا ٿيل آهي، ان کي اها ائين گذارڻ گهرجي، جئن ڪنهن به خودغرضيءَ کان سواءِ پڻ جو ڏک محسوس ڪري، بزدلاڻي ۽ خسيس ماضيءَ کان نه ڪنبي، ۽ مرڻ مهل فخر سان چئي سگهي ته:

”منهنجي سڄي زندگي ۽ طاقت ’انسان ذات جي آزاديءَ جي جدوجهد‘ جهڙي عظيم ۽ اعليٰ ڪارج لاءِ ئي وقف ٿيل هئي!“ — لينن

— آزاد قوم هميشه قوميت جي فڪر کان آجي رهندي آهي، جئن تندرست انسان ڪڏهين به پنهنجي جسم جي ڳنڍيءَ ۾ نه هوندو آهي؛ ۾ جيڪڏهين هڪ دفعو ڪانئس اها وٿ کسجي وڃي، ته کيس تيسين ڪجهه به نه اڄهندو، جيسين ان کي وري هٿ نه ڪيو اٿس؛ ۽ جيسين سندس (آزاد قوميت) جي طلب پوري نه ٿي آهي، تيسين هوءَ ڪنهن به واعظ، مصلح، يا مفڪر کي ٻڌڻ واري ٿي ناهي؛ هوءَ سواءِ اتحاد ۽ آزاد قوميت جي نصب العين لاءِ لوڻ جي ٻئي ڪنهن به اهم ڪاروبار ڏانهن توجه نه ڪندي! — برنارڊشا

— جو شخص ڪنهن نيڪ انسان جي گلا ٿو ڪري، يا هن کي منهن مقابل گهٽ وڌ ڳالهائي ٿو، يا گاريون ٿو ڏئي، سو شخص انهيءَ ماڻهوءَ وانگر آهي، جو منهن مٿي ڪري آسمان ڏانهن ٿڪون اڇلي ٿو: اهن ٿڪن ڪري آسمان ته ناپاڪ نٿو ٿئي، اُلٽو ٿڪون سندس منهن تي پئجي، کيس ئي پليت ڪن ٿيون. — گوتم ٻڌ

— انساني فطرت ڪجهه اهڙي قسم جي ٺهيل ٿي معلوم ٿئي، جو هوءَ هڪڙيءَ حد تائين ته ظلم ۽ زياديتيءَ کي برداشت ڪري سگهي ٿي، مگر جڏهين ظلم ۽ زيادتي حد کان اڪري ٿو وڃي، تڏهين وري بزدل کان بزدل ۾ به شير جهڙيون صفتون پيدا ٿي وڃن ٿيون: لومڙي به ٻگهڙ بڻجي وڃي ٿي، ۽ ليث ظلم کان نجات حاصل ڪرڻ جو رستو ڳولي ٿي وٺي. — جمال الدين افغاني

— عام طرح ڏٺو ويو آهي ته ٻيءَ ٻٽ کان ۽ ٻٽ ٻيءَ کان، جئن پوءِ تئن ڌار رهڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، ڇاڪاڻ ته هو آهستي آهستي هڪ ٻئي کي ننڍا ۽ وڏا، زبردست ۽ بالادست، حاڪم ۽ محڪوم سمجهڻ لڳن ٿا؛ ۾ سمجهدار ٻيءَ اهو آهي، جو پنهنجي ٻٽ کي پنهنجو ”ساٿي“ بڻائڻ جي ڪوشش ڪري. ”ٻٽ“ کي ”دوست“ ۽ ”ساٿي“ بڻائڻ سان ٻيءَ خواهه ٻٽ پنهنجي زندگيءَ مان هڪ نئين قسم جو لطف حاصل ڪري سگهن ٿا. ٻنهي کي سٺو بڻائڻ جو سڀ کان سٺو رستو اهو آهي، ته هن کي ”دوست“ بڻائجي ۽ پاڻ کي سندن دوستيءَ جو لائق. — سردار گوربخش سنگهه

# ادبي خط

## ١

شيخ "راز"

– محترم عزيز، سلامت! لئين سال جو "مهراڻ"، ڪراچيءَ ۾ اوهان هٿئون مون عنايت ڪيو. مون ان رسالي ۾، مسٽر جمال ابڙي ۽ اوهان جو، مختصر افسانو جي فن جي متعلق، خطن جي صورت ۾، هڪ معلوماتي بحث پڙهيو. ڏاڍي مسرت حاصل ٿي. اهو هڪ اهڙو موضوع آهي، جنهن جي هن وقت اسان جي سرزمين کي گهڻي ضرورت آهي؛ ۽ اهڙا خط ئي رسالي جي زينت وڌائي، پڙهندڙ جي شعور کي وڌيڪ اڀاري، سمجهڻ ۽ سوچڻ جو موقعو ڏين ٿا. منهنجي خيال موجب، افسانو جي فن لطيف جي رفتار، جيڪا هن انهيءَ لموني جاري رکي وئي، جيڪا گذريل چند سالن کان عمل ۾ آئي آهي، ته يقيناً مختصر افسانو، اسان جي جذبات ۽ احساسات جي صحيح عڪاسي ۽ ترجماني ڪرڻ لاءِ، هڪ ڪار آمد ذريعو ثابت ٿيندو، جنهن جي اهميت کي اسان جي ملڪ جو ڪو به طبقو نظر انداز ڪري نه سگهندو.

برادر عزيز، مون کي نه مختصر افسانو جي فني قدرن ۽ تقاضائن تي لکڻو آهي، جو هن کان اڳ اوهان جو موضوع بحث بڻيو آهي؛ ۽ اڻين پڌائڻ بيجا نه ٿيندو ته هن فن جي فني لوازمات تي سوچڻ، ۽ منجهس لئين طرز کي ڪارفرما ڪرڻ، اسان وٽ ڪڏهن شروع ٿيو، ۽ ڪيئن شروع ٿيو. تقريباً ١٣-١٤ سال اڳ اوچتو ئي اوچتو، ڪراچيءَ ۾ چند احبابن جي انجمن تيار ٿي ويئي- اڻين ڪٺي چنجي ته ڏينهڪ لهي وئي. "اياز" ۽ مان ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ بي. اي پڙهندا هئاسون. "اياز" جو نالو انهيءَ ڪري ٿو ڪٺان، جو انهيءَ وڪر مان "هو ۽ مان" بچيا آهيون، ۽ ٿيون "سوڀو گيانچندائي" آهي، جيڪو اهو ميدان ڇڏي ويو آهي. هن ڪر ۾ گوبند "مالهي" پيش پيش هوندو هو. ادا، مون پنهنجي زندگيءَ ۾ جهڙس ادب جو مريض ڪونه ڏٺو آهي. هن جي خلوص ۽ ايمانداريءَ کي آفرين چوڻ کان سواءِ رهي نٿي سگهيس. انهيءَ انجمن - يعني "پروگريسو رائٽرس ايسوسيئشن" - جون هر آچر تي شام جو ٥ بجي، باقاعدي ميٽنگون ٿيڻ لڳيون. اسان جا دوست رام پنجواڻي، گوبند "مالهي"، سوڀو، "اياز"، نارائڻ "شيام"، سگن آهوجا، ارجن "شاد"، سنتو دريالي وغيره

انهيءَ ڪم ڪي لڳي ويا؛ ۽ مون انهيءَ وقت ’آزاد نظم‘ ۾ طبع آزمائي ڪرڻ شروع ڪئي. تارائڻ ”شيام“ ’سانيٽ‘ لکڻ شروع ڪيا. اسان جا دوست ۽ استاد - ملڪاڻي، مدارلڪاڻي، پنجواڻي ۽ منشاراماڻي - به انهيءَ مجلس ۾ شامل ٿيندا رهيا. انهيءَ مجلس جو طريقڪار به پنهنجي سنگت والکر هو.

جناب عالي، انهيءَ لموني سنڌي ادب جو نئون سوڙ شروع ٿيو، ۽ اسان جي فني شعور نئون رخ اختيار ڪيو. ”ريگستاني ڦول‘، ’پرهه ڦٽي‘، ”لهرون“، ’سفيد وحشي‘، ’اڳتي قدم‘ وغيره انهيءَ تحريڪ جون ڪڙيون آهن. ملڪ جي تقسيم جي اعلان کان اڳ ئي انهيءَ خورد سال تحريڪ جو بي وقت موت ٿي ويو. وڃڻ وارا ويا هليا. آءٌ جهلينديس ڪيترو آبل آد يسين ° جي مصداق اسان به خاموشي اختيار ڪئي. ”اياز“ پنهنجي وڪالت جي پيشي کي استوار ڪرڻ ۾ مصروف ٿي ويو، ۽ آءٌ به پنهنجي ٿاپانڊار سرڪاري عهدي ۾ مگن ٿي ويس. ليڪن ’دير آيد درست آيد‘ جي مصداق ”اياز“ وري لکڻ شروع ڪيو: گهڻو لکيائين، ڪجهه نوان تجربا پيش ڪيائين، ۽ ڪامياب ٿيو؛ ۽ منهنجي ڪلام جو مجموعو ”سارنگ“ ڇپجي شايع ٿيو؛ ۽ ساڳئي وقت سنڌ جي نوجوانن ۾ ٻڻ چوڏاري هڪ نئون تحرڪ پيدا ٿيو.

ادا، اهو ضروري سمجهيم ته سنڌي نثين ادب - جنهن جو مختصر افسانو هڪ خاص حصو آهي - جي دور جي تاريخ جو تجزيو ڪري، پوءِ آءٌ پنهنجي موضوع تي اچان. تمام گهڻو اختصار کان ڪم ورتو اٿم، اميد ته طبيعت تي بار نه ٿيندو.

هونءَ به اسان جو ملڪ آکاڻين جي پيدا ڪرڻ لاءِ زرخيز ملڪ ثابت ٿيو آهي. فضا خوشگوار، ماحول سازگار، هر ڳوٺ، هر قصبي، هر شهر ۽ هر ڪچهريءَ ۾ عموماً رات جي وقت، آکاڻين ۽ ڳجهارتن جو شغل، ٿڪل ۽ پريشان دماغن لاءِ تفريح ۽ تسڪين جو باعث بڻي رهيو آهي. آکاڻين جو رواج نه فقط صوبي سنڌ ۾ رهيو آهي، پر هند و پاڪ جي برصغير جي هر ڪنهن صوبي ۾، لوڪ ڪهاڻين جو دور ڇڻ انساني زندگيءَ جي تقاضائن جو خاطرخواه نتيجو بڻي رهيو آهي. ساڳئي لموني يورپ ۾ اهڙين لوڪ آکاڻين جو عام گهڻو ذخيرو موجود آهي، ۽ انهن ڳالهين ۾ هڪ بڻي جو تتبع ڪندا رهيا آهيون. اسان جي ملڪ جي لوڪ ڪهاڻين جي لمبي ڪهاڻي آهي؛ باقي آکاڻيءَ جو رواج لکيتن ۾ پهرين جنگ عظيم وقت عمل ۾ آيو، جنهن کي ڦهلائڻ لاءِ اسان جي هم قوم سنڌي هندن خاص تحرڪ ورتو، جن جا مثال ’سنڌي ساهت سوسائٽي‘ ۽ ’پنجابي ڪمپنيءَ‘ جي رسالن مان، ۽ ’پارتواسي‘ اخبار مان ملي سگهندا. ان کان پوءِ ’سنڌ ساهتيه‘، ’رتن‘ ۽ ’سنڌو‘ وغيره انهيءَ ڏس ۾ ڪافي ڪم ڪري چڪا آهن. ١٩١٥ ڌاري مسٽر جيٺمل ۽ مسٽر لالچند ننڍڙيون آکاڻيون لکي، سنڌ ۾ هڪ نئين تحريڪ جي شروعات ڪئي. تنهن کان پوءِ اردو ۽ هندي ڪهاڻين جا ترجما شايع ٿيندا رهيا، ۽ هن ميدان ۾ سنڌي ادب ۾ گهڻو مواد ترجمن جو آهي، ۽ گهڻو ڪري

پريمچند جي شروع دور، سدرشن، ٽئگور ۽ رٽبير وغيره جي ڪهاڻين جا ترجما آهن، جي گهڻو ڪري محض ڪهاڻيون آهن، يا وري مختصر افساني جي ابتدائي مرحلي جون چيزون آهن.

محترم عزيز، سنڌ ۾ مختصر افساني جي زلدگي گذريل ۱۳-۱۴ سال کان آهي: ائين چوڻ بهتر ٿيندو ته ٻي جنگ عظيم کان پوءِ يڪدم انهيءَ فن جي اسان جي ملڪ ۾ شروعات ٿي، جيڪا حالتن پٽاندر لازمي ٿي پئي هئي. منهنجي خيال موجب اسان وٽ مختصر افساني جو فن، روسي ادب ۽ اردو ادب کان متاثر ٿيو آهي. اردو افسانو، فني لحاظ سان مغرب جي ادب جو تتبع ڪري چڪو آهي. انهيءَ نموني اسان جي مختصر افسالي ۾ اهي سڀ فني لوازمات اچي وڃن ٿا، جن افسانوي ادب کي مقبول بنائي بام عروج تي پهچايو آهي. مختصر افسالي ۾ ڪجهه بنيادي اصول، ڪجهه ضمني تحريڪون، ڪجهه فني پابنديون آهن، ۽ افسانوي ادب کي پنهنجو انوکو معيار به آهي. انهن سڀني کي نظر ۾ رکي افسانو تخليق ڪيو وڃي ٿو.

اوهان وٽ مختصر افساني جو بنياد ٻن اصولن تي قائم ڪري پيش ڪيو ويو آهي. اهي اصول ”ڪردار ۽ ماحول“ بنايا ويا آهن. انهيءَ خيال سان آءٌ گهٽ متفق آهيان. منهنجو مطلب آهي ته اهي ٻئي اصول مختصر افسالي ۾ بنيادي حيثيت نٿا رکن. اهي پنهنجي جاءِ تي ضرور ڪائي حيثيت رکن ٿا؛ ليڪن بنيادي نه، پر ضمني.

ڪردار نگاريءَ جو جائزو وٺندي، سنڌي ادب ۾ ”شيدو ڏاڙيل“ وغيره چڱا مثال آهن- پر صحيح نموني جيڪڏهن انهن کي جاچبو ته اها ڪردار نگاري، ڪنهن ٻئي نظريي جو سهارو وٺي اڳتي وڌي ٿي: ڪردارنگاري ڪنهن خاص نظريءِ حيات کي واضح ڪرڻ لاءِ هڪ ذريعو آهي؛ اهي هلندڙ گهمندڙ ڪردار، پڙهندڙ جي دماغ تي پنهنجي اهميت جو اثر ضرور وجهن ٿا، ۽ پڙهندڙ جي ذهن کي ڪافي حد تائين پاڻ ڏانهن متوجه ڪن ٿا. نه فقط ايترو، پر هو پنهنجي خاص مرڪزي محور جي چوگرد ڦرن ٿا، جنهنڪري کين نمايان حيثيت حاصل ٿئي ٿي.

ماحول جو ذڪر به، مختصر افسالي جي فني لحاظ کان، ضمني طور پيش ڪيو وڃي ٿو. ماحول جو تفصيل گهٽ ۾ گهٽ بيان ڪيو وڃي، ڇاڪاڻ جو مختصر افسالي ۾ انهيءَ جي گنجائش به نٿي رهي. وري آءٌ ساڳيو مٿيون خيال دهرايان ٿو ته جنهن به نظريي کي سامهون رکي، افساني جي تخليق ڪئي وڃي ٿي، اهوئي افساني جو بنياد تسليم ڪيو وڃي ٿو، ۽ انهيءَ جي سهاري فضا ۽ ماحول کي ٺاهيو وڃي ٿو. مختصر افساني جي اختصار کي خيال ۾ رکي، انهن ڳالهين کي چڱيءَ طرح سوچي سمجهي ڪم ورتو آهي. ماحول به ڪردارنگاريءَ وانگر پنهنجي مرڪزي محور جي چوگرد ڦرندو نظر ايندو، ۽ بنيادي مقصد جي عڪاسي ۽ ترجماني ڪندو رهندو.

مختصر افساني ۾ پلاٽ بہ ھڪ لازمي جزو آھي، جنھن جي حيثيت بہ ضمني آھي؛ ليڪن پڻ سيني ضمني جزن کان وڌيڪ افساني ۾ اھم حصو ادا ڪري ٿو، ۽ سندس اھميت کي ڪڏھن بہ نظر انداز ڪري سگھجي. انھيءَ لاءِ ٽي عناصر ڳڻجي، مختصر افساني جي مقصد ۽ نقطءِ نظر کي واضح ڪرڻ جا ضروري اسباب ۽ ذريعا بڻجن ٿا. آڪاڻيءَ جي ترتيب پلاٽ جي ذريعي ٿئي ٿي. زندگيءَ جو ڪو معمولي حادثو يا ڪا وقتي ڪيفيت ھڪ پلاٽ جي صورت پيدا ڪري ٿي؛ ۽ اھو معمولي حادثو، افساني ۾ ھڪ غير معمولي حيثيت رکي ٿو، ڇاڪاڻ جو اھوئي تاثر، افسانہ نويس کي تخليقي عمل لاءِ آماده ڪري ٿو. پلاٽ ۾ وحدت ۽ تسلسل ھڪ ضروري خصوصيت آھي. مواد مختصر، اسباب مختصر، لفظ مختصر- ٿورڙا ڪري سلسلي ۽ وحدت جي ضرورت محسوس ڪئي وڃي ٿي، ۽ انھيءَ پابنديءَ جي انحرافي ڪرڻ سان افساني کي سخت ضرب لڳي ٿي.

مون مٿي مرڪزي محور جو بار بار ذڪر ڪيو آھي. عزيزو، اھا ڪھڙي شي آھي- انھيءَ جو مختصر ذڪر ڪريان ٿو. اھو مرڪز، خيال جي وحدت جي سھاري وجود ۾ اچي ٿو، ۽ انھيءَ ڪري تاثر ۾ وحدت پيدا ٿئي ٿي، ۽ انھن جو تسلسل نقطءِ نظر کي شروع کان وٺي آخر تائين نمايان ڪندو رھي ٿو. مون مٿي حادثي جو ذڪر ڪيو آھي: اھڙو واقعو يا اھڙي وقتي ڪيفيت، جيڪا فنڪار جي دماغي رڳن کي ڇيڙي، ھڪڙي اھڙي جنبش پيدا ڪري، جو سندس احساس جاڳي پوي، سندس فني شعور بيدار ٿي پوي، ڪجھ سوچي ۽ انھيءَ واقعي کي پنھنجي تخليق جو نقطءِ نظر سمجھي، ان کي بنياد تصور ڪري، ان جي لاءِ مسالو ۽ مواد ڪٺو ڪري ان کي تيار ڪري، پر اھو ضرور وقت سندس نظر پنھنجي مرڪزي خيال ۾ ھجي - پوءِ اھو سياسي، معاشي، معاشرتي، جنسياتي وغيره ڪجھ بہ ھجي، ۽ انھيءَ لاءِ پڙھندڙ کي پنھنجي نظريي کان واقف ڪري، سندس دماغ ۾ اھو نظريو سمائي ڇڏي - تہ انھيءَ کي ڪامياب افسانو چئي سگھجي ٿو.

افساني کي ڪامياب بنائڻ لاءِ، بيان ڪرڻ جو نمونو ۽ لفظن جي ساخت بہ اھم ۽ ضروري عنصر آھن، جن کي "اسلوب بيان" چئجي ٿو. ھن جزي کي مختصر افساني ۾ ممتاز حيثيت حاصل آھي، جنھن کي ڪنھن بہ قيمت تي نظر انداز ڪري سگھجي - سواءِ انھيءَ جي افسانو فقط دماغي دم پختو ٿي، دماغ ۾ ئي رھجيو وڃي. ھن مان ظاھر آھي تہ افساني جو سارو دارو مدار طرز بيان تي آھي. نظريءِ حيات ڪجھ بہ ھجي، مقصد ڪجھ بہ ھجي، نقطءِ نظر ڪيترو بہ اھم ۽ خاص ھجي، پلاٽ ڪيترو بہ دلفريب يا دلگداز ھجي، اداڪاري ڪيتري بہ دلپسند يا ھولناڪ ھجي، فضا ۽ ماحول ڪيترو بہ خوشگوار، فرحت بخش يا پر ھيبت ھجي- پر جيڪڏھن انداز بيان جي ڪمي آھي، تہ افساني جي فن کي سلھہ جو مرض ٿيو پوي. ائين چو ٿو ٿئي، ڇاڪاڻ جو مختصر افسانو پاڻ سان گھٽ مواد، مختصر پيماني تي پيش ٿيل اداڪار ۽ ھڪ محدود ماحول آڻي ٿو: ڪئي بہ وسعت ۽ ڏيکھ جي گنجايش ڪانه رھي، پر انھن سيني محدود ۽ مختصر ذريعن جي باوجود، اسلوب بيان جي تشڪيل افساني ۾ ھڪ وسعت پيدا ڪري سگھي ٿي.

محترم عزيز، مغربي ۽ مشرقي ادبن مڻن صورتن کي مختصر افساني جا اصول ڪري تسليم ڪيو آهي. ڪن ڪجهه رد و بدل ڪيا آهن، ليڪن انهيءَ جو روح مٿين اصولن جي اندر، ڪنهن نه ڪنهن اصولي سمائجي وڃي ٿو. مٿين اصولن جي امتيازي حيثيت متعين ڪرڻ لاءِ به منجهن ڪجهه اختلاف آهن. مون زير بحث مسئلو مختصر نموني پيش ڪيو آهي، جنهن خط جو خط رهي ۽ مضمون جو مضمون. ها، هڪڙي ڳالهه وسري ٿي پر- ته مٿين اختلافات جو ردِ عمل اهو ٿيو آهي، جو افسانه نگارن کي آزادي ملي وئي آهي، ۽ هر ڪنهن پنهنجي طبيعت موافق پنهنجي لئين راهه ڳولي، پنهنجي افسانه لاءِ اصول متعين ڪيا آهن. اها ترتيب اسان وٽ گهڻو ڪري اردو افساني جي تقليد آهي، ۽ اها روايت ڪيتري قدر مستحسن رهندي- انهيءَ لاءِ اوهان وڌيڪ سوچي سگهو ٿا.

مٿين مسئلي تي اڃا وڌيڪ روشني وجهڻ لاءِ ڪافي گنجايش آهي. هن خط جي پڙهڻ ۽ ختم ڪرڻ وقت، ڪيترائي سوال دماغ ۾ اڀري سگهن ٿا، ۽ عام راءِ حاصل ڪرڻ لاءِ هڪڙو سوالنامو ٺهي سگهي ٿو.

هن ڪان پوءِ وقت مليو ته انشاءالله "مهراڻ" جي افسانن تي هڪ تنقيدي مقالو لکي، پنهنجي مٿين مضمون جي ڪميءَ کي پورو ڪندس.

۳

شيخ حفيظ

- پائو، "مهراڻ" جو پنجون پرچو مليو- پڙهيم.

"جاڳ پناڻي ڪهوٽ، سنڌڙي تي تو کي سڏي"- جهونگاربندي پوري ٿامي ڪهاري اٿم. وساري نٿو وسري. گيت پڙهيم- 'ديپڪ' دل ۾ آڳ لڳائي. لفظ پڙهندي 'سوهڻ جي ڏڙي' حال مان ڪڍي بيحال ڪري ڇڏيو. مضمون ۾ 'رس پاڙ' مان جيڪو رس مليو، تنهن چت ۾ اڃ به چڙهون ٿي ڏنيون آهن؛ ۽ افسانن ۾ 'پشو پاشا' پڙهي، سڄا سارا ٽي مهينا ويچار ڪندو رهيو آهيان.

ادا، "مهراڻ" جي پنجين پرچي جي خصوصيت آهي "جمال" ابڙي جو خط- پئل سالتوڪي پاڻيءَ ۾ هن ڀار اهو ٺوڙ اڇلائي، جوليون چلڪائي ڇڏيون آهن. لکي ٿو: "مون 'پشو پاشا'، 'بلو دادا' ۽ شيدو ڏاڙيل' ڪان متاثر ٿي لکيو آهي". هي لفظ آهن 'شاه جي ٿر' جي خالق جا ! منهنجي خيال ۾، "مهراڻ" ۾ هن وقت تائين جيڪي به افسانا ڇپيا آهن، تن ۾ 'شاه جو ٿر' سڀ کان سٺو آهي- ائين ڪٿي چوان ته گذريل پنجن سالن ۾، سنڌ

اللهءِ سنڌي زبان ۾ جيڪي به افسانا لکيا ويا آهن، تن ۾ هيءَ بهترين آهي. ۾ تنهن هوندي به "جمال" ابڙو 'پلو دادا' ۽ 'شيدو ڌاڙيل' کان متاثر ٿو ٿئي، سو ڇو؟ اهو هڪ سوال آهي، جنهن جو جواب جيتوڻيڪ آءٌ ڏيڻ جي ڪوشش ڪندس، پر تنهن هوندي به، توهان کي خواه ڀاءُ جمال کي عرض ڪندس ته هن سوال جو جواب اوهان به سوچيو ۽ ڏيو.

سڀ کان پهرين ته اسان کي اهو جاچڻ جڳائي، ته آخر 'شاه جي ڦر' ۽ 'شيدو ڌاڙيل' ۾ فرق ڪهڙو آهي؛ ڇو ته جيڪڏهن اسان هنن فرق کي سمجهي سگهون، ته پوءِ اهو به سمجهي سگهنداسين ته اها ڪهڙي ڳالهه آهي، جيڪا 'شاه جي ڦر' جي خالق کي 'پشو پاشا' لکڻ تي مجبور ڪري ٿي. منهنجي خيال ۾ ائين ڪرڻ لاءِ، بهتر اهو ٿيندو ته هيءُ ڏس ۾، جمال جي پنهنجي اعتراف کي آڏو رکي، اسان 'پلو دادا' کان 'پشو پاشا' تائين، سنڌي افساني جي ارتقا جاچي وڃون.

پهرين پهرين "اياز" قادريءَ 'پلو دادا' پيش ڪيو: مون کي ياد آهي ته "اياز" قادريءَ 'سنڌي ادبي سنگت' ۾ افسانو پڙهڻ ويل، اهو اعتراف ڪرڻ کان انڪار ڪيو هو ته اهو افسانو، اردوءَ جي مشهور ڪهاڻي ڪار "منٽو" مرحوم جي افساني 'ممو دادا' کان متاثر ٿي لکيو ويو آهي. سچ پچ ته جيتوڻيڪ "اياز" قادريءَ جو افسانو منٽو جي مٿي بيان ڪيل افساني کان بلڪل مختلف هو، پر تنهن هوندي به ان ۾ 'منٽوئيت' پئي جهلڪون ڏني. 'پلو دادا' ڪٿي به ته ڪو گهڻو ڌڪ ڪين ٿو ڪري: بس جاڳيان مڪراڻيءَ جي ڪئين جي ڪنڊ ۾ چانهه جو ڪوپ ويٺو چاڙهي. تصور ۾ ائين ٿو اچي، ڄڻ هڪ تياڳي ويٺو عمر خيام جي ڪا رباعي جهونگاري، يا ويٺو چوي:

اسان تي الزام، آلدا جڳ جيڻ جا،
جن جي روز جواب ۾، جرڪيا منهنجا جام -
الا ڪڏهن عام، رسندا منهنجي روح کي؟

ڪهر ڪون، ڪهات ڪون؛ لڏ ڪالهه، سڌي ڪالهه: تن تنها يار ويٺو وجهه واجهائي ته ڪنهن ۾ هن ڪٽل جڳ جو مالڪ مٿي رکي. يار ڪيو اٿس، سو به هڪڙو ماستر. ڳالهين ڳالهين ۾ ماستر سان پنهنجي روح جا راز سليندو اچي. ڄڻ چوندو هجي: "پلا را سائين! هي منهنجا احساس انهن آئيندي جي ابن تائين پهچائي ڇڏج، جن کي تون پاڙهين ٿو". سچجي ٿو ته پلو دادا ماستر سان سنگت ڪو ڄاڻي ٻجهي ڪين رکي هوندي، پر هت ته پلو دادا جو ڪردار اهڙو چٽيل آهي، ڄڻ جسم اٿس ئي ڪين - رڳو هڪ روح آهي، جنهن جي هر ادا مان انسانيت جي ليڪ ۽ پاڪ جذبن جي جهلڪ پئي جهلڪي. اهڙيءَ صورت ۾ ماستر سان سنگت مان به جيڪڏهن ڪو اهڙو انومان ڪڍي ته غلط ڪين ٿيندو.

هر حالت ۾، اڪيلو ”ٻلو دادا“ ڪري ڪجهه به ڪين ٿو سگهي؛ ۽ ڪاري، ٻهڙا جهڙي ٻلڊاگ ۾ رهندڙ، زهريلي لانگ جهڙي سيٺ هن کي مڪران موڪلائي ڇڏيو، ۽ ”اياز“ قادري پنهنجي پار لاءِ ويڪائو ٿي وڃي رهيو.

ان بعد ”رباڻي“ جو ’شيدو ڏاڏيل‘ نڪتو. ”رباڻيءَ“ کي شايد ”ٻلو دادا“ جو سڪوت ڪين وڻيو. شايد هن چاهيو ته جيڪر ”ٻلو دادا“ کي ”شيدو ڏاڏيل“ بڻائي، ڪانئس اهڙو ڪم وٺي، جو چوڌاري ”شيدو ڏاڏيل“ پيدا ٿي وڃن، ۽ هي ماڻهو منجهي پوي. انهيءَ افسانې جي ڇپجندي ڇپجندي، انهيءَ کي ور ور ڪري دوستن جي دائري ۾ بحث لاءِ پيش ڪيو ويو، ۽ عجيب عجيب قسم جا رايا ظاهر ڪيا ويا. اهي بحث اڃا اڄ ۾ هئا ته ’شيدو ڏاڏيل‘ ڇپجي آيو. سنڌي ماحول، سنڌي ڪردار، ڏري ڳهٽ سچي ڪهاڻي- رڳو مچي ويٺي، سڀني چيو ”واهه“! پر جيڪڏهن انهيءَ ’واهه‘ کي پڙهي، لکندڙ ويهي رهن ته سندن دلين مان وهندڙ نارا ته سڪي پٽ ٿي پون. دوستن جي ذاتي دائري ۾ ’شيدو ڏاڏيل‘ تي جيڪا ٽيڪا ٽپڻي ٿي، سا انهيءَ کان بلڪل مختلف هئي، جيڪا رسول بخش پليجي ارمان کي لکي موڪلي هئي. ”رباڻيءَ“ کي ’ٻلو دادا‘ سان اها شڪايت هئي ته هڪ ته اهو ڪردار رڳو ڪراچيءَ جي ڪئبن تي وڃي هٿي سگهيو، ۽ ٻيو ته نهايت ساڪت هو. ”رباڻيءَ“ انهن ٻنهي ڳالهين کي خيال ۾ رکي، ’شيدو ڏاڏيل‘ لکيو. پر سندس ائين ڪرڻ سان، جيڪي خاميون ’شيدو ڏاڏيل‘ جي ڪردار ۾ پيدا ٿي پيون، تن کي جڏهن ”رباڻيءَ“ جي ڏيان تي آندو ويو ته هو پاڻ به ڪوهرائجي، ڇرڪ جي چوٽ ۾ ٻيءَ انتها تي وڃي ويو، ۽ ’پري هن پنيور ۾ هنڌا هاڃا ٿين‘ لکي ڪڍيائين. هت مختصر طور ايترو ٻڌائڻ ڪافي ٿو سمجهان ته ’شيدو ڏاڏيل‘ ۾ ”شيدوءَ“ جو ڪردار نهايت ڀوڙيءَ طرح ڪري پيو آهي، ۽ ان ۾ ”ڏڳائي خان“ جو ثانوي ڪردار، ”شيدوءَ“ جي ڪردار تي به چڙهت ڪري ويو آهي- بلڪ ائين پيو احساس ٿئي، ڄڻ ”شيدو“ ڪو ڪردار ئي ڪين ٿو رکي، ۽ وقت جي ڇولين تي چاڪندڙ ڪک پن کان وڌ ڪا حيثيت ئي ڪانه اٿس. ماستر جي مار کائي، هو خاموش ٿو رهي- انهيءَ ڪري جو ٻي ڪا واهه ئي ڪانه اٿس. سڀني کي دٻائي، ”ڏڳائي خان“ اڏو هو ائين ٿو جهڪي وڃي، ڄڻ اصل کان ان جو پگهاردار نوڪر آهي، ۽ ان جي پٽ ۽ هجيس ته پاڻ ۾ ڪو تيڙ ئي ڪين اٿس. وقت ۽ حالتون ڪانئس سڀئي ڪڌا ڪم ڪرائيندا ٿا رهن، پر هن جو احساس، هن جو ضمير ۽ انسانيت ائين لڳي پيل آهن، جو جهٽ پلڪ به پنهنجي ڪئي تي ڪو پڇتاءُ ڪين ٿو ڪري. شغل سندس هو ’زيبيءَ‘ جهڙيون سرتيون ڏارڻ. اسڪول جي موچڙن، ماءُ پيءُ جي وڇوڙي ۽ اهڙين ٻين حالتن سان سنڌ ۾ لکين ماڻهو سنهون مقابل ٿين ٿا؛ پر سڀ ته ”شيدو ڏاڏيل“ ڪين ٿا ٿي پون. گهڻا ئي ته ”ڪريم“ ٿيو پون. ”شيدو“، ”ڪريم“ ڇو ڪين ٿيو، سو ته افسانې ۾ ڏيکاريل ئي ڪين آهي. ڀلا جيڪڏهن مچجي ڪئي (جيتوڻيڪ مچڻ لاءِ ڪو بنيادي سبب افسانې ۾ ڏسيل ڪين آهي) ته

هي سڄو سالياڻ منهن لاءِ، "ڏاڳانو خان" ئي جوابدار آهي، تہ پوءِ الهيءَ جو تدارڪ؟
'بلو دادا' جو سڪوت، سماج سان ذاتي 'سوشل باءِ ڪاٽ'، پر ڪي اُٿين ڪرڻ لاءِ پيو
مرڪائي: ۽ سچ پچ تہ اهو 'سوشل باءِ ڪاٽ' هڪ اهڙو تدارڪ آهي، جيڪو دير ڪندو
الڏير کين ڪندو. 'بلو دادا' پر ڪم آندل انهيءَ اشاري کي تبليغ کين ٿو چئي سگهجي،
۽ نہ ئي ڪنهن "اياز" تي اهڙو الزام مڙهڻ جي جرات ڪئي آهي.

خير سو ڳالهہ پئي ڪيم تہ "رباليءَ" ڇرڪ جي ڇوهہ پر وڃي 'بري هن پنهور پر هنوا
ماها ٿين' لکيو. "بلو دادا" کـي "شيدو" تہ بڻائي سگهيو تہ ڪيس "عيسو" بنائڻ جي
ڪوشش ڪيائين. ڪوشش ڪامياب هئي. "عيسو" هڪ مظلوم ڪردار جي لاجواب تصويـر
آهي، ۽ لطف اهو جو متحرڪ بہ آهي؛ پر افسوس جو هن جا احساس بہ پنڊ پهڻ مثل خاموش
آهن. پو هندو کي خود "عيسي" تي ئي ڪاوڙ اچيو وڃي؛ ۽ سچ تہ انهيءَ ڪاوڙ جو نـتيجو
هو، جو "جمال" 'پشو پاشا' لکڻ تي سنبريو. جيتوڻيڪ ڪيس انهيءَ ڳالهہ جو احساس
ڪونهي، ۽ لکي ٿو تہ " 'پشو پاشا' 'شيدو ڏاڙيل' کان متاثر ٿي لکيو اٿم". 'پشو پاشا'
بابت، "جمال" پاڻ جيڪي لکيو آهي، سو بلڪل مناسب آهي. لکي ٿو "سمجهان ٿو، منجهس
اها پختگي ڪانہ آهي. ممڪن آهي ڪجهہ مصنوعي بہ لڳندو هجي......" سچ پچ 'پشو پاشا'
مصنوعي پيو لڳي.

خير هر حالت پر "رباني" خواهہ "جمال" جي اها تمنا پوري ڪانہ ٿي سگهي، تہ ڪنهن بہ
اهڙن ڪردارن مـان هڪ اهڙو 'آئيڊيل' ڪـڍي پيش ڪن، جيڪو سنڌي ماڻهو پنهنجو
ڪري سگهن، ۽ ان جي نقش قدم تي پنڌ ڪندا، اڳتي وڌندا هلن. "پشو پاشا" هن دور
پر تہ سنڌ پر پيدا ڪين ٿو ٿي سگهي، ۽ جي ٿي پوي تہ اڃا زمانو اهڙو سازگار ڪين آهي،
جو اهو ڊرامو ڪيڏي سگهي.

سمجهان ٿو تہ الهيءَ سڄي وچور سان، اها ڳالهہ ثابت ٿي وئي هوندي، تہ اسان سنڌين
جو سڀاءُ اهڙو آهي، جـو سانتيڪي ڪردار کان اسان متحرڪ ڪردار کي وڌيڪ پسند ٿا
ڪريون. "رباني" الهيءَ ڪـري 'بلو دادا' جي مقابلي پر 'شيدو ڏاڙيل' ٿو لکي، ۽
"جمال" انهيءَ ڪري ئي 'شيدو ڏاڙيل' ۽ 'بري هن پنهور پر هنوا ماها ٿين' کي ڏسي
'پشو پاشا' ٿو لکي ـ اهو آهي عام لاڙو اسان سنڌي ليکڪن جو.

هاڻي سوال ٿو اٿي تہ اسان سنڌي الهيءَ ڍنگ پر ڇو ٿا ويچاريون؟ پاڻو، مون الهيءَ
تي گهڻو ويچاريو آهي. چئي نٿو سگهان تہ ڪيتري قدر صحيح فيصلي تـي پهتو آهيان، پر
تنهن هوندي بہ جنهن فيصلي تي پهتو آهيان، سو دوستن آڏو رکڻ ضروري ٿو سمجهان.

منهنجي خيال موجب، الهيءَ لاءِ سنڌي سماج جي ذهني ارتقا گهڻي ڀاڱي جوابدار آهي.
آخر بہ اسين ليکڪ بہ تہ انسان آهيون. اٿين ڪيئن ٿي سگهندو تہ پنهنجي ماحول کان متاثر
نہ ٿيون؟ ڪجهہ ڪان اسـڙ ڪنن پر وڏو تـہ "جڏهن رج پر رلبو آهي تہ 'خضر' اچي

ڏک لائيندو آهي“ – جيئن جيئن وڏا ٿيندا وياسون ته عجيب عجيب شخصيتن جا عجيب عجيب
قصا ٻڌندا رهياسون. هاڻي حالت اها آهي، جو گهر ڀو سڙ ٻڌون، ڏينگو ڀو ڏيري ٿيئون،
اڪر تڪر ڀيو لنڌجي – پر وڏا آهيون الهيءَ آس تي ته اجهو ’اوڻ لڪن پيرن‘ مان ڪو
هڪڙو پاسو ٿو ورائي، ۽ سالن جا سور پلڪن ۾ لاهي. نه اهڙو ڪو ’پير‘ اٿندو، ۽ نه
اسان جو ڪو ٻلو پيٽي ٿيندو – سو توهان ٻه ڄاڻو ٿا ۽ آءٌ به سمجهان ٿو. جن پاڻ کوڙيي
تن ڪالهه به پيتي، اڄ به پين پيا ۽ سڀاڻ به پيئندا – سا ڪا لڪل حقيقت ڪانه آهي. پر
تنهن هوندي به ”ربانيءَ“ جي رڳ ئي ڦڙڪي، ته پيو ڪو پير فقير نه ڏسي، جهڙيو ”شيدو
ڏاڙيل“ ڪي، آئيو ٻڙ ۾ پيو ٻيهاري. ”جمال“ اهڙو جو ڏسي ٿو ته لڪو پيلي، هن بار به
ٻوٽو ڪڍن پاربو: سو ”پشو پاشا“ ڪٿيو ڪوڙي. مطلب ته هي نوان ’پير‘، نوان ’خضر‘
پيا کوڙجن، جيڪي ڪرامتن جا ڏٽي ته ڪڍن آهن، البت هڪ نه ٻي ذات اهڙي ڪنيو اچن،
جيڪا مزار ڪاني ڪرامتن جو مٽ ٿيو پوي، ۽ اهڙيءَ طرح ليڪڻ جون سڪون پوريون
ٿيو پون، ۽ ٻڙهندڙن لاءِ آفيم جي خمارن جهڙي موج مهيا ٿيو پوي.

پر پاڻو، اها حقيقت پنهنجي جاءِ تي ٿي رهي ته جهڙي طرح قبرن ۾ سُتل پير، قيامت
تائين پاسو نه ورائي سگهندا، تهڙي طرح ”شيدو ڏاڙيل“ ۽ ”پشو پاشا“ به ڪجهه ڪين
ڪري سگهندا. اسان جو سنڌي سماج اهڙي دور مان گذري رهيو آهي، جتي اهي ڪردار
ڪڏهن به پنهنجو ڪردار (Role) ادا نه ڪري سگهندا، جيڪو ”جمال“ ۽ ”رباني“ چاهين ٿا.
”ٻلو دادا“ ته رڳو ڪراچيءَ جهڙي شهري ماحول ۾ ئي اسري سگهي ٿو.

هاڻي سوال اهو ٿو اٿي ته تڏهن ٻيا سنڌ ۾ ڪهڙو ڪردار اٿيي، پاڻ موڪائي سگهيو.
پاڻو، منهنجو خيال آهي ته سنڌ ۾، جيڪڏهن ڪو ڪردار اٿي سگهي ٿو ته اهو آهي ”مريم“ جو –
جيتامڙي لنڊڙي، مڪوءَ سمان لاڙڪوي، نه اٿس چل نه قند ۽ مستن جيان .نعرو پئي هڻي:
”ماما!“ ڪير شاهه جو ڦر آهي، يا ڪدا جو – هن ڪي الهيءَ جي پرواهه ئي ڪانه آهي،
ٻلا جهليس ته ڪوا ٻولدي؟ اصل نه، سائين! اصل نه ٻوندي. ازلئون اصول ڪٿي آئي آهي،
۽ نعرو پئي هڻندي وتي: ”انسان سڀ هڪ جهڙا آهن“. ۽ ”شاهه جو ڦر“ جڏهن هن جي
انهيءَ نعري ڪان ڪهڙانجي ٿو اٿي، جڏهن ذات پات جي پيڊ ۾ انسان انسان جي وچ ۾ ڪوڙيون
ڪيل ديواريون، هن ڪي ڪرنديون ٿيون نظر اچن، جڏهن هو ڏسي ٿو ته جنهن پيڊ جي
سبب سوين ماڻهو عقل هٿان وڃائي، هزارين رهيا ڪيس ڏن ڪري پيا ڏين، سو پيڊ هن
ڇوڪريءَ جي هڪ لفظ سان ريزجڻ شروع ٿيو آهي ته هو پاڳل ٿو ٿي وڃي ۽ پوءِ ......
پوءِ به ”ماما سائين پشو ...“ ڪين مچيائين پاڻوا ڪڍن مچيائين. ”مريم“ هار نه مڃيندي،
۽ جڏهن ”مريم“ ”شاهه جي ڦر“ جي لت ڪاني، ڪولاٽيون هڻندي وڃي قبر ۾ پوندي ته سوين هزارين
’مريمون‘ سنڌ ۾ پيدا ٿي پونديون؛ شاهه جي ڦرڪي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان ماڳيو: ”ماما، ماما“

جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو ـ ذات پات جا ڀيد ڀڄي پوندا، انسان انسان ۾ ڪو فرق ڪين رهندو،
۽ هي ماڻهائپ منجهي پوندو.

ٻارن جي افسانن تي گهڻو ڪجهه لکي ويٺو آهيان. ٻه ٽي چونڊا اصل ڪين؛ جو ته
جن کي سنگيت سان سڪ هوندي آهي، سي ڳائڻ جي منهن ڏي نهارن ٿي ڪين ـ اکيون ٻوٽي
آواز جي تار تي پيا توريندا، ساز جي آواز تي لنو لنو منجهه لڳاءُ پيو ليندن. هاڻي پاڻ تي ٻه
ساڳين ويچارن سان ٽيڪا ڪيان ته چڱو.

'اماں، مان اسڪول ڪين ويندس' "مهراڻ" ۾ ڇپجي چڪو آهي. "گلڻ" منهنجي
خيال ۾ مرڪز جو لنڊو پاءِ آهي. 'لنڊو' چيم، جو اهو رتبو "گلڻ" کي نصيب ڪين آهي،
جيڪو "ريم" ٿي ماڻي. ۽ وري 'مبارڪون' ۾ مون اهڙو ته ڏکو ڪاڏو، جو ڳالهه
ئي نہ ڪجي. رسول بخش پليجي جيڪي ڪي انهيءَ بابت "مهراڻ" ۾ ڇپرايو آهي، سو انهيءَ
کان بلڪل مختلف آهي، جيڪي هن مون کي روبرو چيو. "مهراڻ" ۾ ته رڳو ٽن سٽن ۾
ائين چئي ڳالهه اکلائي اٿس ته افساني جي پڄاڻي درست ڪانہ آهي؛ پر روبرو مليو ته
مون سچري چيو. چي: "تون ٿيندو ڪير آهين، جو اسان جي افسانن جي ائين ٻيڙي ٻوڙين؟"
وايون ٻتال ٿي ويم. پڇَل ٻه سچ اچ پلن جهڙي ڪٿي هئو. پر انهيءَ جو تدارڪ ڇا ٿي
ڪري سگهيس؟ لک معافي گهريم، اصل رنٿهارڪو ٿي ويس؛ پر جي پليجو مڙي! جٺ ڪيائين
جلين جهڙي. نيٺ سائين، جڏهن سرستي ڳالهه ڪري ٻڌائيماس ته ڪيئن هڪ دوست
اهو حادثو مون کي ٻڌايو، ۽ ڪيئن انهيءَ حادثي کان متاثر ٿي، آءٌ انهيءَ پڄاڻيءَ ڏانهن
گهلجي ويس، تڏهن مس مس انهيءَ واعدي ڪرڻ تي معافي ڏنائين ته جڏهن ٻيهر 'مبارڪون'
ڇپبو ته پڄاڻي سڄي متي رکبي، ۽ اها ڪوڙي سوپ جيڪا "گلڻ" ۽ "جالل" جي پالڊ سان
زوريءَ الڪائي وئي آهي، تنهن کي ڪوري، ائين ڏيکاربو ته هي ٻئي معصوم ماحول
هٿان مجبور ٿي، ڪٿو ٻه ڪاٿن ٽا ۽ ڪڪ ٻه ڪٿي پرچين.

'مبارڪن' ٻڄاڻا، منهنجي افسانن ۾ 'عيد جي رات'، 'مکڙي مرجهائجي وئي' ۽ 'زماڻا'
ذڪر لائق آهن. 'عيد جي رات' لئين سنڌ اخبار جي عيد نمبر ۾ ڇپجي چڪو آهي. 'مکڙي
مرجهائجي وئي' هن اشاعت لاءِ پيو موڪليان. رهيو 'زماڻا' ـ سو ته اڃا مون پنهنجو پاڻ
ٻه ٻڙهي پورو نہ ڪيو آهي. ٽنهي افسانن ۾ ٽئين واه وهي هليو آهيان. آئيندي لاءِ اميد اٿم
ته منهنجا ڪردار ڪڏهن ٻه خاص شخصيتون ڪين ٿيا، ۽ معمولي دکن سکن ۾ پنن سٽون ئي
رهندا. البت دک سهندي، سندن ساه پيو سٽون ڏيندو، روح پيو رهلا هڻندن، انسانيت ٿي
اڇلون هڻندن ـ ۽ پوءِ جڏهن اهي ڪردار افسانن مان نڪري، حقيقي ٿجي پوندا ته الهن
دکن جي ٻه پڄاڻي اچي ويندي ـــ سچ ته ماڻهائپ ئي منجهي پوندو.

ڀلا پائو، هاڻي موڪلايان. پوئين پهر جي هير گهلڻ شروع ٿي آهي. چنڊ ڪولهي،
چانڊاڻ ڪولهي ـ هن اداس موسم ۾ مون کي هن هير کي غنيمت سمجهڻو ٿو پوي. هاڻي

هيءَ هاڪون سيمائن ڇپرن جي سر ۾ انهنجو راڳ ڇيڙيندي ۽ مون کي ائين محسوس ٿيندو
ڄڻ ڪو لولي پيو ڏئيم ۽ آءٌ سمهي رهندس. مان سمهي ائندو آهيان ته صبح ٿي چڪو هوندو
آهي. پر پاڻوا دل ۾ هڪ آس اٿم: الاجي اهو صبح ڪڏهن ٿيندو، جنهن لاءِ واجهائيندي
ورهه ٿيا آهن، ۽ جنهن جي طلب ۾ تن من پيو تڙپي!

نهيو، آءٌ حال ته سمهان ٿو. شايد صبح اهو صبح هجي ۽ مون کي ستل ڏسي، چوريءَ
چوريءَ اچي چوڌاري چنجي پيهي ــ ماٺا پيو ڪري، لڪي لپاڪا پيو پائي؛ سمهان ته شايد
چند چڱي پڌرو ٿئي. ــ اوهان جو......

## ۳

### مس شمس صديقي

ــ پاءِ ايڊيٽر، ”مهراڻ“ جي ائين سال جو پهريون پرچو منهنجي اڳيان رکيو آهي،
منهنجون اکيون ڪونڌي براج جي تصوير ۾ کتل آهن. سدا وهندڙ واهه جي ڪناري،
زبون حال هاريءَ جي تصوير ــ ”ڪنڌيءَ سڪائين ڪاله، پاهر پيلا پوڙهين!“ ــ ڪير چائي
ته سنڌ جي تاريخ جا ڪيترا باب هن هڪ مصرع ۾ سمايل آهن! ”مٺي پاڻي مولا جا، الاج
آهايون اسين، ۽ ڪُنيون ڪاٺين پيا: اڳتي ائين ڪول ٿيندو!“ ــ جناب ايڊيٽر، توهان سان
گڏ منهنجي به دعا آهي ته شال اهڙو وقت جلد اچي!

”مشرق ۽ اسلام ٻنهي سان شخصن جا ٿالا ته بدلجندا پئي پڌا ۽ ڏسبا هئا، پر ملڪن
۽ قومن جي ٿالن جو متجڻ به لازمي آهي ــ تنهن ڳالهه جي خبر سو هاڻي پئي اٿيون!“ ــ خدا
جو شڪر، توهان کي خبر ته پئي. هينئر به هوش آيو، ته جلد آيو؛ پر خدا ڪري جو اها
هوشمندي جناءَ ڪري... وقتي جوش نه ثابت ٿئي. هاڻ گهوڙا مچائي ويهي رهڻ ته اسان
سنڌين جي عادت آهي. جذبات جي رو ۾ اچي، ”اسلامي جمهوريت“ جي پڙ ڇڻ ڇُنڪين
ڦاڙڻ سان، ڪو سنڌ کي سنڌي ڪالهه ملي وئي، ۽ نه وري سنڌ جي تمدن جي حفاظت،
”نعرهء مستانه“ سان ٿي سگهي ٿي. انهيءَ لاءِ رياض جي ضرورت آهي ــ منظم تحريڪ جي
ضرورت آهي، جنهن کي هلائڻ لاءِ خلوص کپي، لگن کپي؛ پنهنجي مقصد کي پائڻ جي
تمنا هجي؛ زنده دل، بيدار دماغ ۽ بصيرت افروز نگاهه جي ضرورت آهي. مرده دلين ۽
ستل دماغ صرف نعرا ئي هڻي سگهن ٿا. خالي ٺانءُ هوندي به کڙڪو ڪندا آهن. صرف
سوچيندي رهڻ سان سوراج ڪونه ملندو آهي ــ ڪوهه پياسن وٽ هلي اچن ها، ته وهندڙ
واهه جي ڪنڌيءَ، هاري پياسا نه مرن ها. اهوئي سوچيندو رهڻ ته ”غيرن جي هٿ ۾
وطن وارن جو ڇا ٿيندو!“ ــ وطن کي غيرن جي چنبي مان ڪونه ڇڏائيندو. آزاديءَ جو
سوچيندي رهڻ سان ڪوٽ جا ڪنگرا ڪرن ها، ته ماڻي ڇيڪر واويلا نه ڪري ها. وقت

جي تقاضا آهي ته اسين پنهنجن احساسن کي عملي جامو پهرايون - پنهنجيءَ تهذيب، پنهنجي
تمدن کي عزيز رکون، پنهنجي ٻوليءَ جي جيءَ جان سان حفاظت ڪري، سنڌ جي آبرو
رکون ... پنهنجي عزت ٻين کي ڪرڻ سيکاريون. پر، اسان جي گهر کي باهه گهر جي چراغ
سان لڳي - ٻين کي ڪهڙو ڏوهه ڏجي! ڪنهن قوم جي آئين ۾ جاءِ زنده زبان کي ملندي
آهي، جيڪي ارتقا جون منزلون تيزيءَ سان طي ڪري سگهن - نه انهن ٻولين کي، جن جون
پاڙون پنهنجن ئي جي هٿان کوکليون ٿي رهيون هجن! جتي اسان جي قوم جا "ناخدا"، اسان
جا صاحب سلامت حضور ... ۽ اسان جا آسوده حال تعليم يافته صاحب بهادر پنهنجن ٻارن
سان اردوءَ ۾ ڳالهائڻ کي فخر سمجهن، جتي ڌاريءَ ٻوليءَ کي پنهنجي ٻوليءَ تي ترجيح
ڏني وڃي - جت پنهنجي ٻوليءَ جي مزاج ۽ ان جي موسيقيت کي - جنهن جا پرڏيهي به
قائل آهن - وساري، غيرزبان جي نامانوس لهجي کي پنهنجو ڪرڻ ۾ وڏ ماڻهپائي محسوس
ڪئي وڃي - اتي سنڌ جي تمدن، سنڌي ٻوليءَ جي حفاظت جي اميد ڪرڻ ٻين کان پير
گهرڻ نه آهي ته ٻيو ڇا آهي؟ تمدن هميشه اميرن جي پاڇي ۾ پلبو آهي - اها تاريخي حقيقت
آهي - زبان به هميشه امير طبقي جي سرپرستيءَ ۾ ڦلندي سڌرندي آهي. زبان جي خوبصورتي،
ان جي سونهن ۽ سوڀيا خواص جي توجهه جي مرهون منت ٿيندي آهي. اهو سڀ ڄاڻندي
به سنڌ جا رسالا ۽ اخبارون امير طبقي جي انهيءَ آرهه زورائيءَ تي خاموش آهن! قوم جي
نئين نسل کي پنهنجي ٻوليءَ کان بيگانو رکيو وڃي، ۽ سنڌ جا اديب ۽ شاعر ڏسندا رهن!
پنهنجو سرمايو اهڙي صبر سان لٽجندو شايد ئي ڪنهن قوم ڏٺو هوندو. ادا، آئين ۾ جاءِ زنده
قومن کي ملندي آهي!

"مهراڻ" جي نظم جو حصو تحقيق حسن انتخاب جو هڪ نمونو آهي - خصوصاً "اياز"
جو نظم: "جاڳ ڀناني کهوٽا! سنڌڙي ٿي توکي سڏي!" - شاعر جي شاعريءَ جي نئين
موڙ طرف اشارو آهي. خدا جو شڪر، سنڌ جي هن زبان دان، صاحب طرز شاعر کي زلفن
جي پيچ وخم مان نڪرڻ جي فرصت ته ملي. زندگي صرف "شاهد" جي نازڪ لبن کي گلاب
جي گلن سان تشبيهه ڏيڻ جوئي نالو نه آهي: زندگيءَ جو تعبير هيءُ احساس به آهي ته

- "ڏيهي پرڏيهي ٿيا، پرڏيهي ڏيهي،
آيا گهر ۾ اوپرا، نڪري ويا ليهي،
پراوا پيهي، والاري ويا سنڌڙي!"

ڪنهن قوم جو ادب ان قوم جي تهذيب و تمدن، اخلاق و ڪردار جو آئينه دار ٿيندو
آهي. شاعر جي شاعري سندس دور جي تاريخ ٿيندي آهي. جنهن شاعر جو ڪلام روح عصر
کان عاري آهي، ان شاعر جي شاعري صرف "بنيادي سچ" جي سهاري زنده ته شايد رهي
سگهي - انهن بنيادي عالمگير جذبات جي سهاري، جيڪي هر قوم ۾ هر دور ۾، ازل کان
وٺي اڄ تائين ۽ اڄ کان وٺي ابد تائين ساڳيا رهيا آهن ۽ رهندا، مثلاً عشق و استغراق،

مي ۽ مينا، داستانِ زلف و زلخدان - پر اها شاعري قوم جي تمدني تاريخ جي صفحات کي زينت نٿي بخشي سگهي. شاعر زاده جاويد پنهنجي قوم جي تمدني تاريخ ۾ ئي رهندو آهي.

"موج" جو "پروڪا پيرون" شاعراڻي تاثير جو چڱو نمونو آهي. "تنوير" عباسيءَ ۾ 'مستقبل جي شاعر' ٿيڻ جون صلاحيتون موجود آهن. گوورڌن جو 'پيتم جي آس' سنڌي ۽ هنديءَ جي امتزاج جو سهڻو نمونو آهي.

توهان کي خبر آهي ته روزمره جي گفتگو کان الڳ هڪ ادبي زبان به ٿيندي آهي؛ زبان جا معمار اديب ئي ٿيندا آهن؛ زباني گفتگو ۽ لکيت ۾ ظاهر آهي ته فرق ٿيندو آهي. مسٽر جمال ابڙي جو افسانو "پشو پاشا" پلاٽ جي لحاظ کان ترقي پسند سهي، پر زبان جي لحاظ کان ڪٿي مون کي ٿورو ڪمزور لڳو - لفظي تناسب منجهس ڪجهه گهٽ، پرتيءَ جا ڪيترا لفظ منجهس استعمال ٿيل ڏٺم، جن ڪن جاين تي جملن جي ترتيب کي ٽوڙي، اصل مفهوم کي وڃي ضرر پهچايو آهي - مثلاً: "پشوءَ جي ذري ذري مان زندگيءَ جا آثار پيا ٽمڪندا هئا" - 'آثار' ۽ 'ٽمڪڻ' ... الفاظ تجربا ٿيندا آهن، هڪ مخصوص مفهوم رکندا آهن، انهن جي هڪ مخصوص نشست هوندي آهي؛ لفظن جو استعاراً استعمال روا آهي، پر انهيءَ ۾ به ڪوشش اها ڪئي ويندي آهي ته لفظ پنهنجو حقيقي مفهوم جيئن نه وڃائي ويهن، نه ته اوپرا لڳندا... آثار ظاهر ٿيندا آهن، عيان هوندا آهن، پڪندا آهن، جهلڪندا آهن - هيءَ جملو ائين به ٿي سگهي پيو ته 'پشوءَ جي هر حرڪت مان زندگيءَ جا آثار پڪندا هئا يا جهلڪندا هئا' ساڳيءَ پترا ۾ "اڇلون ڏيندو ۽ چلڪندو هو" - پيالن جو چلڪڻ، اکين کي پيالن سان تشبيه ڏني انهن جو چلڪڻ، ته پڙهيو هوسين؛ ماڻهوءَ جو اڇلون ڏيڻ ۽ چلڪڻ... پشوءَ جي ڳالهه هڪ ماڻهوءَ جي ڳالهه آهي يا درياهه جي؟

گوورڌن محبوباڻيءَ جي گجراتي گيت جي آڌار تي لکيل ڪهاڻيءَ ۾ گيت جهڙوئي مٺاج ۽ خوبصورتي آهي؛ من موهيندڙ طرز تحرير ۾ هڪ سندر ڪهاڻي آهي؛ جنهن جي اختصار ۾ به حسن آهي. "لوٺي" جو پلاٽ سٺو آهي. "ناڪام محبت" نهايت ئي ناڪام افسانو آهي.

افسانن جا ترجما هر لحاظ کان سٺا آهن - خاص طور "طوفان" جهڙي مڪمل افساني جو ترجمو سهڻي نموني ڪيو ويو آهي. ڪڇي ۽ ٿري ٻوليءَ جو ناٽڪ "وايڙو" مون کي ڏاڍو وڻيو. جناب ڏيپلائيءَ جي ڪوشش قابل ستائش آهي. اهڙيءَ طرح توهان آئينده به سنڌ جي ڳوٺن ۽ ٻهراڙين جي ٻولين ۾ سنڌيءَ جي جدا جدا محاورن جا عڪس پيش ڪندا رهندا، ته اسان جي ادب ۾ هيءَ هڪ دلچسپ اضافو ٿيندو.

مقالات ۾ پروفيسر ملڪانيءَ جو "ادب يا ساهت ڇا آهي" - مختصر هوندي به ڪارآمد آهي. سنڌي زبان ۾ تنقيد جو وجود نه هئڻ جي برابر آهي. جيڪڏهن پروفيسر موصوف کان توهان کي ادب ۽ تنقيد تي سير حاصل مقالا آئيندي به ملندا رهن، ته پوءِ شايد سنڌي ادب

هن اعتراض جو جواب ڏني سگهي ٿو ته ”سنڌيءَ ۾ تنقيد جو وجود محض فرضي آهي - اقليدس جي خيالي نقطي برابر!“ توهان جا پيا مقالا نگار صاحب به جيڪڏهن هن ڳالهه جو خيال رکن ته تحقيق بغير تنقيد جي بعض دفعا لايعني ٿي پوندي آهي، ته نهايت بهتر ٿئي. محض تحقيق ڪانئي معنيٰ ڪانه ٿي رکي - جهڙيءَ طرح محض بنياد جنهن تي ڪائي عمارت نه تعمير ڪئي وڃي، ڪا اهميت نٿو رکي. تحقيق ۽ تنقيد جو پاڻ ۾ سر ساهه جو لاڳاپو آهي. محقق ته هر ڪو بڻجي سگهي ٿو - جو ته انهيءَ ۾ صرف رياض ۽ ڪاوش جي ضرورت آهي - پر نقاد ٿيڻ هر ڪنهن لاءِ آسان نه آهي. خالق ٿيڻ هوندي به مشڪل آهي. هاڻي وقت، سنڌي ادب کي نقادن جي گهڻي ضرورت آهي - توهان جي مقالا نگارن ۾، گهٽ ۾ گهٽ، پروفيسر صاحب ته انهيءَ طرف توجهه ڏئي سگهن ٿا. الف ليليٰ جي پراڻن قصن کي آخر ڪيستائين پنهنجي توجهه جو مرڪز بڻائيندا رهندا؟ — اوهان جي پيڻ......

## ۴

### ”بشير“ مورياڻي

- ياٿو، خوش هجو شال! حيدرآباد مان گرامي صاحب ”شاعر“ ڪڍيو آهي - ڏٺو. ان ۾ جناب عزيزالله ”مجروح“ جو هڪ ”پابند“ نظم شايع ٿيو آهي، جنهن ۾ هن ”آزاد نظم“ کي گهڻي قدر ننديو آهي، ۽ ان جي اهميت کان ئي انڪار ڪيو اٿس - بلڪ آزاد نظم لکندڙن کي ”غير ادبي گاربون“ به ڏنيون اٿس؛ ۽ اهي گاربون وري پنهنجي امام خليل بن احمد جي قائم ڪيل ”پابند شاعريءَ“ ۾ ڏليون اٿس. قدامت پسند هر نئين شي جي اول اول مخالفت ڪندا آهن، ۽ پوءِ ان کي قبول به ڪندا آهن، ۽ اختيار به.

سنڌي آزاد نظم جي عمر مشڪل سان ڏهه سال ڪن ٿيندي. ۱۹۴۷ع ۾ شيخ ”راز“ آزاد نظم لکڻ جي شروعات ڪئي. هن کان پوءِ، شايد سنڌ ۾ ڪنهن ڪوشش ڪئي ٿي ڏسجي. ٿورن وقفن کان پوءِ، البت شيخ ”اياز“ ڪجهه نه ڪجهه ان نموني جو شعر لکندو رهيو. ”مهراڻ“ جي نئين دور آزاد نظم کي وري جياريو. *

”آزاد نظم“ جي جيڪي ماڻهو مخالفت ڪري رهيا آهن، انهن يا ته انگريزي شاعريءَ جو مطالعو نه ڪيو آهي، جو خبر پوين ته ڪيتريون نه سٺيون شيون، ان صنف ۾ لکيون

* ”مهراڻ“ جي پهرئين پرچي ۾ ڪي چيزون غلطيءَ کان ”آزاد نظم“ جي عنوان هيٺ شايع ٿي ويون هيون - ”مهراڻ“ جي نئين دور شروع ٿيڻ وقت ادارو ان ڳالهه ڏانهن توجهه نه ڏئي سگهيو؛ ان ڪري هاڻ انهيءَ غلطيءَ جو هن ذريعي اعتراف ڪري ٿو، ته جيئن ”آزاد نظم“ جي عنوان متعلق هن خط جي روشنيءَ ۾ ڪا غلط فهمي باقي نه رهي - اداره.

ويون آهن. اردو ٻوليءَ ۾ پڻ اڪثر شاعرن شاندار ڪاميابيءَ سان ”آزاد نظم“ لکيو آهي. ٻيو سبب اهو به ٿي سگهي ٿو ته هو پاڻ اهڙيءَ ڪوشش ۾ ڪامياب ٿيڻ ممڪن نٿا سمجهن؛ ۽ تنهنڪري ٿي مخالفت ڪري، انهيءَ نئين شعري صنف کي ختم ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙي رهيا آهن. منهنجو خيال آهي ته ”آزاد نظم“ ۾ جيڪڏهن توانائي آهي، زنده رهڻ جي صلاحيت آهي ته ان کي ڪوئي به ختم نه ڪري سگهندو. ان جي ابتڙ، جيڪڏهن نون شاعرن ڏانو ته ان جي وسيلي، هو پنهنجي خيالن جو اظهار چڱيءَ طرح نٿا ڪري سگهن ته سنڌي آزاد نظم شايد ختم ٿي وڃي. ان هوندي به ”آزاد نظم“ جي اهميت ڪا ختم ٿيڻ جي آهي؟

سنڌيءَ ۾ ڪيتريون ڪامياب ڪوششون ان ڏس ۾ ٿيل آهن: سڀ کان پهرين، ڪامياب آزاد نظم شيخ ”راز“ جو ”غريبي ۽ اسيري“ آهي. هن ٻيا به ڪيترا ڪامياب آزاد نظم لکيا آهن، جيڪي هن جي شعر جي ڪتاب ”سارنگ“ ۾ ڇپيا آهن، ۽ ”مهراڻ“، ”نئين زندگي“ وغيره رسالن ۾ پڻ شايع ٿيل آهن. تنهن کان سواءِ ”اياز“، ”شمشيرالحيدري“، ”بردو“ سنڌي ۽ ٻين دوستن پڻ نهايت چڱيون چيزون پڻ لکيون آهن. مون پاڻ ”آزاد نظم“ طرف ڌيان پڻ ڏنو آهي.

”آزاد نظم“ جي معنيٰ اها ناهي ته وزن، بحر ۽ شعر جي اصولن کان ”آزاد“ - بلڪ فارسي بحرن جي مقرر ٿيل رڪنن کي گهٽائڻ وڌائڻ سان، آزاد نظم جڙي ٿو. آزاد نظم جي اهميت هڪ مثال ڏيئي ظاهر ڪندس: اڪثر طور ڏٺو ويو آهي ته ”پابند نظم“ ۾ وڌاءُ هوندو آهي - يعني ڪن هنڌ ڪي غير ضروري ڳالهيون به اچي وينديون آهن، جن جو موضوع سان ڪو واسطو ئي نه هوندو آهي. ائين ڇو؟ - ڇاڪاڻ ته خيال ايترو مختصر هوندو آهي، جيڪو جيڪر چئن رڪنن ۾ اچڻ بدران ٻن رڪنن ۾ اچي ته سٺو ٿئي. پر ڇاڪاڻ ته بحر جي ۽ وزن جي پابندي آهي چئن رڪنن ۾ شعر چوڻ جي، تنهنڪري انهيءَ جذبي يا خيال کي ڇڪي تاڻي، لفظن کي وڌائي ۽ دهرائي، انهيءَ پابنديءَ جي پورائي ڪئي ويندي آهي. ان جي ابتڙ وري ڪنهن شعر ۾، خيال ۽ جذبي جو ڦهلاءُ مقرر رڪنن کان وڌي ويندو آهي، ۽ شاعر مختصر طور ۽ ڪَٽ سَٽ ڪرڻ بعد، انهيءَ خيال يا جذبي کي مقرر رڪنن تي بيهاري، نظم تيار ڪندو آهي؛ انهيءَ ڪري شعر ڦڪو، پُسو ۽ اثر کان خالي ٿي پوندو آهي.

”آزاد نظم“ ۾ خيال ۽ جذبي جي ڦهلاءَ، ۽ رڪنن گهٽائڻ وڌائڻ جي سهولت هجڻ سببان، تاثر وڌيڪ هوندو آهي. آزاد نظم ۾ جيڪڏهن قافين جو ٿورو خيال رکيو وڃي (آءٌ رکندو آهيان) ته ان جو اثر ۽ اهميت اڃا به وڌي سگهي ٿي، — اوهان جو......

---

# سنڌي نثر مان مثالي فقرا

ـ ”پياري ميري، گلاب جي گل کي حيا ۽ لڄ جي نشاني ڪري ڄاڻ. گلاب جي رنگ کان وڌيڪ ان جو حجاب سهڻو ٿو لڳي، ڇو ته شرم کان ڪنهن حيا واريءَ ڇوڪريءَ جو منهن ڳاڙهو ٿيو وڃي. انهيءَ مان معلوم ٿو ٿئي ته انهي جي دل اهان صاف ۽ سندس خيال اهان پاڪ آهي. سدوري آهي اها ڇوڪري، جا ڪنهن نامناسب خيال دل ۾ اچڻ ڪري لڄي ٿئي ۽ جنهن جو شرم کان منهن ڳاڙهو ٿي وڃي؛ ڇا لاءِ جو انهي ڪري هوءَ پاڻ سنڀاليندي ۽ خوف خطري ۾ نه پوندي. جي گل حيا کان جلد ڳاڙها ٿا ٿين، تن جي ڳاڙهاڻ گهڻي تائين جٽاءُ ڪندي؛ ۽ جن کي ڪوڙيءَ ۽ خسيس بيحيائيءَ جهڙي خيال ني لڄ جي ڳاڙهاڻ ڳلن تي لڳي اچي، سي سگهوئي ڦڪا ٿيندا، ۽ وقت کان اڳي وڃي قبر ۾ پوندا. سوسن ۽ گلاب جي گلن کي ڪٿي سمجهه ته ٻه ڀيڻيون آهن، جي ٻئي هڪٻئي جي لاءِ آهن. خوبصورت ته اصلي آهن، پر گڏ رهڻ ڪري پاڻ زياده پياريون ٿيون لڳن. انهيءَ طرح، منهنجي پياري ڌيءَ، دل جي پاڪائي ۽ لڄ ٻه نيڪيءَ جون ڄاڙيون ڀينرون آهن، ۽ هڪٻئي کان جدا ٿيڻ جون نه آهن.“ (شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جي انگريزيءَ مان ترجمو ٿيل ڪتاب ”گلن جي نوڪري“ صفحو ١٠ تان ورتل؛ ـ چونڊيندڙ: مينڌري. ع. سعادتي)

ـ ”عام شاعريءَ جي برعڪس علمي ۽ عقلي شاعريءَ جي صورت انهي سال خورده، عيار ۽ نازڪ مزاج عورت جي مثل آهي، جنهن صابڻ جي صفائي، مساڳ جي لالائي، وڳن جي سينگار ۽ ڳهڻ جي جنسار سان پنهنجي حسن کي ڀڪايو آهي، ۽ آواز جي لطافت سان پاڻ وڻايو آهي. مگر حقيقت ۾ اها سوڀيا رڳو انهن جوڙتو نيڪن تي بيٺل آهي، ۽ سندس رنگ ۽ لالائي رڳو پائوڊر جي مهٽ سهٽ ۽ مسي مساڳ جي آهي، ۽ نه جوانيءَ ۽ جوڀن جي. اهڙيءَ طرح علمي ۽ عقلي شاعريءَ جو چٽڪو ۽ چسڪو رڳو وقتي آهي. سندس دلچسپ نزاڪت، ۽ دلڪش رنگت، زبان جي لهس ليٽ لوڏ ڏوڏ ۽ آڏل پٺل بعد جهڪي ۽ جهيمي ٿي وڃي ٿي. مگر ان جي برعڪس عام شاعري فطري ۽ پائدار آهي. جيئن ڳاءِ تيئن مٺي؛ جيئن مهٽ تيئن سرهي. ـ (ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ڪتاب ”ٻولين جي ٻول“ تان ورتل؛ چونڊيندڙ: منگهارام ”اوجها“).

- ”ٻڌندڙ اکيون پوريندا، پاڻ ته ڪا ڏولڪر جي ڏانءِ يا رڻ جي ٻالپ هنيون ٿي ڏارين. آئيني ۾ اکيون کولي نه ڏسندا ته سندن منهن تي مانارو آهي يا چيڏن جيڏا چڱهه. وري سڀ کان ڪلائيندڙ ڳالهه اها آهي، جو هرڪو اڄي ڇهڙيءَ وارو ٻاڻ کي سهڻن جو سردار پيو سمجهندو، ۽ پائيندو ته آءٌ ڪا اسله. چيز ۽ ڏسيڻن جو ڏيو آهيان. جنهن کي نه خال نه خط، نه روپ نه رنگ، نه قد نه قامت، ٻاڪ اڻ لهڙني ڪاٺ وانگيان ٻت جي اڏاوت ني ٿري ٻيٺي هولديس، رڳو اڄاڻ جي آڌار تي ڪرٻل ڪير وانگيان ڦيڏرو پيو لڳندو، ۽ سندس جاري جيڏي ڪاڏي، جنهن تي هولد ڏ. ڏيا وانکا رکي ٻاري سکهجن، سو ٻه ڪاري تي ڪاهي ايندو جيئن ڍڳو ٻڳنوءَ تي. اها خبرني ڪالہ ٻولديس ته سڀ اڄا ڪارن جا محتاج آهن. تارن جي جوت جو مدار رات جي ڪاراڻ تي آهي. حسن جي درٻار ڪارن ڪاڻ سواءِ اهڙي ٻسي ۽ ڦکي ٻيٺي لڳندي، جهڙو ڪنجي جو منهن وارن بنا يا ڏاڃي جي ڏاڙهه.“
- (ورتل ”ادبي آئينو“ تان؛ موڪليندڙ: ماستر الهه بچايو ”ٻچل“ مهراڻوي، لنڪرٻارڪر.)

- ”ڪنهن به قوم جي اخلاق، تهذيب ۽ ترقيءَ جو پتو سندس علم ۽ ادب مان پوي ٿو؛ ڇاڪاڻ ته قوم جا بيدار مغز عالم ۽ اڳوان، فيلسوف ۽ شاعر، پنهنجا خيال ۽ تجربا قلمبند ڪري سان ني قوم جي رهنمائي ڪن ٿا.“ - (شري ميلهارام منگترام واسواڻي جي ڪتاب ”گلستان“ جي ديباچي تان ورتل؛ چولڊ يندڙ: موتيرام سونيجي )

- ”هرڪنهن قوم جي سڀيتا جو سماءُ، ان جي علم ادب مان پوي ٿو. ان جي ترقيءَ جو مدار به ان جي ادبي فهم، احساس ۽ شناس تي آهي. جا قوم پنهنجي ساهتڪ ذخيري کي سالڻ ۽ وڌائڻ جو آدر نه ٿي ڪري، سا جهٽ زبون ۽ آجڙ ٿيو وڃي.“ - (پروفيسر چيتنرام ليکراج ماڙيوالا ۽ پروفيسر ڪلياڻ بولچند آڏواڻي جي لکيل ڪتاب ”ساميءَ“ جي ديباچي تان ورتل؛ چولڊ يندڙ: موتيرام سوليجي.)

---

جي. ايم. سيد

# سنڌي ادب - ڇو ۽ ڇا لاءِ

ميرپور بٺوري ادبي ڪانفرنس (٢٨-٢٩ جنوري ٥٦)
۾ پڙهيل افتتاحي تقرير

پيارا ڀائرو! جڏهن به آءٌ سنڌين کي سنڌي زبان ۽ ادب جي ترقيءَ لاءِ ڪوشش ڪندو ڏسان ٿو، ته نهايت خوش ٿو ٿيان.

هر ملڪ جي رهاڪن وٽ هڪ ٻئي سان تعلقات قائم ڪرڻ، خيالن جي ڏي وٺ، جذبن جي اظهار، گذريل واقعن جي بيان ڪرڻ وغيره واسطي هڪ عام ٻولي هوندي آهي.

اها ٻولي پنهنجي ابتدائي زماني ۾ خام ۽ اڻ پوري ٿيندي آهي، ليڪن وقت گذرڻ ۽ ملڪي رهاڪن جي ترقي ڪرڻ سان انهيءَ زبان ۾ لفظن، ڪهاڻين، شعرن ۽ پهاڪن وغيره جو هڪ وڏو ذخيرو ڪٺو ٿئي ٿو، جنهن جي ڪل مجموعي کي ان ٻوليءَ جو ادب يا ساهت سڏيو وڃي ٿو.

ساڳئي وطن ۾ رهي، هڪ زبان ڳالهائڻ، ۽ هڪ ٻئي سان تعلقات قائم ڪرڻ وسيلي ماڻهن ۾ هڪ قسم جي همجنسيت جو مادو پيدا ٿئي ٿو، جنهنڪري منجهن هڪ قسم جو خاص ڪلچر يا تهذيب ۽ قومي ڪردار پيدا ٿين ٿا - جن جي بنيادن تي هو قوم بڻجيو پون.

هر قوم جي ڪلچر يا سڀيتا جو ذخيرو سندن ادب ذريعي محفوظ ٿئي ٿو - ڪوبه ماڻهن جو مجموعو زبان ۽ ڪلچر کان سواءِ قوم سڏائڻ جو لائق نٿو ٿئي. ساڳيءَ طرح ڪابه زبان ۽ ڪلچر قوم جي وجود کان عليحده رهي نٿا سگهن.

دنيا جو هر ڪم ضرور ڪنهن نه ڪنهن مقصد ۽ مراد سان ٿيندو آهي. ادب به انهيءَ عام قانون کان جدا ٿي نٿو سگهي. جيڪڏهن اوهان سنڌي ادب کي زور وٺائڻ چاهيو ٿا، ته ان لاءِ اوهان کي ٻئي مقصد ۽ مرادون مقرر ڪرڻيون پونديون.

هن ڳالهه کان انڪار ٿي نٿو سگهي ته ڪابه قوم سياسي، اقتصادي ۽ ذهني آزاديءَ کان سواءِ ترقي ڪري نٿي سگهي. ساڳي ڳالهه ادب سان به لاڳو آهي. ادب جي ترقي ۽ تنزل قومن جي قسمتن سان وابسته رهي ٿو.

دنيا "وڏهي جيئڻ" جو ميدان آهي، جنهن ۾ صرف مضبوط ۽ صالح ماڻهو يا قومون سلامت ۽ زنده رهن ٿيون، ۽ ڪمزور ۽ غير صالح فنا ٿيو وڃن. جي قوم جو وجود سلامت آهي، ته ادب به سلامت رهي سگهندو: پر جي قوم خطري ۾ آهي، ته پوءِ ڪئي سو ادبي ڪانفرنسون ڪوٺائجن، مشاعرا ڪجن، ڪتاب لکجن، پر ادب بچي ڪين سگهندو. حاڪم جي نام جي هڪ اوک محڪوم جي سمورين ڪوشش تي پاڻي ڦيرڻ لاءِ ڪافي ٿئي ٿي.

پاڪستان هن وقت ننڍين ۽ وڏين قوميتن لاءِ پاڻ ۾ "وڏهي جيئڻ" جو ميدان ڪارزار بنيل آهي. ڪي ماڻهو ان ۾ سنڌي قوم جي وجود کي ختم ڪرڻ جي دري آهن. سنڌ جي برسر اقتدار طبقي جي خود مطلبي ۽ ڪمزوريءَ ڪري، هو سنڌ جي صوبائي حيثيت کي ختم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا آهن: سنڌن پيو وار سنڌ جي ڪلچر، زبان ۽ ادب تي ٿيڻ وارو آهي.

آئينده سنڌي زبان ۽ ادب کي موت ۽ حياتيءَ جا مقابلا ڪرڻا پوندا. ريڊيو، سينيما، اخبارن ۽ حڪومت جي سرپرستيءَ کي سنڌن برخلاف ڪتب آندو ويندو. هن وقت ته صرف سنڌي زبان کي قومي ۽ سرڪاري زبان جي درجي تان لاٿو ويو آهي، ليڪن اڳتي هلي شايد ان جي ذريعي ابتدائي تعليم ڏيڻ کان به سنڌين کي محروم ڪيو وڃي. ڪراچيءَ ۾ اختيار ڪيل برتاءُ جو مثال اسان جي اکين اڳيان آهي.

اهڙين حالتن هيٺ سنڌي زبان ۽ ادب کي بچائڻ ڪو معمولي ڪم ڪونه آهي. اوهان جا سياسي "عيوضي" سنڌ کي ڌارين جي ماتحت ٿيڻ کان بچائڻ ۾ ڪامياب نه ٿيا. هاڻ ادبين جي آزمائش جو وقت آيو آهي - جيڪڏهين اوهان ان ڳالهه ۾ ڪامياب ٿيڻ گهرو ٿا، ته اوهان کي ڪن خاص بنيادي اصولن جي آڌار تي سنڌي ادب کي تعمير ڪرڻو پوندو.

منهنجي سمجهه ۾ هيٺيان ٽي نقطا انهيءَ مقصد جي حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري نظر اچن ٿا:

(۱) سنڌين جي جداگانه قوميت جي بنياد تي سنڌي ادب جي تعمير ڪرڻ؛

(۲) سنڌي ادب کي سنڌ جي ڪلچر ۽ زبان جو محافظ ڪري سمجهڻ؛ ۽

(۳) سنڌي ادب کي جذباتي ۽ مذهبي بنيادن جي عيوض عقل ۽ علم جي بنياد تي اڏڻ.

## (۱) سنڌين جي جداگانه قوميت جي بنياد تي سنڌي ادب جي تعمير ڪرڻ؛

سڀ کان اول ادبين کي هن مسئلي بابت پنهنجن ذهنن کي صاف ڪرڻو پوندو ته آيا سنڌ جا رهاڪو وطن، زبان، ڪلچر، قومي ڪردار ۽ اقتصادي مفاد جي بنيادن تي جدا قوم آهن يا نه؟

جي سنڌي جدا قوم نه آهن، ته پوءِ سنڌن جداگانه زبان ۽ ادب هئڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟

ان حالت ۾ ساري پاڪستان ملڪ جي زبان ۽ ادب کي گڏي هڪ ڪرڻ جون ڪوششون ٿينديون: ۽ سنڌين جي جدا زبان ۽ ادب کي قائم رکڻ "قوم" ۾ انتشار ۽ ڪمزوريءَ جو باعث شمار ڪيو ويندو.

۾ جي اسين سنڌين کي سنڌين قديم روايات، تاريخي ۽ فطري حقيقتن جي لحاظ کان وطن، زبان، ڪلچر، قومي ڪردار ۽ اقتصادي مفاد جي بنيادن تي جدا قوم تسليم ڪندا سون، ته پوءِ سنڌين اهو بنيادي حق ڏيندو ته پنهنجي ڪلچر، زبان ۽ ادب جي حفاظت ڪن - ۽ اها ڳالهه به پڌري پٽي آهي ته انهن جي صحيح معنيٰ ۾ حفاظت تيستائين ڪين ٿي سگهندي، جيستائين اهيءَ قوم جي ماڻهن کي سياسي ۽ اقتصادي آزادي نصيب نه هوندي. سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته "وڪاڻل گهوڙن جا سُلهه ڪونه چڪائبا آهن"- ان وانگر، جا قوم پاڻ غلام هوندي، سا پنهنجي ڪلچر، زبان ۽ ادب کي ڪهڙيءَ طرح محفوظ رکي سگهندي!

ون يونٽ ڪرڻ سان صوبي سنڌ جي جداگانه حيثيت ختم ڪري، ان کي اهڙي نمولي رکيو ويو آهي، جنهن ۾ هتي جا رهاڪو پرواري وڏي صوبي جا تابع ٿي چڪا آهن، جنهن صوبي جي رهاڪن جا مفاد اسان جي مفادن کان علحده آهن. موجوده حالت ۾ اسان ڪيڏي به ڪوشش ڪنداسون، پر سنڌي ڪلچر، زبان ۽ ادب کي بچائڻ مشڪل ڪم آهي. ان جي بچائڻ جو راز سنڌ کي وري جدا صوبي جي حيثيت ۾ آڻڻ منجهه سمايل آهي. هن وقت جنهن صورت ۾ سنڌ ديس جي ڪا جدا هستي ڪانه آهي، ان ڪري سنڌ جو ادب ڪهڙن بنيادن تي قائم ۽ سلامت رکي سگهبو، سو منهنجي سمجهه کان ٻاهر آهي.

ٻانرو، جيڪڏهن سنڌ جي ادب ۽ زبان کي بچائڻو آهي، ته سنڌي ادب جي مقصدن ۾ هڪ ڳالهه داخل ڪرڻ لازمي آهي؛ ۽ اها هيءَ ته عوام ۾ قومي بيداري ۽ سياسي شعور پيدا ڪري منجهن آزاديءَ جو جذبو پيدا ڪرڻ ادب جو لازمي مقصد آهي.

اسان جو مٿيون طبقو مردار ۽ نڪمو ٿي چڪو آهي. ڪن صاحبن ته حالتن جي بدلجڻ ڪري گهرن ۾ به سنڌيءَ ۾ ڳالهائڻ ڇڏي ڏنو آهي. ڪن وري ٻين صوبن مان شاديون ڪرڻ يا سڱ ڏيڻ کي پسند ڪيو آهي، جنهن جو لازمي نتيجو اهو نڪرڻو آهي ته آهستي آهستي انهن ماڻهن جي گهرن مان به سنڌي زبان غائب ٿي ويندي. تنهنڪري جيڪڏهن ملڪ ۾ قومي بيداري پيدا ڪرڻي آهي، ته پوءِ اسان جا شعر، مضمون، افسانا ۽ ڪتاب سمورا حب الوطنيءَ ۽ قومي غيرت جي جذبي سان ضرور ڀرپور هئڻ گهرجن.

هاڻ اسان جو توجهه سنڌي ادب کي عشقيه مضمونن جي عيوض، ان جي بلاغت ۽ فصاحت، قومي محبت، آزاديءَ جي جذبي ۽ قوم مٿان پرواني وار قربانيءَ جي ڳالهين ڏانهن هئڻ گهرجي. زنده قومن جي ادب ۾ روح ۽ زندگي ٿئي؛ مرده ۽ پست پيل قومن جو ادب مرثيه خواني، دنيا جي فاني هجڻ، آخرت جي قصن ۽ محض درد، فراق ۽ معشوق جي ساراهه سان ڀريل ٿئي ٿو.

تازو آئرلنڊ ۽ بنگال مان ٿي آيو آهيان. اتي سياسي بيداري پيدا ٿيڻ ڪري، ادب جي نثر ۽ نظم جو گهڻو حصو قومي محبت، آزاديءَ جي جذبي، عوام جي ڀلي، هاريءَ ۽ مزدور طبقي جي همت افزائيءَ لاءِ صرف ڪيو وڃي ٿو. اتي معشوق جي نازن نخرن، بلبل

۽ ڪل، چنڊ ۽ تارن جي ساراه وغيره جهڙا موضوع پنهنجا اثر گهٽ قدر وڃائي ويٺا آهن.
اُئين پڻ معلوم ٿيو، ڄڻ هڪ جوان قوم نئون پيغام ساڻ ڪري صفحه هستي تي ظاهر ٿي رهي
آهي. اسان کي انهيءَ مان سبق وٺڻ گهرجي. هنن جا مسئلا گهٽ قدر اسان جي مسئلن جهڙا
آهن. هنن چولدن ۾ ڪاميابي حاصل ڪري، لٺين حڪومت طاقت ۾ آندي، ته انهيءَ کي
ڊسمس ڪري گورنري راڄ قائم ڪيو ويو ۽ ملڪي ڪارڪنن کي جيل ۾ اماڻيو ويو. جڏهن
اتي جا عيوضي ٻاڻ ۾ لڙي مرڪزي حڪام جي تابع ٿيا، ته ڪين وري طاقت ۾ آندو ويو.
ٻنگال سان ٻولي، اقتصادي مفاد، نوڪرين وغيره ۾ ماٽي جي ماءُ وارو ورتاءُ ورتو ويو آهي.
۽ هاڻ هو سجاڳ ٿيا آهن. گهڻو وقت هو پنهنجي قومي بيعزتي برداشت ڪري نه سگهندا.
هاڻ اوهان جو وارو آهي. اسان سان ڪافي بي انصافيون ٿي چڪيون آهن. سنڌ جي وجود
کي ختم ڪيو ويو آهي. اسان جي ڪارڪنن کي جيلن ۾ پوسايو ويو آهي. سنڌي زبان
کي سرڪاري زبان تسليم نه ڪيو ويو آهي. سنڌ جي لون براجن جي زمينن تي ٻاهرين جي
ڪالونين ٺاهڻ جا سانباها آهن. سنڌ جي تعمير جي جملي نين تجويزن کي بند ڪيو ويو آهي.
نوڪرين، واپار ۽ ڪارخانن ۾ سنڌين سان ماٽي جي ماءُ وارو ورتاءُ اختيار ڪيو ويو آهي.
اوهان جا سياسي عيوضي قومي غيرت وڃائي، طوق غلامي پائڻ لاءِ رضامند ٿي چڪا آهن.
هاڻ اديبن تي ڇڏيل آهي، ته قوم کي خواب غفلت مان بيدار ڪري، منجهن آزاديءَ جو
امر جذبو پيدا ڪن.

تازو "مهراڻ" رسالي ۾ ميان عبدالڪريم گدائيءَ جا چند بيت نظر مان گذريا، جي
پڙهي نهايت خوشي ٿي. ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته هتي به شاعرن ان طرف توجهه ڏيڻ شروع
ڪيو آهي. پر حقيقي خوشي تڏهن ٿيندي، جڏهن سنڌيءَ جو هر شعر ۽ هر مضمون ۽
افسانو انهيءَ جذبي سان لکيل ڏسان.

هن وقت سنڌي ڪلچر ۽ زبان واقعي خطري جي گهيري هيٺ آيل آهن. انهن جي
بچاءَ جو راز ان ڳالهه ۾ لڪل آهي ته اسان پنهنجي ادب کي قومي خودشناسيءَ، آزاديءَ
جي جذبي، فردن جي قوم لاءِ قربانيءَ، ڪلچر ۽ زبان جي حفاظت جي ذخيري سان
پوري ڇڏيون.

اسان جي سنڌي زبان ۽ ڪلچر ڇهن هزارن ورهين جي روايات جا حامل آهن. سنڌي زبان
انڊو آرين زبانن جي نسل ۾ خاص حيثيت رکي ٿي. اها سنسڪرت جي وڏي ڀيڻ آهي. اڄ
ڪي ڪم فهم ماڻهو اردو جهڙي بي وطن ۽ بي قوم زبان جي ڄار ۾ ڦاسي، پنهنجي زبان
جي اهميت کي وساري رهيا آهن. انهيءَ مرض کان انهن کي بچائڻو پوندو- پنهنجي ماڻهن
کي "سون تي به سيڻ نه مٽڻ" جو سبق سيکارڻو آهي؛ هتي ته پتل تي سيڻ مٽجڻ جا سعيا
ٿي رهيا آهن!

اسان کي پنهنجي ۽ پرائي جي تميز ڏارڻي آهي، ۽ پين جي محلن، زريفتن، مترجي طعامن کان پنهنجي جهوپڙين، ڪتن ۽ لوين، ڏٿ ۽ ٻيرن کي وڏيڪ سمجهڻ جي تعليم ڏيڻي آهي.

اها ڳالهه ڪنهن کان مخفي نه آهي ته ڪي ماڻهو سنڌي زبان کي ختم ڪري، ان جي جاءِ تي اردو زبان کي رائج ڪرڻ گهرن ٿا. اهي هيئنر سنڌي زبان ۽ ڪلچر تي مسخريون ڪري رهيا آهن. ڪي ته منجهانئن ايتري قدر جوش ۾ اچي وڃن ٿا ۽ ظاهر ظهور چيو ڏين ته "خود پاڪستان به انهيءَ مقصد خاطر ٺاهيو ويو هو: جي اهو مقصد حاصل نه ٿيو ته پوءِ پاڪستان ڪهڙي ڪم جو ٿيندو؟"

تنهنڪري اردو سنڌيءَ جي سوڀ ٿيڻي چڪي آهي. سنڌيءَ ۾ مثل مشهور آهي ته "پن ترارين جاءِ، ڪانهي هڪ مياڻ ۾": پنهي ٻولين جي محبت هڪ دل ۾ رکڻ بيڪار آهي. اسان کي سنڌيءَ جي زور وٺائڻ جو قطعي فيصلو ڪرڻو پوندو. ڪتابن جي ذخيري، شعر، اخبارن، سينما ۽ راڳ جي جملي ذريعن کي ان جي زور وٺائڻ لاءِ ڪتب آڻڻو آهي. سنڌي زبان کي قومي ۽ سرڪاري زبان جي درجي تي آڻڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻي آهي.

ڀارت ۾ لڏي ويل هندن جي سنڌيءَ لاءِ جدوجهد مان اسان کي سبق وٺڻ گهرجي ۽ اسان کي پنهنجي گذشته تاريخ مان به سبق وٺڻ گهرجي. هڪ وقت جڏهين ملن ۽ مولوين مذهب کي تنگ دائري ۾ آڻي ڇڏيو هو، ته سوين صوفي ۽ شاعر لڪري لروار ٿيا، جن هزارها ڪلام مذهبي تنگ دليءَ جي برخلاف چيا، ۽ هر هنڌ راڳ جي مجلسن ۾ انهن ڪلامن کي ڳارايو ويو، سوين سيلاني فقير ۽ راڳيندڙ پيدا ڪيا ويا، جن ڪوٺين، بازارين ۽ مجلسن ۾ انهن کي ڳائي، سندن تعليم جو پرچار ڪيو. اسان کي به اهڙين قسم جا شعر مجلسن ۾ ڳائڻ لاءِ فقيرن ۽ راڳيندڙن کي سيکارڻ گهرجن. سنڌي فلم، رڪارڊ وغيره ڏسڻ ۽ ٻڌڻ گهرجن؛ سنڌي ڪتابن، رسالن ۽ اخبارن کي زياده پڙهجي. جيسين تائين اسين اهو جذبو نه رکنداسون، ان وقت تائين نه اسان جي ادبين جو قدر ٿيندو، نه راڳيندڙن جي همت افزائي ٿيندي، نه قومي غيرت ئي اسان جي دلين ۾ پختي ٿيندي.

اڄ ڪلهه پاڪستان ۾، قوميت جي ٽن نظرين ۾ ويساهه رکندڙ ماڻهو موجود آهن. هڪ نظريي وارا پاڪستان جي جملي مسلمانن کي اعتقاد جي بنياد تي جدا قوم ٿا مڃين؛ ٻيا وري پاڪستان جي جملي رهاڪن کي بنا تميز مذهب جي هڪ يڪي پاڪستاني قوم مڃڻ جا حامي آهن؛ ٽيا وري اهي آهن جي وطن، قوم، ڪلچر، قومي ڪردار ۽ اقتصادي مفاد جي بنيادن تي پاڪستان کي بنگالي، سنڌي، پنجابي، بلوچ ۽ پختون قومن جو وطن ٿا مڃين. انهن ٽنهي نظرين ۾ اعتقاد رکندڙ حضرات کي پنهنجا جدا فلسفا، دليل ۽ رايا آهن، ۽ منجهانئن هر هڪ پنهنجي پنهنجي نظريي جي ثبوت ۾ ڪافي ڪتاب لکي، ادب کي خاص رنگ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

اسان جي اديبن ۽ عالمن کي بہ انهن ڳالهين بنسبت پنهنجن ذهنن کي صاف ڪرڻو پوندو. جماعت اسلامي، اسلام ليگ، علامہ اقبال ۽ ڪيترن پنجاب ۽ يو. پي جي حضرات جي ڪتابن ۽ مضمونن جي سموري ڪوشش ادب کي پورن اٺن نظريي جي رنگ ۾ رڱڻ طرف وڌل آهي: "اسلام"، "پاڪستان" ۽ "مسلمان قوم" جي حربن کي هو پنهنجي جدوجهد ۾ استعمال ڪن ٿا.

سنڌي قوم، ان جي ڪلچر، زبان ۽ ادب جا سوال ساڳئي وقت مٿين قسم جي تعليم سان گڏ هلي ڪونہ سگهندا. جيڪڏهين پاڪستان جي مسلمانن کي هڪ قوم ڪري قبول ڪبو، تہ پوءِ انهن جو ڪلچر، زبان ۽ ادب بہ هڪ ئي ڪرڻو پوندو. جي سنڌي ڪلچر، زبان ۽ ادب کي بچائڻو آهي، تہ سنڌين جي جدا ڳالهہ قوميت جي اصول کي مڃڻو ئي پوندو.

مٿي ذڪر ڪيل جماعتن يا حضرات جي تعليم سنڌي قوميت جي منافي آهي. تنهنڪري جيڪي ماڻهو سنڌ جا خيرخواهہ ٿيڻ گهرن ٿا، تن کي اهڙين جماعتن ۽ حضرات جي جذباتي ڳالهين جي ڌوڪي کان خبردار رهڻو پوندو. سنڌين کي اسلام ۽ پاڪستان جي نالي ۾ گهڻو ڌوڪو ڏنو ويو آهي. ان ڪري سنڌي ادب کي وطن جي محبت ۽ ماروئڙن جي سڪ سان ڀرپور ڪرڻو پوندو - ان کي اهڙيءَ هر ڳالهہ کان پاسي رکڻو پوندو، جا اسان کي سنڌ جي محبت کان دور ڪري.

سنڌي شعر تي تصوف، درد، فراق، مرثيہ خواني، گل و بلبل جهڙا موضوع ۽ طرز بيان گهڻو حاوي آهن. انهيءَ ڪري ماڻهن ۾ ڪمزوري، بزدلي، گوشہ نشيني، عياشي، تقليد ۽ نقاليءَ جون عادتون پيدا ٿيون ٿيون. هاڻ وقت آيو آهي تہ ماڻهن کي بهادري، سرفروشي، آزاديءَ جي جذبي، قربانيءَ ۽ قومي غيرت جي تعليم ڏني وڃي. انڪري اوهان کي سنڌي ادب کي انهيءَ رنگ ۾ رڱڻو آهي. منهنجي دعا آهي تہ اوهان اديب ۽ شاعر اسان جي، يعني سنڌ جي مستقبل کي درست ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو!

انهن لفظن سان مان ڪانفرنس جو افتتاح ٿو ڪريان!

# سورهين سنڌي ادبي ڪانفرنس جي ڪارروائي

سورهين سنڌي ادبي ڪانفرنس جناح باغ، لاڙڪاڻي ۾ تاريخ ٩-١٠ ۽ ١١ اپريل ١٩٥٦ع تي منعقد ٿي. سنڌ مان نه فقط اديب، مگر سنڌي زبان جا گهڻگهرا ۽ قومي ڪارڪن پڻ اچي شامل ٿيا هئا. سنڌي زبان بابت عام راءِ کي، هن ڪانفرنس ذريعي ظاهر ڪرڻ جي ليک مقصد، هن موقعي تي لاڙڪاڻي جي سياسي رقابت کي ۽ عارضي طور ختم ڪري ڇڏيو هو، ۽ محمد ايوب کهڙي توڙي قاضي فضل الله جي طرفن جا ماڻهو ڪارڪنن جي حيثيت ۾ گڏجي ڪم ڪري رهيا هئا. ڪانفرنس جي انتظام توڙي اجلاسن ۾، نوجوانن جو وڏو هٿ هو، ۽ هيءَ ڪانفرنس سنڌ جي نوجوان طبقي جي همت ۽ سنجيدگيءَ جو بهترين آئينو هئي.

ڪانفرنس جو پهريون اجلاس ٩ تاريخ ٥ بجي زير صدارت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ شروع ٿيو. جنرل سيڪريٽري مسٽر عبدالغفور پرڳڙيءَ ڪانفرنس جي پروگرام تي روشني وڌي ۽ استقباليه ڪميٽي جي چيئرمن مسٽر علي گوهر کهڙي، پنهنجو 'خطبه استقباليه' پيش ڪيو، جنهن ۾ هن صاحب چيو ته "مادري زبان جي ڏکوئيندڙ پڪار ڪان متاثر ٿيندي، سنڌ جو هر فرد رنجيده ٿي چڪو آهي، ۽ هر طرف کان صدائي احتجاج بلند آهي. اهڙيءَ کهڙيءَ ۾ لاڙڪاڻي واسين سورهين سنڌي ادبي ڪانفرنس کي عملي صورت ڏيئي، سنڌيءَ جي شيدائن خاطر هڪ ميدان پيدا ڪيو آهي."

ان بعد، جنرل سيڪريٽريءَ ڪانفرنس آڏو جناب علامه آءِ.آءِ. قاضي، وائس چانسيلر، سنڌ يونيورسٽي جو بصيرت افروز پيغام پڙهي ٻڌايو، جنهن ۾ آخري طور هي سبق پيش ڪيل هو ته "سنڌي ٻولي فقط ايستائين زنده رهي سگهي ٿي، جيستائين اوهين زنده آهيو، ۽ هڪ صحتمند زندگي گذاري رهيا آهيو.........جڏهين اوهان پنهنجي شاندار ماضيءَ مان سبق حاصل ڪرڻ ڇڏي ڏيندا، ۽ پنهنجي فڪر ۽ قوت تخليق ذريعي، نون خيالن پيدا ڪرڻ جي بدران محض جامد جسم بنجي ويندا، تڏهين قانون فطرت مطابق نه توهين رهندا، ۽ نه توهان جي ٻولي!"

ان بعد هن ڪانفرنس جي صدر، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، پنهنجو عالمانه خطبو پيش ڪيو، جنهن ۾ هن صاحب سنڌيءَ جي تاريخي، علمي ۽ تمدني اهميت تي روشني وڌي؛ ۽ اسلامي تاريخ ۽ روايات، توڙي يورپ جي تاريخي تجربي جي بنا تي ثابت ڪيو، ته جيئن ڪنهن به قوم کي گهڻي وقت تائين غلام نٿو رکي سگهجي، تيئن ڪنهن ٻوليءَ کي به ملڪ

٣. ڪراچي شهر ۾، ١٧ اپريل تي، شام جو، ورسي ميڙ ملهايو وڃي؛ ۽

٤. ١٨ اپريل تي، صبح جو سوير، سرڳواسيءَ جا سنڪ ڪٺي، حيدرآباد ۾ آڻجن؛ ۽ شام جو، مٺين دوستن جي سنگ ۽ سات سان، نهايت سنجيدي ۽ ماتمي ڍنگ ۾ درياهه ڏانهن هلي، سنڪ سنڌو ساگر ۾ پرواهه ڪجن.

مٿين پروگرام کي عملي روپ ڏيارڻ لاءِ، پروگرام جا تفصيل ڪراچيءَ ۽ سنڌ جي اخبارن ۾ شايع ڪرايا ويا. ورسي ڪاميٽيءَ پاران، سنڌ ۽ هند ۾ وسندڙ سنڌي اديبن، شاعرن ۽ سنڌي ٻوليءَ سان قرب رکندڙ دوستن ڏانهن ليٽر پتر ۽ پروگرام جا تفصيل، ٽپال رستي موڪليا ويا. موٽ ۾، ڪيترن سڄڻن وٽان نهايت سهڻا ۽ ڀاوڪا جواب آيا، جن ۾ سرڳواسي صاحب لاءِ سڪ ۽ شردا جو اظهار ٿيل هو.

ڪراچي ۽ سنڌ جي پنجن سنڌي روزانين، ١٨ اپريل وارين اخبارن ۾، سرڳواسيءَ جي بلاڪ سان، سندس زندگيءَ جا ڪي ورق ۽ سنڌي ادب جي راهه ۾ ڪيل خدمتن تي روشني وجهندڙ ليک ڇپيا.

سنڌي ادبي بورڊ، سرڳواسيءَ جي يادگيريءَ ۾، سندس هڪ عمدو ڪتاب "سون ورنيون ڏليون" ٻيهر ڇاپي هيٺ آڻي، ١٨ اپريل تي پڌرو ڪيو.

ورسي ڪاميٽيءَ جي پروگرام پٽاندڙ، ١٧ اپريل تي، ڪراچي شهر ۾، اين. جي. وي هاءِ سڪول ۾، شام جو ساڍي پنجين بجي ورسي ميڙ ٿيو. ميڙ جي صدارت مسٽر عثمان علي انصاريءَ، ڊائريڪٽر آف ايجوڪيشن، سنڌ ڪئي. انصاري صاحب، سرڳواسي صاحب جو پيارو ڀريتر ۽ ساٿي هو.

ورسي ميڙ ۾، جي پاتر اچي شريڪ ٿيا، تن مان هيٺين صاحبن جا نالا ذڪر لائق آهن: مسٽر عثمان علي انصاري، شيخ عبدالمجيد صاحب، سيٺ سڪه ڏيو، مسز گل مينوالا، پروفيسر عبدالعلي قلباڻي، مسٽر ايم. بي. ٽهلراماڻي، مسٽر رباڏي، قاضي فيض محمد صاحب، محمد ابراهيم جويو، مسٽر محمد عرس سومرو، مسٽر عبدالواحد سنڌي ۽ ٻيا.

صدر صاحب، موقعي تي، اوائلي ٻه اکر چولدي، شيخ عبدالمجيد صاحب کي پنهنجي تقرير ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو. شيخ صاحب پنهنجي تقرير ۾ چيو: "مان سرڳواسي مسٽر لالچند امرڏنومل جي جهونن شاگردن مان هڪ آهيان. مسٽر لالچند، نه فقط اديب هو، بلڪ هڪ صاف دل صوفي هو. ڪو زمانو هو، جو سنڌ ۾ هندو مسلم نفاق جي لهر اڀري هئي، ۽ انهيءَ وقت جا گهڻا سارا مکيه هندو مسلم سنڌي اڳوان انهيءَ نفاق جي وهڪري ۾ وهي ويا، ۽ ڪٽرپڻي ۽ تعصب جا شڪار بڻجي چڪا. لالچند اهو شخص هو، جو انهيءَ وهڪ ۾ نه وهيو ۽ ثابت قدم رهيو. اها حقيقت سرڳواسيءَ جي اعليٰ شخصيت جي ساک ٿي ڀري."

تقرير جو سلسلو جاري رکندي، شيخ صاحب هڪ عجيب ۽ غريب ڳالهه جو ذڪر ڪيو. جي "اها ڳالهه، ورهين ڪان، دل ۾ سانڍيندو ٿو اچان. اها ڳالهه مولانا عبيدالله

سنڌيءَ کان ٻڌي هير. مولانا صاحب ٻڌايو هوم ته سر گِواسي لالچند، اسلام جي پيغمبر صاحب جي حياتيءَ جو احوال انهيءَ واقعي بعد لکيو، جڏهين، هن پنهنجي هڪ سپني ۾ پيغمبر صاحب کي ڏٺو هو. لالچند اهو ڪتاب نه صرف پاڻ لکيو، پر پنهنجي خرچ سان ڇپائي ظاهر پڻ ڪيائين. اهو ڪتاب، سنڌي ٻوليءَ ۾، پنهنجي طرز جو، پهريون ئي ڪتاب هو.

"لالچند خوشيءَ سان وطن نه ڇڏيو. ڪيس هڪ ٿي ليائي هئي، جنهن جي صدقي، ڪيس ٻيني وڃڻو پيو ۽ ائين چنجي ته ڪيس مجبور ٿي ڇڏڻو پيو.

"سرگواسي جيٺمل پرسرام ۽ لالچند امرڏنومل جگتياڻي اعلى درجي جا سنڌي اديب هئا، جن تي سنڌي قوم، هروقت، ناز ۽ فخر وٺي سگهي ٿي. سنڌي قوم سندن شاندار خدمتن کي وساري نٿي سگهي. سرگواسي مسٽر لالچند جي خواهش، ته سندس هائيون سنڌوءَ ۾ پرواهه ڪيون وڃن، پنهنجي پياري وطن لاءِ هڪ حد درجي جي محبت جو اظهار آهي. اهڙي موقعي لاءِ مان ائين ٿي چوندس ته اچو ته انهيءَ ثواب ۾ شريڪ ٿيون!"

مسز گل مينوالا، پريزيڊنٽ ٿياسافيڪل سوسائٽي، ڪراچيءَ، پنهنجي تقرير ۾ چيو ته "مون کي ارمان آهي جو مان سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ ڳالهائي نٿي سگهان، جيتوڻيڪ منهنجو جنم سنڌ ديس ۾ ٿي ٿيو آهي.

"سنڌين جي اها هڪ خاصيت آهي جو ڪين پنهنجي ٻوليءَ ۽ تهذيب لاءِ بي الت چاهه ۽ شرڌا آهي. اها خاصيت، هڪ اهڙي پڪي ڳنڍ آهي، جنهن وسيلي، سنڌ جا هندو ۽ مسلمان پاڻ ۾ ڳنڍيا پيا آهن ۽ ڪين ڌار ڪري نٿو سگهجي. گردش جي چڪر ۾ اچي، سنڌ جا هندو، هن وقت، هند ۾ وسي رهيا آهن. اها حقيقت آهي ۽ انهيءَ ۾ ذرو به وڌاءُ ڪونهي، ته سنڌ جي هندن، هندستان ۾ به، لنڍي پيماني تي سنڌ برپا ڪري ڇڏي آهي، جتي سنڌي تهذيب جهلڪا ڏيئي رهي آهي. اهڙو قدر ڪٿي، سنڌين پنهنجي ٻوليءَ، ادب ۽ تهذيب لاءِ محبت جو سهڻو اظهار ڪيو آهي.

"سرگواسي لالچند ذاتيءَ پيٽي سنڌي هو. هندو هو، پر ان کان وڌ، سنڌي هو. ٿياسافسٽ هئڻ سبب، سڀني مذهبن لاءِ عزت ۽ پريم هيس. اسلام جي خوبين کي ظاهر ڪرڻ سان به وڏا وس ڪيا هئائين.

"سرگواسي صاحب، هندو مسلم ايڪتا ۽ ميلاپ جو وڏو حامي هو. انهيءَ ڏس ۾، سندس خدمتون نهايت شاندار هيون. ساهت جو ڪوڏيو هو. ناموڪو ليکڪ ۽ مصنف هو. سندس تقريرون سهڻيون ۽ وزندار هيون. آدرشي ۽ قابل انسان هو. صداقت جو ته سائين هو. سنڌڙيءَ جي بهتريءَ ۽ واڌاري جي ڏس ۾ سندس ڪيل خدمتون، اسان لاءِ شاندار مثال آهن ۽ ٿي رهندا.

"سياست جو چڪر اهڙو اچي پيو آهي، جو جنهن زمين کي 'سنڌ' ڪري سڏيو هو، تنهن کي، اڄ، سنڌ ٽالي سان نٿو ڪوٺيو وڃي. ڪجهه به هجي، پر، اها حقيقت آهي ته

سنڌي سنڌ کي وساري نٿا سگهن. منهنجو اهو عقيدو آهي، ته دنيا ۾ ٻيو، اهڙو ڪو ملڪ ڪونهي، جو سنڌ جهڙو ٿي سگهي. سنڌ اها آزاد زمين آهي، جنهن ۾ شاهه، سچل ۽ ساميءَ جهڙا ماڪارا شاعر ۽ درويش پيدا ٿيا، ۽ جنهن ۾ ويدانت ۽ تصوف جو عجيب ميلاپ ٿيو، ۽ سنڌين جي روزمره واري جيوت ۾ انهيءَ عجيب ميلاپ جو نمايان اثر رهيو.

”ڪجهه سال اڳ، منهنجو ممبئي شهر ۾ وڃڻ ٿيو هو ۽ اتي لالچند سان اوچتو گڏجڻ ٿيو هو. انهيءَ ملاقات ۾، لالچند پنهنجي پياري سنڌ ڙيءَ نسبت، مون کان ايڪ سوال پڇڻ شروع ڪيا ۽ حال احوال ورتو. سندس سيني ۾، پنهنجي وطن لاءِ، حد درجي جي اڪير ۽ محبت موجود هئي. انهيءَ حقيقت جي اها به ثابتي موجود آهي، جو سندس آخرين سنڪ به سنڌو ساگر ۾ پرواهه ڪرڻ لاءِ اچي پهتا آهن.“

انهيءَ بعد، مسٽر عثمان علي انصاريءَ پنهنجي صدارتي تقرير ڪئي، چي: ”لالچند هندو هو، ۽ مان مسلمان؛ پر اسان جا پاڻ ۾ ناتا نهايت گهاٽا هئا. هو منهنجو دوست هو، بلڪ دوست کان وڌيڪ هو. هو منهنجو ڀاءُ هو، بلڪ ڀاءُ کان به وڌيڪ هو. زندگيءَ جا ڪچ سال گڏ گذارياسون ۽ سير سفر ڪياسون. هو سهڻو ساٿي هو. ياد اٿم، ته ٽنگ کي ضرب رسڻ سبب، اسپتال ۾ داخل ٿيو هوس. ڪجهه مهنا اسپتال ۾ رهڻو پيو. لالچند ڪراچيءَ مان ڪهي، حيدرآباد ۾ ايندو هو. منهنجي گهر واريءَ ۽ ٻارن جي، هروقت دل وندرائيندو هو. نه فقط ايترو، بلڪ، پيري پيري سان منهنجي گهرواريءَ کي ڪالهه ڪا موچاري رقم ڏيئي ويندو هو. انهيءَ ڳالهه جي سڌ، فقط منهنجي گهر واريءَ ۽ کيس رهي. منهنجي ڪنن تي، انهيءَ ڳالهه جو پرلاءُ به ڪونه وڌائون. اهڙو هو دلير دل دوست!

”پيري (وڏي عمر)، پنهنجيءَ ۾ ٻ، هڪ مرض آهي. پر، لالچند، صحت جي لحاظ کان ڪو خاص پيريءَ کي به پري رکندو آيو. سگهارو جسم رکندو آيو. تمام سٺي ڪاڌي کائڻ جو شوقين هو.

”لالچند کي سنڌيءَ ٻوليءَ ۽ سنڌي ادب سان لنؤ لڳل هئي. انهيءَ ڏس ۾ سندس خدمتون لاثاني آهن. چڱيءَ ريت ياد اٿم ته لالچند مرڪزي سنڌي ادبي صلاحڪار بورڊ جو جائنٽ سيڪريٽري هو ۽ منهنجي آفيس ۾ اچي ڪم ڪندو هو. اها ڪار هئي، جو ساڳئي ٽيبل تي ويهي ڪم ڪندا هئاسون، پر هو پنهنجي ڪم ۾ رڌل ۽ مان پنهنجي ڪاروبار ۾ مشغول. ڪلاڪن جا ڪلاڪ گذري ويندا هئا، پر پاڻ ۾ ڪونه ڳالهائيندا هئاسون.

”لالچند، سنڌ مان، ممبئي ويو هو. پر، هميشه لاءِ وڃڻ جي اراديءَ سان نه ويو هو. موٽي اچڻ جو خيال ڪري ويو هو. پنهنجي ڌيءَ ۽ سندس ٻارن سان حد درجي جي محبت هيس. انهيءَ ڪشمڪش ۾ ڦاسي ويو هو. سندس سيڻ ۽ پيارو پريتم، جيٺمل پرسرام به ممبئي ۾ رهائش وٺي ويو هو. ممبئي ويو ۽ حالتن سبب اٽڪي پيو. واپس نه وري، ليڪن هن اها راهه ورتي، جا اسان سڀني لاءِ آهي. سندس سائيهه لاءِ سڪ جو لاثاني مثال اسان اڳيان موجود

آهي، جو سنڌس سنگ، بمبئي مان ڪجي ڪراچيءَ ۾ پهچي ويا آهن، جي سڀان، سنڌس ورسيءَ جي ڏينهن، سنڌ وٺنديءَ ۾ پرواهه ڪيا ويندا.“

بجاءِ ۾، ورسيءَ جي سلسلي ۾، ١٨ تاريخ واري پروگرام جا تفصيل ميڙ ۾ پڌايا ويا؛ جنهن بعد، ميڙ ختم ٿيو.

١٨ اپريل صبوح جو ساڍي ڇهين بجي، عثمان علي انصاري، عبدالواحد سنڌي، سرت لرسمهار، شفيع محمد علوي ۽ موتيرام ايس. راموائي، سرڳواسيءَ جا سنگ کڻي، موٽرڪار جي رستي، ڪراچيءَ کان حيدرآباد لاءِ روانا ٿيا؛ ۽ حيدرآباد ۾ اينئي امانت طور في الحال بيسنٽ هال ۾ رکيا ويا.

پروگرام پٽاندر، بيسنٽ هال ۾، ڏينهن جو هڪ بجي مرحبائي ميڙ رٿيل هو. سنگن پهچڻ جي خبر جڏهن حيدرآباد ۾ پهتي، ته ڪيترا سارا دوست اچي بيسنٽ هال ۾ گڏ ٿيا. هڪ اونهارو، ٻيو رمضان شريف جو مهنو، ۽ ٽيون هڪ بجي ڏينهن جو وقت، تنهن هوندي به، سڄو سارو بيسنٽ هال، دوستن سان سٿجي ويو. حيدرآباد شهر جا معزز هندو ۽ مسلم پاڙ، سنڌي اديب ۽ شاعر، سنڌي ٻوليءَ سان قرب رکندڙ ۽ سرڳواسيءَ جا پريمي جهجهي تعداد ۾ اچي ميڙ ۾ شريڪ ٿيا. سنڌ جي جدا جدا حصن کان به ڪي پاڻ آيل هئا.

مرحبائي ميڙ جو ڪاروبار، مسٽر عبدالعزيز قنداريءَ جي صدارت هيٺ شروع ٿيو. اوائل ۾، مسٽر پريتمداس شبد ۽ ڪلام ڳايا، جنهن بعد تقريرون ٿيون.

تقريرن جو سلسلو ڊاڪٽر محمد ابراهيم ”خليل“ شروع ڪيو. ڊاڪٽر صاحب چيو ته ”جن ڏينهن ۾ مان سنڌ مدرسي ۾ شاگرد هوس، تڏهين سرڳواسي صاحب مدرسي ۾ ماستر هو. هن وقت، سنڌ ۾ جي مکيه ۽ وڏا ماڻهو آهن، تن مان گهڻا، مسٽر لالچند جا شاگرد آهن.

”انهيءَ بعد، ڊي. پي. آءِ (سنڌ)، ڪراچيءَ جي آفيس ۾ سنڌس اچڻ ٿيندو هو، جتي مرڪزي سنڌي ادبي صلاحڪار بورڊ جو ڪم هلندو هو. آتي منهنجو به وڃڻ ٿيندو هو. سندن سنگت جي گفتگو ۽ خاص ڪري ڊڪشنري ڪاميٽيءَ جون ادبي رهنمائيون نهايت ولدرائيندڙ ۽ سکيا ڏيندڙ هيون.

”سرڳواسي صاحب سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي ادب جي راهه ۾ جي خدمتون ۽ محنتون ڪيون، تن کي وساري نٿو سگهجي. سنڌس لکڻي شاندار ۽ لاثاني هئي. سنڌس عبارت الهيءَ چوٽيءَ تي رسيل آهي، جو الهيءَ منزل تي رسڻ ڪو جهڙو تهڙو ڪم نه آهي.

”مسٽر لالچند نهايت آزاد خيال انسان هو. اندر ۾ هڪ ۽ ٻاهر ٻي-الهيءَ هلت کان نه، آجو هو. سڌو سنواٽو چئي ڏيڻ کان هاڪارو هو. پياري وطن، سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ادب سان حد درجي محبت هيس.

”سرڳواسي صاحب جي ليتي صلح ۽ امن پسنديءَ واري هئي. جيڪڏهين اسان سنڌس قدم تي هلنداسون ته هميشه صحيح واٽ ۾ هونداسون.“

مسٽر غلام حسين سومرو، هيڊ ماسٽر، نور محمد هاءِ اسڪول چيو: ”جي دوست، سرڳواسي لالچند امرڏني مل جون هاليون ڪراچيءَ مان کڻي، هت پهتا آهن، تن جي مان آجيان ٿو ڪريان.

”مسٽر لالچند امرڏنو مل منهنجو استاد هو. ٽي سال وٽس پڙهيو هوس. مسٽر لالچند پنهنجي هر ڪ شاگردن ۾ بالڪل گهڻي دلچسپي وٺندو هو. سندن سهڻي رهنمائي ڪندو هو- ايتري قدر، جو پنهنجن ڪتابن جا دستخط به ڪين پڙهڻ لاءِ ڏيندو هو. اهڙو شرف هڪ ڀيري مون کي به نصيب ٿيو هو.

”سرڳواسي صاحب جي خواهش هئا ته، سندس آخرين خاڪ، اڄ وطن جي مٽيءَ سان ملڻ خاطر پهچي وئي آهي. شل! خدا تعاليٰ سرڳواسيءَ کي سرڳ ۾ جاءِ ڏئي.“

مولانا غلام محمد گراميءَ پنهنجي تقرير شاهه صاحب جي بيت سان شروع ڪئي:

”ساري رات سبحان، جاڳي جن ياد ڪيو،
ان جي، عبداللطيف چئي، مٽيءَ اڏو مان،
ڪوڙين ڪن سلام، آگهه اچنو ان جي.

”سرڳواسي صاحب پنهنجي زندگيءَ ۾ جي سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ خاطر ڪم ڪيا آهن، تن سبب هو صاحب سدائين سنڌين جي دلين ۾ عزت ۽ محبت جي جاءِ لهندو. مرحوم لالچند زنده آهي، ڇو جو سچا اديب مرندا نه آهن، بلڪ امر رهندا آهن. لالچند جي خاڪ، اسان وٽ، خاص پيغام کڻي آئي آهي. اها، سنڌين لاءِ، سڪ جو سنيهو ۽ وطن لاءِ محبت جو پيغام کڻي آئي آهي.

”مون کي ياد آهي ته سرڳواسيءَ سان منهنجي ملاقات، سنڌي ادبي ڪانفرنس (١٩٤١ع) ۾ ٿي هئي، جا نواب شاهه ۾ سڏايل هئي. انهيءَ زماني ۾، سنڌي ٻولي، عربي، فارسي ۽ هندي سنسڪرت واري ڪشمڪش هيٺ اچي وئي هئي. مسٽر لالچند انهيءَ ڪشمڪش کان آجو هو. هو صاحب ليٺ ۽ سهڻي سنڌي لکڻ جو حامي هو. مان ”عربي-فارسي سنڌيءَ“ جي وهڪري ۾ هوس. لالچند مون کي پاسيرو وٺي ويو ۽ چيائين ته ”جڏهين وڏو ٿيندين، تڏهين اسان جون ڳالهيون سمجهي سگهندين“- سندس چوڻيءَ ۾ حد درجي جي صداقت هئي.

”منهنجي نظر ۾، لالچند جڳتياڻي، سنڌ ۾ وري موٽي آيو آهي. شل! اسين سندس مثال جي پيروي ڪندا رهون. شل! سنڌي ٻولي، سنڌي ادب ۽ سنڌي تهذيب اوج تي رسي!

”ادبين جو ڪو مذهب نه ٿيندو آهي. سندن سيني ۾ انسانيت لاءِ حد درجي جو پريم ۽ محبت موجود هوندي آهي. اديب، سدائين اها انسانيت جي تند پيا تنواريندا آهن. شل! سنڌي قوم ۾ ٻيو لالچند پيدا ٿئي!“

حيدربخش جتوئيءَ چيو: ”اهو ١٩١٣ع يا ١٩١٤ع وارو زمانو هو، جڏهين مون سرڳواسي لالچند امرڏني مل جو پهريائين نالو ٻڌو هو. انهيءَ زماني ۾، مان سنڌي پڙهندو هوس. اسان جي اسڪول جي لائبريءَ ۾ ”حضرت محمد رسول الله“ نالي ڪتاب آيو هو. رسول الله-

جن تي، سنڌي ٻوليءَ ۾، اهو ٻهريون ڪتاب لکيو ويو هو. ويتر، اهو پهريون ڪتاب، هڪ هندو سڄڻ جو هجي، اها ڪا ٿوري ٿوري ڳالهه ڪانه هئي!

"اها هڪ حقيقت آهي تہ سنڌ هڪ عجيب ملڪ آهي. سنڌ اها آزاد ڀومي آهي، جنهن ۾ اهڙا آزاد خيال انسان پيدا ٿي سگهن ٿا. سڄي ايشيا کنڊ ۾، ٻيو ڪو بہ اهڙو ملڪ ڪونهي، جو آزاد خياليءَ جي لحاظ کان، سنڌ سان برابري ڪري سگهي. سنڌ ۾، انسان انسان جو پاءُ ڪري ليکيو ويندو آهي. لالچند انسان جو پاءُ هو. هن ۾ انسان ۾ ذرو بہ فرق ڪير ڪونہ هو. اها سنڌي ذهنيت ۽ تهذيب، سنڌ جي بزرگ هستين، شاهہ، سچل، سامي، بيدل، بيڪس، روحل ۽ دلپت جهڙن عالمن ۽ عارفن جي رهبريءَ ۽ رهنمائيءَ هيٺ اسري ۽ وڌي آهي.

"سرگواسي صاحب سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌ ديس جي زبردست خدمت ڪئي آهي. سندس ياد ۾ لالچند جو سڄو "ڪليات" ڇپجڻ گهرجي. جيستائين سنڌ ۽ سنڌيت قائم آهي، تيستائين لالچند جو نالو قائم رهندو".

ڀائي هولارام شڪارپوريءَ نهايت اسڪن ڀري تقرير ڪئي، ۽ پنهنجي تقرير ۾ ٽپ ٽپ تي شعر ٿي ڪتب آندائين. چيو: "لالچند منهنجو دوست ۽ ساٿي هو. وڏو اديب هو، ساڳئي وقت هو درويش ۽ فقير پڻ هو. سندس دل، فقيريءَ جي رنگ ۾ رڱيل هئي. سرگواسي صاحب، پنهنجي قوم، وطن ۽ ٻوليءَ لاءِ جي خدمتون ڪيون آهن، سي تعريف لائق آهن. 'مرڻ بعد منهنجي مٽي پياري سنڌڙيءَ ڪي ڏجوا' - اها هڪ لاثاني ۽ اعليٰ درجي جي آرزو آهي."

ديوان ٺهلرام بصرمل چيو: "سرگواسي لالچند جون، سنڌي ادب لاءِ ڪيل خدمتون ياد ۽ فخر ڪرڻ لائق آهن. اسان جو اهو فرض هئڻ گهرجي، جو سندس ڏسيل راهہ تي هلون، ۽ پنهنجي ٻوليءَ ۽ ادب لاءِ سڪ ۽ پيار قائم رکندا اچون. اڄ، سنڌي ٻولي هڪ نازڪ دور مان گذري رهي آهي. اسان مان ڪيترا سارا سنڌي پائر، غير سنڌي ٻولين ۾ وڌيڪ دلچسپي وٺي رهيا آهن- اها ارمان جي ڳالهہ آهي. اسان جو فرض آهي تہ ڏسون تہ سنڌي ٻولي سدائين سرسبز ۽ آباد رهي!"

ڊاڪٽر اميد علي سرائي چيو، "سرگواسي لالچند هڪ وڏو اديب ۽ وطن پرست انسان هو. مان سندس هڪ نرالي پهلو طرف اوهان جو ڌيان ڇڪائيندس. هڪ دفعي جي ڳالهہ آهي: هوستيڊهال جي ٻاهران، ڪي ڇوڪرا ڇربون ڪٽي رهيا هئا. لالچند اچي اتان لانگهائو ٿيو. اسان ڇوڪرن ۾ بدني ورزش لاءِ ايترو شوق ڏسي، بيهي رهيو. اڌ ڪلاڪ بيٺو رهيو. انهيءَ بعد اسان سان ڳالهيون ڪيائين. پوءِ سندس ٻشتيءَ سان، هڪ ڪثرت شالا برپا ٿي ويئي، جت جوان اچي پنهنجو جسم ٺاهڻ لڳا. سرگواسي صاحب ورزش جو چاڙو هو. پاڻ ورزش ڪري ڏيکاريندو هو ۽ جوانن جي رهنمائي ڪندو هو. سندس چوڻ هوندو هو تہ 'قوم اها ترقي ڪري سگهندي، جنهن جي جوانن جا جسم چالنا هوندا'.

”سرڳواسي جنهن يوميءَ جي پيدائش هو، اُت ئي سنڌس مٽي واپس آئي آهي. مٽي وطن وڃي، اهو هڪ نازڪ خيال آهي ۽ بزرگن جو ورثو آهي.“

پڇاڙيءَ ۾، مسٽر عبدالعزيز قنداريءَ، پنهنجي صدارتي تقرير ۾ چيو ته ”اهو ١٩١٠ع جو زمانو هو. مان مدرسي ۾ شاگرد هوس. مسٽر چيتمل پرسرام ۽ مسٽر لالچند امرڏنومل سنڌ مدرسي ۾ ماستر هئا. شاگردن ۾ نهايت پيارا هئا.

”مسٽر لالچند، جنهن زماني ۾، پيغمبر صلعم تي سنڌيءَ ۾ پهريون ڪتاب لکيو هو، تڏهين اهو البت تعصب ۽ ڪٽرپڻي جو زمانو هو. سرڳواسيءَ منجهه، دوئيءَ جي بوءِ بہ ڪا نہ هئي. نهايت آزاد طبيعت انسان هو. وطن جي حب هڪ پاڪ ڳڻ آهي. هن رمضان شريف جي پاڪ مهيني ۾، اهڙي پوتر ڪم ۾ حصو وٺڻ بہ نيڪ ڪم آهي. نيڪ ڪرڻي ايمان جي سلامتيءَ جا ضامن آهن.

”هندن لاءِ گنگا، جمنا ۽ گوداوري پاڪ ۽ پوتر نديون ليکجن ۾ اينديون آهن. پر، سرڳواسيءَ، گنگا ۽ جمنا کان سنڌوءَ کي وڌيڪ پوتر ليکيو آهي. اهو مثال لاثاني آهي. حب الوطنيءَ جو ڪمال آهي: هيلتائين، ڪنهن بہ سنڌ جي هندو توڙي مسلمان اهڙو زندہ مثال پيش نہ ڪيو آهي.“

شام واري پروگرام جي اعلان ڪرڻ بعد، هيءَ مرحبائي ميڙ ختم ٿيو.

رٿيل پروگرام موجب، موقعي جو آخرين پروگرام، گدو پارڪ ۾ ٿيو. هڪ رمضان شريف جو مهنو، جنهن ۾ شام جو ساڍي ٥ بجي جو سڏايل ميڙ-سو بہ شهر کان پري گدوءَ ۾ سڏايل-تہ بہ سوا سو کن سنڌي سڄڻ، سرڳواسيءَ جي سڪ ۽ پريم ۾ ڇڪجي، اچي گدو پارڪ ۾ گڏ ٿيا ۽ ميڙ ۾ شريڪ ٿيا. ميڙ جي فضا جي کهڙي ڳالهہ ڪجي! نهايت سنجيدي ۽ گنڀير وايومنڊل ۾، ڪاروبار هليو. علامہ آءِ. آءِ. قاضي صاحب، طبيعت جي لاچاڪائيءَ سبب، ميڙ ۾ اچي، شريڪ نہ ٿي سگهيو. سندن غير موجودگيءَ ۾، ڊاڪٽر محمد ابراهيم ”خليل“ صاحب صدارت ڪئي.

اوائل ۾، مسٽر پريتمداس سنڌي ڪلام چيو. جنهن بعد، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، علامہ آءِ. آءِ. قاضي صاحب پاران ميڙ لاءِ سنيهو پڙهيو. جي: ”ارمان آهي، جو صحت جي نيڪ نہ هجڻ سبب، مسز قاضي ۽ مان هن ميڙ ۾ شريڪ نہ ٿي سگهيا آهيون-تنهن لاءِ افسوس جو اظهار ٿا ڪريون. سرڳواسي صاحب، سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي ادب جي جا خدمت ڪئي آهي، تنهن لاءِ هر هڪ سنڌيءَ کي قدر ۽ احساس هجڻ گهرجي. سرڳواسيءَ جون هاڏيون ڪجي سنڌ ۾ اچن، ۽ سنڌو نديءَ ۾ پرواهہ ڪجن، اهو حب الوطنيءَ جو شاندار مثال آهي.“

انهيءَ بعد، مسٽر محمد خان ”غني“ ۽ مسٽر عبدالله ”خواب“، موقعي لاءِ تيار ڪيل، ڪلام پڙهيا.

سرڳواسيءَ جي هاڻين تي ڦول چاڙهيا ويا. جنهن بعد، پاڻ عثمان علي انصاريءَ سرڳواسيءَ جون هڏيون کنيون، ۽ سچو مچ، آخرين رسم ادا ڪرڻ لاءِ، سنڌو طرف هليو. نهايت ماتمي ۽ شانائتي ڍنگ ۾، سنڌي سڄڻ، ننهنجي بزرگ اديب ۽ ساهتڪار جي اڳيان کي پوري ڪرڻ ۾ ساٿ ڏنو. نظارو ڏسڻ وٽان هو. جي انهيءَ موقعي تي شريڪ ٿيا هئا، تن کي اهو زندگيءَ ڀر ياد رهندو.

ڪناري تي پنج ٻيڙيون هڪيون حاضر هيون. ٻيڙين ۾ جي ڀاڻر سمائجي سگهيا، سي ويٺا. باقي سڄڻ، ڪناري تي بيهي، ڀري ڪان هيءُ من کي اپاريندڙ منظر ڏسندا رهيا. ٻيڙيون وچ وهڪ ۾ آيون. فقيرن هولارام شبد اچاريا. پاڻ عثمان علي انصاريءَ سرڳواسيءَ جا ستک سنڌو ساگر کي سونپيا. اهڙي ريت، نهايت سادي، سنجيدي ۽ ماتمي ڍنگ ۾، سرڳواسيءَ جي ستکن کي سنڌوءَ ۾ پرواهه ڪرڻ جي رسم ادا ڪئي ويئي. اهو واقعو، سنڌ ديس جي حب الوطنيءَ جي باب ۾ هڪ شاندار جاءِ والاريندو ۽ سنڌ جي ادبي دنيا ۾ هڪ اهم ۽ لاثاني ليکجڻ ۾ ايندو.

جنهن وقت اها رسم ادا ٿي رهي هئي، تنهن وقت آسمان ڪجهه قدر جهڙالو هو ۽ سنهي بوند اڻ ٿي وسي. سنڌو نديءَ جي ڪناري تي جو دل ڇڪيندڙ نظارو هو، ۽ سنڌي سڄڻ جي دلين ۾ جي امنگ ۽ جذبا اڀريا هئا، سي انهن سڄڻ جي سينن ۾، انهيءَ شاندار ۽ لاثاني واقعي جا سهڻا يادگار ٿي رهندا.



# پڙهندڙن جا پيغام

— اول، ”آواز سنڌ“ جي سنڌ نمبر ۾ هڪ قسم جي اٿل مچائي ڏني، جنهن ۾ لکيل هو ته ”هڪ يونٽ واري عملي قدم سنڌ کي ختم ڪري ڇڏيو؛ ۽ سنڌي ٻوليءَ کي به تسليم نه ڪيو ويو آهي“ — ۽ وري هت هندستان ۾ به تمام گهڻا سنڌي، پنهنجي ٻوليءَ جي مستقبل کان مايوس ٿي هندي ڳالهائي رهيا آهن. جي ”سنڌي ڪهڙي ڪم ايندي؟“ ... ڀلا اهي ڳالهيون اهڙيءَ شخص جي من ۾ ڪيڏي نه پيڙا پيدا ڪنديون هونديون، جو پنهنجي وطن، ٻوليءَ ۽ ادب کي دنيا جي سڀني اعلىٰ ۾ اعلىٰ چيزن کان به وڌ ٿو سمجهي! ... مان سنڌ جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ — اميٺن جو ڳوٺ، تعلقه قنبر — جو رهاڪو آهيان. مون کي اهي ڏينهن ياد ٿا اچن، جڏهين مان ننڍڙو هئس ۽ گهر جي لڳو لڳ رهندڙ وڏيرن جي گهر لڪهي وڃي وڏيريءَ عالميءَ کي چوندو هئس ”عامني پٽ ڏي!“، ۽ هوءَ پاڻ مان ڪنترا ڪنترا چانور ڪڍي، ڏونئرو وجهي ڏيندي هئي، ۽ مان مزي سان ”عامنيءَ“ جي ڪوڏي تي ويهي کائيندو هوس! — پوءِ ان سنڌ ۽ ڳوٺڙن، سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ کي ڪئن وساريان؟ ... اهو سوچيندي ٿي ازخود اکين مان ڳوڙها ڳڙي پوندا اٿم ...... منهنجي سنڌڙيءَ جا شل ڳوٺ وسن!

مان سمجهان ٿو ته هن وقت، جڏهن هي حالتون آهن، تڏهين سنڌيءَ جو لوڪ ساهتيه (لوڪ ادب) گڏ ڪرڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪجي — متان اهو به نه ختم ٿي وڃي، گهر گهر ۾، ڳوٺ ڳوٺ ۾ وڃي، لوڪ گيت (لاڏا، لوليون، ڪافيون، راڳ، اوراڻا، ۽ ڏوهيڙا وغيره) گڏ ڪجن ۽ انهن جو هر ممڪن پرچار ڪجي. ٻيو ته ”جهان آرا“ ڇپايو آهي ۽ مرزا قليچ بيگ مرحوم جو ناول ”زينت“ جو ٽيو ڇپائنجي؟ — ناراڻ پارتي، سنڌونگر،

— سائين، منهنجو هڪ دوست هميشه ”مهراڻ“ جو پرچو هٿ ۾ کنيو گهمندو هو...... مان کيس ٽوڪيندو هئس، ته هو مون کي به ان جي پڙهڻ جي ترغيب ڏيندو هو. آخر هڪ مهمان وٽ به اهو پرچو ڏٺم، ۽ خيال ڪيم ته هيءَ جو ڪاڻي دوست ”مهراڻ“ کي گڏ کنيو وتي، سو اچ به پڙهي ته ڏسان! پڙهڻ سان حيرت جو مجسمو بڻجي ويس؛ جو ته هي پرچو ته نه هو، پر علم ۽ ادب جو ڪچڪول هو! ... مان ٻجي شام جو پڙهڻ ويٺس ۽ ٻه ٻجي رات تائين پئي پڙهيم، ته اوچتو ياد آئي آهو ۽ چيائين ”پاڳل آهين ڇا؟ ٻيو وقت ٿي ڪونه ملندءِ؟“ — مگر هن کي ڪهڙو جواب ڏيان!

جيڪي سنڌ جا خود ساخته ليڊر سنڌيءَ کي قومي ٻوليءَ جي درجي ملڻ جي معيار جيئي ٻولي ٿا سمجهن، سي ”مهراڻ“ پڙهندا ته اکيون کلي پوندن.

مهراڻ ۾ شيخ "اياز" جا پيارا بيت پڙهي ماڻهو کي خيالي دنيا ۾ سمجهي. "اياز" هڪ ترقي پسند شاعر آهي - هي "باغي" رسالي ۾ بيت ۽ افسانا لکندو هو، ان وقت آئون کو خاص هن جي شعر مان مطلب نه ڪڍي سگهندو هوس؛ مگر هاڻي "اياز" صاحب اڄ ڪلهه جي موضوعن تي لکڻ لڳو آهي: سنڌ لاءِ ڏسو ته ڪهڙا نه جذبا اٿس:

"- جاڳ - پناڻي ڪوٽ، سنڌڙي تي توکي سڏي"

ڪڏاني ته بلڪل پهراڙيءَ جو نقشو چٽيو آهي. منجهس آزاديءَ جي بوءِ آهي:

"آزادي آئي، پر ماڳ نه موٽي مارئي" ۽ "سنگهارن جي سات ۾ ڪانهي سرهائي." ڪافيون وڻندڙ ۽ دلسوز آهن. ڪي ته موضوعن ڪري لاءِ مٿا مٿن ٿا. "بردهء"، "تنوير"، "غني" "رضا" جون ڪافيون چڱيون آهن.

عارف المولى جو گيت "اڄهي چاڻ مسافر آيا" بس سنڌس دل جي ترجماني ڪري رهيو هو. "تنوير" جو گيت" پيار جو سمنڊ اڇاڳ" بس وجد ۾ ولي ويو- تنوير صاحب ۽ مٿيان شاعر ڪيرون لهڻين. هنن جا جواهر پارا "مهراڻ" جي سونهن آهن.

"اڻ" افسانو به ملوڪ هو. وڏيرڪي نظام ۾ هڪ وڏيري هڪ انسان کي پنهنجي ڪتي تان قربان ڪيو، جو جو وڏيري واري ڪتيءَ جو ٻچڙ ملو هو. اهڙو ڪتو وڏيري ڪي شايد نه ملي ها- ماڻهو ته پيا به اڪيچار ملي سگهيا ٿي!

هڪ افسانو شيخ حفيظ جو "مبارڪون" ته وري هن اڳڙيل سماج جو جنسي جنازو آهي. هڪ ڏاڏي ڪان به وڏو ماڻهو هڪ نوخيز ڇوڪريءَ سان محض شهوت پرستيءَ خاطر شادي ڪري ٿو. پيا ته لهيو پر سنڌس والدين به ڪيس اها تلقين ڏين ٿا ته "اموَ لڄ رکجان- موڙس جيئن پڪو تيئن سچو- گهر ۾ راڻي ٿي راڄ ڪندئين".

الهيءَ افسانو ۾ سماج جي ٺيڪيدارن لاءِ هڪ للڪار هئي: ڇا هو پاڻ کان چئوڻي وڏي عمر واري عورت سان شادي ڪرڻ لاءِ تيار ٿيندا؟ جي نه، ته پوءِ پنهنجين ڌيئين ۽ ڀوڻين جيڏين سان ڇو ٿا شادي ڪن ۽ الهن جي ارمانن کي ڪچلين؟ ڇا هنن بي زبان لينگرين کي دل نه آهي؟ پر پڻ گهرجي الهن والدين کي جيڪي پنهنجي بي زبان لينگرين کي اهڙن پوڙهن سان پرڻائي چون ته "موڙس جيئن پڪو تيئن سچو- راڻي ٿي راڄ ڪندئين!"

افسوس، اهڙا والدين جن جون اکيون سون ۽ چانديءَ اڏيون ڪيون آهن، ڪڏهن اکيون کولي، بي زبان کي زنده درگور ڪرڻ کان پاسو ڪندا! م.ع. ڏيلاڻي جو ناٽڪ "لجومي" ته بس چئي ڪٿي بس ڪر- ڏيلاڻي ته واقعي ڪمال ڪري ڇڏيو آهي. منهنجي هڪ مائٽ چيو ته شايد ڏيلاڻي صاحب پاڻ ڪجهه وقت لجومي تي رهيو هو، ۽ پنهنجا تجربا پڌايا اٿس، ناٽڪ ۾ اهو صاف ڏيکاريل آهي ته ڪيئن نه ماڻهو ست موڙهلن کي اٿيو سٿيو پڌائي ڦرين ٿا. مگر هڪ اڪر ڇوٽو پولڊر ته لجوميءَ سان ڪڏ جو ڇوڪرو هو، ان جي عمر سمجهه ۾ نٿي اچي. ڇا ايتري ننڍي عمر وارو اهڙيون چالاڪيون ڪري سگهي ٿو؟ اهو البت سمجهه ۾ نه آيو.

"ٻلو داد" ته افسانوي دنيا جو شاهڪار آهي. اهڙا افسانا ئي سماج جو پول پڌرو ڪن ٿا؛ اهڙا افسانا ئي اسان جي اکين تي ڏلل سماج جي ٻني کولين ٿا.

پرچي انجڻ (سال ٢- پرچو ١) ۾ اياز جو بيت:

ڏيهي پرڏيهي ٿيا، پرڏيهي ڏيهي،
آيا گهر ۾ اوپرا، لڪري ويا ليهي،
پراوا پيهي؛ والاري ويا سنڌڙي۔

سنڌ جي موجوده حالت جي ڪيتري نه سچي ۽ سهڻي ترجماني ٿو ڪري: اهو بيت هر سنڌيءَ جي دل جي ترجماني ڪري ٿو. ٻيا سڀ بيت سٺا هئا- البت "ميوو خان لغاري" جا بيت سرس هئا.

ڪافين ۾ بيدل فقير، صاحب ڏنو، طالب المولي جون ڪافيون بهترين آهن. "سهڻي ڏالو ٺڪر جا وڪٽي"- ان تخيل مون کي جهنگ سيال ۾ وڃي پهچايو- ائين محسوس ڪيم ته ڄڻ اهو واقعو ڄڻ منهنجي اکين اڳيان ٿي رهيو آهي. لاشاريءَ جي ڪافي ته- پنهنجو مٽ پاڻ هئي. گرامي صاحب جيڪر آئيندي ڪافين ۾ ڏارين لفظن بدران يا ڏکين لفظن بدران عام مروج لفظ ڪم آڻي ته ڏاڍو چڱو- مگر اڄ جا شاعر ۽ ليکڪ شايد ڏاريا ۽ ڏکيا لفظ آڻي ۾ پنهنجي مطالعي جي وسعت ٿا ڏيکارين.

ڏيلاڻي صاحب "ٿر جا لوڪ گيت" لکي هڪ وڃايل باب سنڌ جي ادب جو هٿ ڪيو، ۽ ڪم ٿيڻ کان بچايو آهي. لوڪ گيتن سان گڏ ترجمو ڏيئي هن جو ڪم ڪيو آهي، ان لاءِ مبارڪون لهڻي.

"نياز" همايوني جو نظم "للڪار" نئين صبح کي سڏي رهيو آهي، ۽ ان جي آجيان ڪري ٿو.

گوبند پاليه ڪجهه غير مروج لفظ ڪم آندا آهن - حالانڪ الهيءَ جي بدران ڪيترائي سنڌي لفظ عام آهن.

ارجن ڊيتارام جو "وطن جي ياد ۾" پڙهي بي اختيار اکين مان ڳوڙها وهي آيا- ڇا اسان سڀ سنڌي مادر وطن ۾ گڏ وري نٿا رهي سگهون؟

التجا آهي "سڪايل" خاص ڪا درگاهه ۾
ڪاش! مان هيڪر ڏسان سي سنڌ جا دلدار يار

ڇا الهن جون التجائون قبول نه ٿينديون — ڇا انهن کان حساب نه ورتو ويندو، جن اسان کان پنهنجي وطن جا ساٿي وڇوڙي ڇڏيا؟ ڪاش، سندن التجا قبول ٿئي!

محبوباڻي جو "هاءِ! اڄ انسان ٻي حيوان آ" سرمايدارن جي ڪرتوتن جو آئينو آهي، جي ملڪ تي امن بدران جنگ جا ڪڪر آڻي رهيا آهن-

غزلن ۾ بشير "موريائي"، "تنوير" عباسي ۽ حيدر بخش جا غزل بهترين هئا. عبدالحليم "جوش" پستيءَ طرف قدم کڻي رهيو آهي - ڪيس موضوع بدلائڻ گهرجي.

افسانو "پشو پاشا" بلڪل ٺيڪ هو. افسانو ڏيکاري ٿو ته جيستائين پنهنجي مدد پاڻ نه ڪندا سين، تيسين ڪجهه نه ٿيندو. "پورهيت ڪڏهين به نٿو مري سگهي"- اهو ته اڄ جتي ڪٿي ثابت ٿي رهيو آهي. گوورڌن محبوباڻي جي "ڪهاڻي" للڪاري ٿي ته هاڻي وقت آيو

آهي، جو هن انگريزي سماج جي چنبن مان پاڻ ڇڏائجي، ۽ پنهنجي لاءِ نئون آزاد سماج اڏجي: "ڇما جي هٿن جي مينڌي اجان رنگ ني نہ مٽايو هو جو هوءَ بيواه ٿي پئي"- چا اهڙي سماج کي بہ اجا نہ ڍاهجي؟

جڏهن کيرت ٻاٻاڻيءَ جو "تون پڇين ٿو مان ڇو اداس آهيان؟" پڙهيم، تڏهن دل پرچي آئي، ۽ اها همت نہ ٿيم جو اڳتي پڙهي سگهان. کيرت ٻاٻاڻيءَ اباڻي وطن کي ساريو آهي. لنڊيڻ جي يادگيرن کي دهرايو اٿس، جي هينئر کيس خواب وانگر پيون ڀاسجن. وطن کو بہ وساري نہ سگهندو- "وطن جن وساريو، حيف تن کي هوءِ". دل چيو تہ چوانس تہ "ڀاءُ کيرت! تون دل نہ لوڙهہ - اهو ڏينهن ايندو جڏهن پاڻ وري سنڌ ولنديءَ ۽ ٿليلي تي گڏ ٿيون هنداسين، ۽ کونڊي جا پلا کائينداسين. سنڌين ۽ سنڌ جي هر شي کي جيئن تو نہ وساريو آهي، تيئن اسان بہ توکي نہ وساريو آهي: جيستائين سنڌ ۾ ان جا باشندا زندہ آهن، تيستائين هو پنهنجي جگري يارن کي وساري نٿا سگهن!"

"پڇتاءُ جا ڳوڙها"، "ملڪ مڙيوئي منصور" بهترين هئا - گوبند ڀاٽيہ کيرون لهڻي.

"آزاد نظم" وارو باب مزيدار ڪونهي. ان کي جيڪر ڪڍي ڇڏيو تہ بهتر، جو شاعر ان ۾ ڪو خاص موضوع نٿا رکن.

"ميڪدہ حيات" نہ عنوان سان لکيو، تہ ڪا طرز هيس.

"ادب لطيف" وارو باب بلڪل سنو هو. "ٻهڪ جون لشاليون" وارو مضمون اسان پارن جي رهنمائي ڪندو. "سيف الملوڪ"، "انسان ۽ سنڌس دليا"، "ابوالعلاءِ معري" اسان جي ادب جا شاهڪار آهن.

قسط وار مضمون نہ ڏيو تہ چڱو، جو ان مان لطف اڪري ئو وڃي. "ادب ۽ ساهت" بابت ملڪاڻي صاحب جا خيال سٺا آهن.

اميد تہ "مهراڻ" ڏينهون ڏينهن سنڌي ادب ۽ ثقافت جي ترقيءَ جي راهہ تي وک وڌائيندو ويندو. سندس ڪارڪن مبارڪباد جا مستحق آهن. - ادبي سنگت جي ڪناري تان ڪڪريون چوليندڙ، محمد خان جمالي "آوارہ".

- مهربان مهتمم صاحب، "مهراڻ" جا سمورا پرچا پڙهيم - خوب پڙهيم. پڙهي ايتري تہ پرسنتا ۽ خوشي پڙهي، جو ڪي لفظئي ڪين ٿا سجهن، جن سان اها خوشي ظاهر ڪري سگهان. سچ، سون پنهنجي سموري حياتيءَ ۾، "مهراڻ" جهڙي معياري مخزن اجا تائين ڪين ڏٺي آهي. شعرن، مضمونن ۽ ڪهاڻين جو انتخاب لاجواب آهي. سچ پچو تہ مان انگريزي، هندي، مرهٽي، گجراتي ۽ اردو جا ڪيترا رسالا نظر مان ڪڍندو آهيان، پر "مهراڻ" جهڙو اتم رسالو ڪو سندم نظر تي چڙهيو هجي، سو پنهہ نہ!

- اوهان جو گهڪرو، واسديو لومل، بمبئي.

- ڀاءُ ايڊيٽر، "مهراڻ" جي گذارش پڙهي اکين مان بي اختيار لڙڪ وهڻ لڳا. سمجهي نٿو سگهان تہ اهي لڙڪ الائي ڇا جا هئا - خوشيءَ جا يا غم جا، احساس برتريءَ جا يا احساس ڪمتريءَ جا! سنڌي ٻوليءَ لاءِ جيڪي لکيل هو، تنهن کي پوري ڏيان سان

ڀڄهيو. اسين ڪوشش ڪندا رهنداسين ته اڄ نه سڀاڻ - ڪڏهين نه ڪڏهين اسان جي سنڌي ٻولي به ضرور هڪ خودمختيار ۽ سرڪاري ٻولي ٿيندي!

سدائين سنڌڙي، تنهنجو صاحب رکندو شان،
دشمن سڀ دفع ٿيندا، قادر هٿندڻ ڪان،
مولاءِ مهربان، وسائيندو وطن کي!

- محمد دائود بلوچ، حيدرآباد سنڌ.

- ٻربه سائي، "مهراڻ" ڪنهن دوست کان هٿ آيو. سچ ته مان سندس سارا لکي ني لٿو سگهان - هر لحاظ کان "مهراڻ"، "مهراڻ" ثابت ٿي آهي. هي رسالو پاڪ خواه ڀارت ۾ سنڌي ادب ۾ اوچي جڳهه والاري چڪو آهي. اوهان جي "مهراڻ" سنڌ جون سڪون لاهڻ ۾ ڪابه ڪسر ڪانه ڇڏي آهي. ان چوڻ ۾ مون کي ڪابه واڌ اظر لٿي اچي - ٻلا سورج کي ڏيئي جي ڪهڙي ضرورت! - سروج ڪمل، بمبئي.

- محترم ايڊيٽر صاحب، "مهراڻ" صرف هڪ سال ديږ سان نڪري ها ته شايد سنڌي ادب کي لاقابل تلافي نقصان پهچي ها. - عبدالرؤف قريشي، جيڪب آباد.

- مڪرمي، مهراڻ کي جيڪڏهن "سنڌي ادب جو روح" سڏيان ته به اها تعريف ڪافي ناهي: ڇاڪاڻ ته هن جو درجو روح کان گهڻو بلند آهي. ڪاش! جيڪڏهن هو اهڙيءَ طرح ماهوار نڪري ۽ سندس چندو پنجويهه روپيه هجي! - ماستر محمد قاسم، گولي.

- محترم ايڊيٽر صاحب، سوين ڪتاب ڏسون ٿا، پر هن رسالي ڏسڻ بعد ئي دل جو ڏيڻ ڪٿي ٿو. چارئي پرچا ساهه سان سانڍي رکيا اٿم. انڊي وهندي، سفر ۾ يا سمهڻ مهل هر ٿئون پرچو ڪڍ اٿم. منهنجي من جي اِها آس آهي ته شل اِها به ٿلي ڦولي ۽ ولاٿن تائين ورچي. - جمال الدين لغاري، ميرپورخاص.

- مڪرمي، سنڌ جا مورخ سسئيءَ جي جنم جو هنڌ "ڀنيرواهه" ڳوٺ لکن ٿا، پر اهو ٺٿا لکن ته اهو ڪٿي هو. رياست بهاولپور ۾ هڪ ڳوٺ "ڀنڊ واهڻ" آهي، جو اسٽيشن صادق آباد کان اولهه طرف ١٢-١٣ ميلن تي آهي. اتي قديم ايامن کان اها روايت لڳو لڳ هلندي اچي ٿي، ته ماٺي سسئي هن ڳوٺ ۾ ڄائي هئي. سال ٣٥-١٩٣٦ع ۾ مان اتي ويو هوس: مون کي اها جاءِ به ڏيکاري وئي، ۽ درياءَ ۾ لوڙهڻ وارو هنڌ به ڏيکاريو ويو هو. ماڻهن ٻڌايو ته هاڻي سندس خاندان مان ڪوبه باقي نه آهي - ڪيترائي ماڻهو انهن هنڌن کي ڏسڻ ايندا آهن. - مولانا محمد صادق، رائي پور.

# ”آدیسي اُٿي ويا، مڙهيون مون مارين!“

(اداره)

## الحاج حافظ حيات شاه ”حافظ“

سنڌيءَ جو هي ناميارو شاعر ٢٦ ڊسمبر ١٩٥٥ع تي، ٨٢ ورهين جي عمر ۾، اسان کان جدا ٿي ويو. پاڻ ١٢٩٥هه ۾، پنجاب جي ضلعي گجرات جي ڳوٺ ”ميدان“ ۾ تولد ٿيو. سندس والده ڇهن سالن جي عمر ۾، ۽ والد ٻارهن سالن جي عمر ۾ وفات ڪري ويا، ۽ سندس ماسيءَ سندس پرورش ڪئي. گهر جي نااتفاقيءَ سبب، چوڏهن سالن جي عمر ۾ پاڻ وطن ڇڏي، مدراس طرف هليو ويو؛ ۽ پوءِ ملبار، دکن، بمبئي، گجرات ۽ ڪاٺياواڙ طرف گذاري، اڻويهن سالن جي عمر ۾، مارواڙ جي ڳوٺ بالوترا (والهوٽو) ۾ اچي رهيو- جتي سخت بخار ۾ ڇهه مهينا مبتلا رهڻ سبب، اکين کان نابين ٿي ويو. الهيءَ کان پوءِ، قسمت سانگي، ١٩٠٨ع ۾ سنڌ ۾ آيو، ۽ ”ڪونڌيءَ“ ۽ ”حسن واهڻ“ ۾ رهندو، ليٺ اچي ميان علي بخش پٺيءَ وٽ حيدرآباد رهيو. ميان علي بخش سان سندس دوستي ”مولود ڳائيندڙ“ جي حيثيت ۾ ٿي، جو پاڻ به سٺو مولودي هو. حافظ حيات اول اول ”مولود“ لکڻ شروع ڪيا. دوستن جي قدر افزائيءَ تي هو وڏيڪ مولود ۽ مداحون چوڻ لڳو، ۽ پوءِ اڳتي هلي ڪافيون، غزل ۽ نظم وغيره به چوڻ لڳو. اهڙيءَ طرح، سنڌي ادب ۽ سنڌي زبان جي نهايت عظيم خدمت ڪيائين: مولودن، مداحن، عشقي، اخلاقي، علمي، قومي ۽ ديني غزلن، نظمن، ۽ ڪافين جو هڪ بينظير خزانو سنڌ کي عطا ڪري، سچ پچ ته حافظ حيات سنڌي ادب ۾ خاصو اضافو ڪري ويو آهي.

مرحوم ”حافظ“ جي ڪلام جا ٻه مجموعا - ”ديوان حافظ سنڌي“ ۽ ”گلستان حيات“ - سندس زندگيءَ ۾ ئي شايع ٿي، خراج تحسين حاصل ڪري چڪا هئا. مرحوم شاهوائي صاحب جيڪو ”گلستان“ جو سنڌي ترجمو شايع ڪيو، ان ۾ شعرن جو ترجمو شعرن ۾ سندس ئي ڪيل آهي. ٻه ڪتاب ”وڇڙيلن جو ميڙو“ ۽ ”داستانِ غم“ اڃا اڻ ڇپيل آهن.

سندس هڪ شاگرد محمد موسیٰ ”راز“ جي پٽ مقبول احمد ڀٽيءَ، مرحوم جي حياتيءَ ۾ ئي، سندس نالي پٺيان هڪ لئبرري حيدرآباد ۾ کولي - جا اڄ به حيدرآباد شهر ۾ هڪ چڱي لئبرري سمجهي وڃي ٿي.

## ديوان سوڀراج ”فاني“

١٠ مارچ ١٩٥٦ع تي، سنڌي ادب جو روشن ستارو ديوان سوڀراج نرملداس ”فاني“ پارت ۾ گذاري ويو. سندس جنم ٢٧ فيبروري ١٨٨٣ع تي حيدرآباد سنڌ ۾ ٿيو هو. ”فانيءَ“ جو واله به سنڌيءَ کان سواءِ عربي فارسي جو ماهر، ۽ خدا ترس صوفي طبيعت وارو انسان هو، ان ڪري ”فاني“ صاحب به ننڍي هوندي کان ئي صوفي خيالن ڏي لاڙو رکندڙ هو. هن کي شاعريءَ جي ڏات قدرتي مليل هئي، جنهنڪري اٺن ورهين جي ڄمار کان ئي شعر چوڻ لڳو. مطالعي جو شوق ايترو گهڻو هوس، جو پوءِ ڪو بندوبست نه هوندو هوس ته رستن جي شمعدانن تي وهي به مطالعو ڪندو هو. بمبئي يونيورسٽيءَ جي مئٽرڪ ۾ پهريون نمبر حاصل ڪيائين. پوءِ سرڪاري نوڪري ڪرڻ لڳو، تان جو ١٩٣٧ ۾ ڊپٽي ڪليڪٽريءَ جي عهدي تان رٽائر ڪيائين.

آنجهاني ”فاني“ نوڪريءَ واري زماني ۾ به شعر، مضمون وغيره لکندو هو، پر رٽائر ٿيڻ بعد ته انهيءَ ادبي خدمت کي هڪاري جنبي ويو: پنهنجي وهاٽي هيٺان به پنو پينسل رکندو هو، ۽ ڪنهن به وقت ڪو نئون خيال ايندو هوس، ته يڪدم لکي ڇڏيندو هو: ايتري قدر، جو پڇاڙيءَ ۾ نظر گهٽ ٿي ويس ته ٻارن کان به لکائي ڇڏيندو هو- ته جئن هي اسلهه مائڪ رائيگان نه وڃن! هو جئن شاعر هو، تئن موسيقيءَ جو پڻ ماهر هو: عربي، پارسي، سنڌي، انگريزي ۽ هندي ٻولين جو سٺو ڄاڻو هو: وڏي آفيسر هوندي به، نهٺائي، غريبن سان همدردي ۽ رحم سان سندس دل سدا پرپور هئي.

سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ جي ترقيءَ جي خاص اون هوندي هيس. پنهنجي سنڌ جي اڳئين آسي شهرن جي قديم تاريخ جي کوجنا ڪري، ڪيترائي تاريخي مضمون ”ڊيلي گزيٽ“ ۾ شايع ڪرايائين: ”سنڌو“، ”غنچه اميد“، ”مهراڻ“، نوڙي ڪاليج مخزن ۽ ٻين رسالن ۾ هميشه سندس مضمون ۽ شعر پوندا هئا. سندس ڪجھ ڪتاب شايع ٿيل آهن، جن مان ”خيالي جهلڪا“، ”چيت ڦلواري“، روحاني تجلا“، ”ويچار وکر“ ”ترجمه گلستان“، ”ڀاڪا“، وغيره ڪتاب ڪافي مشهور آهن، ۽ پيو ڪيتروئي ادب اڃا اڻ ڇپيل اٿس.

آنجهاني ديوان سوڀراج ”فاني“ انسان ذات جو همدرد هو. پگهار محدود هوندي به صرفي ۽ سنجم سان رهي، بچت ڪري، خير خيراتون ڪندو هو!

سنڌ سان ته کيس خاص محبت هئي: ۽ ان کان جدا ٿيڻ جي جهوريءَ جهجهائي ڇڏيس، جنهنڪري هندستان ۾ گهڻو وقت جالي نه سگهيو- نه ته اهڙي اصولي زندگي گذاريندڙ هستين جي عمر گهڻو ڪري ڪافي وڏي ٿئي ٿي. لاشڪ سندس وفات سنڌي ادب لاءِ هڪ عظيم صدمو آهي.

# تبصرا

**ٻهاڙي چابڪ** - صفحا ١٣٧ + ٨؛ ڇپائي، ڪاغذ نهايت اعليٰ؛ قيمت ٻه روپيا؛ ملڻ جو هنڌ: سنڌي ڪتاب گهر، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ.

مسٽر عبدالرحيم جوڻيجو هڪ سٺو اديب، شاعر ۽ ڪامياب مزاح نگار آهي. سندس مضمون وقت بوقت اخبارن ۽ رسالن ۾ شايد ٿيندا رهندا آهن. سندس ٻارهن مضمون، جي مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيل آهن، سي گڏ ڪري مجموعي جي صورت ۾ "ٻهاڙي چابڪ" جي نالي سان شايع ڪيا ويا آهن. ادب ۾، مزاح نگاريءَ جي هڪ اهم ۽ مستقل حيثيت آهي. سنڌيءَ ۾ اڃا ان ڏس ۾ خيرڪو ڌيان ڏنو ٿو ڏسجي. "ٻهاڙي چابڪ" اهڙا ڪمي پوري ڪرڻ طرف ڀرپور چڱو قدم آهي. ڪتاب ۾ ٻولي تمام سٺي ۽ سلوڻي ڪم آندل آهي. سنڌي ادب جي شائقن کي هيءُ ڪتاب چڱو وندرائيندو.

**سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ** - صفحا ٢٠٢ + ٨؛ ڇپائي، ڪاغذ، بائينڊنگ، سرورق سٺا؛ قيمت چار روپيا؛ ملڻ جو هنڌ: سنڌي ادبي بورڊ بڪ اسٽال، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ.

سرگواسي ڀيرومل مهرچند جي شخصيت ڪنهن به سنڌيءَ کان ڳجهي نه آهي. هن سنڌي ادب جي محسن بيحد گهڻي محنت ڪري هي ڪتاب تيار ڪيو، ۽ منجهس سنڌي ٻوليءَ بابت ايتري ته گهڻي معلومات ڏني اٿس، جو سندس ڀڄ هندو ڀنهنجي پياري زبان جي وسعت ۽ خوبين جو مطالبو ڪري حيران ٿي وڃي ٿو. سنڌيءَ جي ڇهن شاخن - سريلي، وچولي، لاڙي، ٿريلي، ڪڇڪي ۽ لاسيءَ - بابت سمجهاڻيون ۽ سندن فرق، سنڌي لغت ۽ گرامر، سنڌي ٻوليءَ تي مختلف حڪومتن جو اثر، ٻولي جو بنياد ۽ سندس آئيندو، ۽ ٻين ڪيترين ئي ضروري ڳالهين تي نهايت مفيد بحث ڏنل آهن. تاريخي ۽ علمي بحث هميشه خشڪ ٿيندا آهن - مصنف انهيءَ ڳالهه کي محسوس ڪري مناسب هنڌن تي شاهه، ساميءَ ۽ ٻين شاعرن جي ڪلامن مان چونڊ بيت ۽ سٺا سٺا مثالي فقرا ڏنا آهن، جنهنڪري مضمون سلوڻو ۽ سوادي ٿي پيو آهي. ڪيترن ئي هنڌن تي ٻوليءَ جي تبديليءَ جو تفصيلي بيان ڏيندي، سنڌ جي تاريخ به بيان ڪري وڃي ٿو. سچ پچ ته هن ڪتاب جي پوريءَ طرح مطالع ڪرڻ بنا ڪنهن به سنڌي اديب کي پنهنجي ٻوليءَ تي مڪمل عبور حاصل ٿي نٿو سگهي.

هي مفيد ڪتاب ڪيتري وقت کان ناياب هو. ضرورت هئي ته انهيءَ کي ٻيهر ڇپائي ظاهر ڪيو وڃي.

سنڌي ادبي بورڊ جو هڪ بنيادي مقصد هي به آهي ته پنهنجي ٻوليءَ جا پراڻا ڇپيل ڪتاب جنهن عزت ۽ احترام جي لائق آهن، تنهن عزت ۽ احترام سان ٻيهر ڇپائي شايع ڪيا وڃن، ته جيئن سنڌي ادب ۾ انهن ڪتابن جي هڪ دائمي حيثيت باقي رهي سگهي. انهيءَ مقصد سان بورڊ هن لاثاني ڪتاب کي به نهايت سٺي ڇپائيءَ، سٺي ٻڌي ۽ صورتخطيءَ جي مناسب درستين سان نهايت آب تاب سان ڇاپيو آهي. سنڌس سر ورق سنڌ جي نامياري آرٽسٽ ع. ق شيخ صاحب هڪ لئين رنگ ڍنگ سان تيار ڪيو آهي. سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي هرهڪ سڄڻ کي هي ڪتاب ضرور پڙهڻ ۽ سانڍڻ گهرجي.

**ڦل چونڊ-** صفحا ۱۳۰ + ۱۲؛ ٽائپ، ڇپائي، بائينڊنگ ۽ ڊسٽ ڪور سٺا؛ قيمت ڏيڍ روپيو؛ ملڻ جو هنڌ: هندستان ڪتاب گهر، ۱۳- حمام اسٽريٽ، فورٽ، بمبئي نمبر ۱.

هي ڪتاب هندستان جي نامياري عالم ۽ شاعر رويندرناٿ ٽئگور جي ۸۶ چونڊ نظمن جو ترجمو آهي، جو مسٽر هربرام ماڙيوالا جو ڪيل آهي. ٽئگور جا نظم دنيا ڀر ۾ عزت جي جاءِ والارين ٿا، ان ڪري انهن جي ڪا تعريف ڪرڻ ته آهي هٿ جي ڪنگڻ کي آرسي ڏيکارڻ.

ٽئگور دنيا جي مڃيل عظيم شاعرن مان هڪ ٿي گذريو آهي. ادب جي خدمت جي ڪري کيس "نوبل پرائيز" به مليو هو. اهڙي عظيم فنڪار جون چيزون سنڌيءَ ۾ اچڻ، اسان جي ٻوليءَ ۽ ادب لاءِ هڪ نيڪ فال آهي. اهڙيون چيزون اسان جي ادب کي مالامال ڪري سگهن ٿيون. مسٽر هربرام ترجمي کي نباهڻ جي چڱي ڪوشش ڪئي آهي. البت ڪي هنديءَ جا لفظ اهڙا وڌا اٿس، جن بدران اسان وٽ سلوڻي سنڌيءَ جا لفظ ملي سگهن ٿا. انهيءَ هوندي به ڪتاب جي افاديت پنهنجي جاءِ تي قائم آهي- ۽ هر هڪ سنڌيءَ کي هي ڪتاب گهرائي پڙهڻ گهرجي.

**شويدا-** صفحا ۲۱۲؛ ٽائپ، ڇپائي معمولي؛ ڪور سٺو؛ قيمت ٻه روپيا؛ ملڻ جو هنڌ: ڀارت جيون ساهتيه منڊل، ڊگهي بزار، اجمير.

جڳ مشهور بنگالي ليکڪ شرت چندر چٽرجي جو هي هڪ ڪامياب گهريلو ناول آهي، جنهن ۾ بنگالي زندگيءَ جي هڪ پُرسوز ۽ سبق آموز جهلڪ ڏيکاريل آهي. هن جو ڪيترونئي حصو ته عام سنڌي زندگيءَ سان به لهڪي اچي ٿو. سنڌي ادب ۾ هن ناول کي هڪ خاص مقام حاصل آهي، ۽ 'ڀارت جيون' وارن هن ترجمي شايع ڪرڻ تي ڪيرون لهڻيون. ڪتاب جي زبان به عام فهم ۽ سلوڻي آهي.

**راسيلاس** - (حبش جو شهزادو) - صفحا ۲۴۳+۳۰؛ ڇپائي، ٺهو، بائينڊنگ، ڪور- سڀ عمدا؛ قيمت ۲-۱۲-۰ رپيا؛ ملڻ جو هنڌ: سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ.

هي ڪتاب جڳ-مشهور ”ڊاڪٽر جانسن“ جو لکيل آهي، جو ايڏو تہ ذهين هو، جو ٽن ورهين جي ننڍڙيءَ عمر ۾ لکڻ پڙهڻ سکي چڪو هو. هن ڪتاب ۾ دلچسپ ناول جي پيرائي ۾ زندگيءَ جا ڪيترائي مشڪل مسئلا حل ڪيل آهن، ۽ انهيءَ ڪري سو ورهيہ اڳ جو لکيل ناول اڄ بہ ڄڻ تہ نئون پيو لڳي. ۱۸۷۰ع ۾ هن کي سنڌ سرڪار ترجمو ڪرائي ڇپايو هو ۽ پوءِ ور ور ڏيئي ڇپبو رهيو؛ پر هندن جي وڃڻ بعد جيئن ڪيترا ضروري ڪتاب ناياب ٿي ويا، تيئن هي ڪتاب بہ ناياب ٿي ويو هو. ”سنڌي ادبي بورڊ“ سٺن سٺن ڪتابن کي ٻيهر ڇپائڻ جي بنيادي مقصد کي ڌيان ۾ رکي هي اڻلڀ ڪتاب وري سٺي نموني سان شايع ڪيو آهي. سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي هر شيدائيءَ کي هيءُ ڪتاب ضرور پڙهڻ گهرجي.

**شاهہ جا گم ٿيل بيت** - صفحا ۵۲؛ ڇپائي، ڪاغذ سٺا؛ قيمت ڏهہ آنا؛ ملڻ جو هنڌ: لطيف پبليڪيشن، بدين سنڌ.

اها حقيقت آهي تہ حضرت شاهہ ڀٽائي رح جا اهڙا ڪيترائي بيت آهن جي اڃا ڇپيل رسالن ۾ درج ناهن. زير تبصره ڪتاب بدين جي نوجوان ماستر شيخ محمد سومار مرتب ڪيو آهي، جنهن ۾ هن صاحب ڪن جهونن قلمي نسخن تان اهڙا بيت هٿ ڪري شايع ڪيا آهن، جي رسالي جي ڪنهن بہ ڇپيل نسخي ۾ موجود نہ آهن. شاهہ صاحب جي ڪلام جي شائقن کي هيءُ ڪتاب گهرائي پڙهڻ گهرجي.

**سنڌ جو سفر** - صفحا ۹۶؛ ڇپائي، ڪاغذ سٺا؛ جلد ڪارڊ بورڊ جو، ڪور آرٽ پيپر جو؛ قيمت هڪ روپيو؛ ملڻ جو هنڌ: سنڌي ادبي بورڊ بڪ اسٽال، حيدرآباد سنڌ.

مسٽر لطف الله نالي هڪ سورتي مسلمان سن ۱۸۳۸ع ۾ انگريزن سان گڏ مترجم جي حيثيت ۾ سنڌ ۾ آيو، ۽ ڪيس تقريبا سموري سنڌ ڏسڻ جو موقعو مليو. هو روزمره جا حالات ۽ مشاهدا پنهنجي ڊائريءَ ۾ لکندو رهندو هو. سندس اهو روزنامچو پوءِ انگريزيءَ ۾ شايع ٿيو. ان ۾ سنڌ متعلق مواد جو ترجمو، سنڌ جي نامور اهل قلم مسٽر قادربخش نظاماڻي ڪيو آهي. مسٽر لطف الله جي لکڻيءَ ۾ اها خوبي آهي جو سواءِ ڪنهن بہ واڌاءَ جي، ڏاڍي پر لطف نموني سان واقع نگاري ڪئي اٿس، جنهنڪري پڙهندڙ کي ائين ٿي پيو محسوس ٿئي تہ ڄڻ تہ هو پاڻ پنهنجي اکين سان اهي چيزون ڏسي رهيو آهي. لطف الله سال کن سنڌ ۾ رهيو هو ۽ هي ڪتاب گويا سن ۱۸۳۹ع جي سڄي سال جي سنڌ جي تاريخ آهي. هن جي پڙهڻ سان اهو پوريءَ طرح واضح ٿي وڃي ٿو تہ ميرن جي حڪومت جي آخري ڏينهن ۾ سنڌ جي ڪهڙي حالت هئي؛ ۽ ميرن کان ڪهڙيون غلطيون ٿيون، جنهنڪري سنڌ انگريزن جي قبضي ۾ آئي. سنڌ جي تاريخ سان دلچسپي رکندڙن ۽ عام پڙهندڙن کي هيءُ ڪتاب ضرور گهرائي مطالعو ڪرڻ گهرجي.

**سوکڙي** - صفحا ٥٦؛ ڇپائي، ٻنو وغيره سٺا؛ قيمت ٠-١٢-٠ آنا؛ ملڻ جو هنڌ: جيلاني لئبرري، ٻدين سنڌ.

هي ڪتاب سنڌ جي هڪ اڀرندڙ شاعر ۽ مصنف مسٽر عبدالجبار "شاد" جو لکيل آهي، ۽ منجهس نظم ۽ افسانا آهن، جن جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته جيڪڏهن شاد صاحب جي اها مشق جاري رهي، ته اڳتي هلي هڪ معياري مصنف ثابت ٿيندو.

**سون ورنيون دليون** - صفحا ٻوٽا ٽي سو؛ ٻنو، ڇپائي، جلد، ڊسٽ ڪور-سڀ سٺا؛ قيمت ٠-١٢-٢ رپيا؛ ملڻ جو هنڌ: سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ.

ڪنهن ٻ ٻوليءَ کي مالامال ڪرڻ لاءِ، ٻين زبانن جي شاهڪارن جو پنهنجي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪرڻ ٻ هڪ ڪارائتو رستو آهي. مگر سٺو ترجمو ڪرڻ ٻ آسان نہ آهي. صحيح ترجمو انهيءَ کي چئجي جو اصل مصنف جا خيال ۽ سندس مفهوم پنهنجي زبان ۾ اهڙيءَ طرح سان ادا ڪجن، جو پڙهندڙ انهن تي محسوس ڪري تہ گويا ڪتاب تصنيف ئي انهيءَ ٻولي ۾ آهي.

زير تبصره ڪتاب انگريزي ڪتاب "گولڊن هارٽس" تان سنڌيءَ جي نامور ليکڪ سرڳواسي لالچند جڳتيانيءَ جو ترجمو ڪيل آهي-۽ حق تہ اهو آهي تہ هو مٿينءَ تعريف ڪان ٻ وڌي ويل آهي. رڳو ڪتاب جي نالي جو ترجموئي ڪٿي ڏسو تہ "گولڊن هارٽس" لاءِ مرحوم لالچند جيڪو لفظ استعمال ڪيو آهي -"سون ورنيون دليون"- ان جي لطافت ۽ فصاحت تہ چاتوئي چاڻي سگهن ٿا. سمورو ڪتاب انهن ئي لکيل آهي، جو پڙهندڙ سمجهندو تہ چڻ هڪ فصاحت ۽ بلاغت جو درياءَ چولهون هڻي رهيو آهي؛ خود انگريزي محاورن ۽ اصطلاحن جي جاءِ تي ٻ اهڙائي سلوڻا ۽ فصيح سنڌي محاورا ڪم آندل آهن. هونئن تہ منجهس زندگيءَ جا گوناگون نظارا پيش ڪيل آهن، ڪافي سبق ڏنل آهن، پر وڏو سبق اهو آهي تہ "گر ٻ غربت برسي، پست نہ گردي، مردي"-جيڪي شخص هرحال ۾ پنهنجي سرجات تي مستحڪم آهن، سي سوين تڪليفون سهي ٻ دنيا وارن کان پنهنجو اهو مقام ضرور حاصل ڪري وٺن ٿا، جنهن جا هو صحيح حقدار آهن!

لاشڪ هي هڪ سانڍڻ جهڙو ڪتاب آهي، ۽ هر سنڌي ادب جي سچڻ کي پڙهڻ گهرجي.

**موجوده سياسي مسئلا** - صفحا ٣١٢؛ سائز ڊيمي؛ ڇپائي، ڪاغذ بائينڊنگ اعليٰ درجي جا؛ قيمت چار روپيا؛ ملڻ جو هنڌ: جناب جي. ايم. سيد، حيدر منزل، مسلم ڪالوني، ڪراچي سنڌ.

جناب جي. ايم. سيد سنڌ جي انهن نامور هستين مان آهي، جي وطن جي محبت ۾ اهڙو تہ فنا ٿيل آهن، جو سنڌ جا دشمن ڪٿي ڪين حب الوطنيءَ جي ڏوهہ ۾ ڦاسيءَ چاڙهين، تہ ٻ بنصور وانگر هنن جي خون جو هر قطرو "سنڌ" پڪاريندو رهندو. جئن مشهور آهي تہ ڪنهن ملڪ لاءِ (جهوني زماني جي روايات وانگر) بادشاهہ هڪ ئي آيو. مجنونءَ جي

ڪن تي اهو ٻڌاءِ پيو ته ڇوڻ لکيو: "ڀلا لطيف جي هوندي هو ٻئي ڪنهن جي ڳولا ڇو ڪن!"- انهيءَ وانگر جيڪڏهين هن جو وس هجي ته جيڪر دنيا جي سڀني شاعرن جي ڪتابن کي ڀٽ ڌڻيءَ جي رسالي تان گهوري گهٽي ڦٽو ڪري: ساريءَ دنيا جي بهترين زبان سنڌيءَ کي قرار ڏئي، ۽ جڏهن ڪنهن زماني ۾ هڪ سنڌ ۾ چاولا عرب، سنڌ تان هڪ قصيدو لکيو هو ته "منهنجي وطن (سنڌ) جهڙو وطن دنيا ڀر ۾ ڪونهي"، تڏهن هو به جيڪر دنيا جي سڀني ملڪن جو لڪ سنڌ کي قرار ڏئي. سنڌ جي خود غرض ليڊرن، سنڌ کي اڄ جنهن حالت تي پهچايو آهي، تنهن هن جي جگر ۽ جان کي جلائي ڇڏيو آهي، ۽ انهن مان نڪتل چڻنگون هو ڪڏهين "اڻهيءَ سنڌ لاءِ جدوجهد" جي صورت ۾ نروار ڪري ٿو، ته ڪڏهين "بنديخاني جي سرگذشت" ۽ خطن جي صورت ۾، ته ڪنهن مهل تقريرن ۽ مضمونن جي طرز ۾!

هيئنر ڪجهه اکيون ۽ ڪجهه تازيون چڻنگون هن ڪتاب ذريعي ظاهر ڪيون اٿس، جنهن کي غور سان پڙهندڙ سنڌيءَ جي دل ۾ پنهنجي وطن، پنهنجي ثقافت ۽ پنهنجي زبان جي آڻا ته عظمت جلوه گر ٿئي ٿي جو ڄڻ ته سندس دلي ڪيفيت هن شعر جي مصداق بڻجي وڃي ٿي:

"اڄ ته اکينءَ ڍار، ڪرهو جڻ ڪاهه هو،
جيڪس منجهه قطار، ڪا ول چنائين وهه جي!"

سيد صاحب، ڪتاب جي ۲ فصلن ۾ سنڌي قوميت، سنڌي زبان، ۽ سنڌ جي مسئلن تي نهايت موثر نموني ۾ تفصيلي بحث ڪيو آهي. وطن جي غريب عوام جي بريءَ حالت جو نقش ۽ انهيءَ لاءِ ذميدار ڳالهين کي اهڙيءَ ته خوبيءَ سان بيان ڪيو اٿس جو پڙهندڙ جي دل تي نقش ٿي وڃن ٿا.

جناب شاه صاحب، سنڌي زبان کي به پاڪستان جي هڪ قومي زبان هجڻ جو درجو ملڻ لاءِ اهڙا ته پُرزور دليل ڏنا آهن، جو مخالفن جو ضمير جيڪڏهين ڪجهه به زنده آهي ته هنن کي انهن جي تسليم ڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڪوبه چارو نٿو رهي.

جناب شاه صاحب جي نظر ۾ سنڌ جي سماجي زندگيءَ ۾ هيٺيون خاميون آهن، جن جي درست ڪرڻ بنا ملڪ جي آزاد ۽ ترقي يافته ٿيڻ جو امڪان نهايت گهٽ آهي: (۱) ملڪيت جو ٿورن هٿن ۾ جمع ٿيڻ ۽ انهن ٿورن جو عوام تي ضابطو؛ (۲) شهري زندگيءَ جي گهٽتائي ۽ سياسي شعور جي ڪمي؛ (۳) غلط نظرين جو پرچار؛ (۴) اقتصادي بنياد تي سالم مضبوط مخالف جماعت جو نه هجڻ؛ (۵) شهري ۽ ڳوٺاڻي مفاد جو اختلاف؛ (۶) وچئين طبقي جي ڪمي ۽ انهن جي سياست کان ڪناره ڪشي؛ ۽ (۷) عوام جو جمهوريت جي فائدن کان غير واقف هجڻ- ۽ پوءِ انهن خامين بابت مڪمل معلومات ڏيئي انهن کي دور ڪرڻ جا اپاءُ به ڏسيا اٿس. آخر ۾ هيٺيان بنيادي نقطا بيان ڪيا اٿس، جن تي مخلص ڪارڪنن کي عوام ۾ ڪم ڪرڻ گهرجي:

(۱) ڪوبه فرد دائمي ترقي ۽ عزت حاصل نٿو ڪري سگهي جيستائين ان جي قوم آزاد، ۽ ملڪ ترقي يافته نه آهي؛

(٢) شخص جو اوچ، قوم ۽ ملڪ جي آزاديءَ ۽ ترقيءَ لاءِ خدمت ۽ قرباني ڪرڻ ۾ لڪل آهي ۽ نه شخصي عزت، طاقت ۽ ملڪيت ڪٺي ڪرڻ ۾؛

(٣) هر شخص جي سچائي ۽ ايمانداري قومي انصي جي ڪسوٽيءَ تي پرکڻ گهرجي، خود مطلبي ۽ خود غرضي، بداخلاقيءَ جي جيوڙن پکوڙجڻ جا مرڪز آهن؛

(٤) بي عزتي، بزدلي ۽ بي همتي، قومي زندگيءَ لاءِ موت جي برابر آهن؛

(٥) قومون فردن جي همت ۽ جدوجهد سان زنده، آزاد ۽ با عزت رهنديون آهن؛

(٦) قومي عمارت جو مکيه پايو "زبان" آهي؛ جي زبان سلامت نه آهي ته قوم جو وجود به سلامت نه رهندو؛ ۽

(٧) پاڪستان جي سلامتي بلوچ، پٺاڻ، سنڌي، پنجابي ۽ بنگالي قومن جي سلامتيءَ ۾ آهي. جيڪي انهن قومن جي وجود ۽ حقن جي حفاظت جي مخالفت ڪن ٿا سي پاڪستان جا جاني دشمن آهن.

سنڌي زبان ۾ سياسي مسئلن تي مدلل ڪتاب خير ڪي آهن ۽ اسين سمجهون ٿا ته شاه صاحب هي ڪتاب شايع ڪري سنڌي عوام جي هڪ وڏي خدمت ڪئي آهي.

وطن جي سياسي فضا کي سمجهڻ ۽ ان تي ڪن صحيح طريقن سان سوچڻ لاءِ هر محب وطن سنڌيءَ کي هي ڪتاب ضرور پڙهڻ گهرجي.

**ڪنول ڪلي** - صفحا ١٠٠؛ ڪاغذ، ڇپائي، ڪور سادا؛ قيمت هڪ رپيو؛ ملڻ جو هنڌ: اداره السانيت، الهندو ڪچو، حيدرآباد سنڌ. هن ڪتاب ۾ لٺين چين جي حالات بابت مبصرن جون دلچسپ آکاڻيون ۽ مضمون ڏنل آهن. چين اسان سان گڏئي آزاد ٿيو هو، ۽ اڄ سندس هيءَ حالت آهي جو ملڪ ۾ نه ڪو بيروزگار آهي نه پنو نه بي گهر نه بکيو. اسان کي به پنهنجي ملڪ کي اهڙيءَ طرح سڌارڻ لاءِ اهڙن ڪتابن جو مطالعو ڪرڻ گهرجي.

**راحت ڀري زندگي** - صفحا ١٠٢؛ ڪاغذ، ڇپائي، ڪور، معمولي؛ قيمت هڪ رپيو؛ ملڻ جو هنڌ: اداره السانيت، الهندو ڪچو، حيدرآباد سنڌ. دنيا جي مشهور مصنف ڊيل ڪارينگي جو ڪالو - جنهن تازو وفات ڪئي آهي - سنڌ لاءِ لئون ناهي. سندس ڪيترائي ڪتاب مثلاً "راز ۽ رمزون"، "دوست ڪئن ڪجن"، وغيره اڳ سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيل ۽ مقبول پيل آهن. هي ڪتاب به انهيءَ سلسلي جي ڪڙي آهي ۽ مصنف جي دعوا آهي ته

"هي ڪتاب اهڙن سورهن طريقن سان اوهان جي مدد ڪندو، جن تي عمل ڪرڻ سان نه فقط اوهان جون پريشانيون دور ٿي وينديون، بلڪ اوهان جي خوشين ۾ واڌارو ٿيندو. اوهين راحت ڀري زندگي گذاري سگهندؤ ۽ نه فقط پنهنجي لاءِ بلڪ پنهنجي دوستن عزيزن ۽ ٻين انسانن لاءِ به مفيد ثابت ٿيندؤ!"

هيءَ ڪتاب "نفسيات" جي دنيا ۾ اعليٰ مقام رکي ٿو ۽ هر شخص جي پڙهڻ لائق آهي.

**چمڪندڙ زندگي**- صفحا ٨٦؛ ڪاغذ، ڇپائي ۽ ڪور معمولي؛ قيمت هڪ روپيو؛ ملڻ جو هنڌ: اداره السائيت، الهندو ڪچو، حيدرآباد سنڌ.

هي هڪ ماهر نفسيات ڊاڪٽر صادق جي ويهارو ڪن مفيد مضمونن جو ترجمو آهي. سندس پُرغور مطالعو زندگيءَ جي ڪيترن مسئلن تي رهبري ڪري ٿو.

**اڃا رات باقي آ**- صفحا سوا سؤ؛ قيمت سوا روپيو؛ ملڻ جو هنڌ: هريات پبليڪيشن، ڪلياڻ ڪئمپ نمبر ٣، بمبئي.

سنڌي زبان ۾ "رپور تاز"، يعني ڪنهن اهم واقعي جا اکين ڏٺا تاثرات پهريون پيرو هن ڪتاب جي صورت ۾ شايع ٿيا آهن، جنهن ۾ مصنف پنهنجي ۽ سائين جي "ڪوٽا ستياگره" جي حقيقت بيان ڪئي آهي. هي ڪتاب هر انهيءَ شخص جي پڙهڻ لائق آهي، جو پنهنجي وطن جي هر ٽڪري کي ڌارين جي غلاميءَ کان آزاد ڪرڻ چاهي ٿو.

**سدائين جوان، سدائين تروتازو**- صفحا ٢٠٧؛ ڊيمي سائز؛ ڪاغذ، ڇپائي، جلد، ڪور، گيٽ اپ- نهايت عمدا؛ قيمت ٽي روپيا؛ ملڻ جو هنڌ: هندستان ڪتاب گهر، ١٣- حمام اسٽريٽ، فورٽ، بمبئي نمبر ١.

هي ڪتاب انگريزيءَ ۾ "اندرا ديويءَ" جو لکيل آهي، جا لٽويا جي يوروپين عورت آهي، ۽ ٻارهن سال هندستان ۾ رهي "يوگ" وغيره سکي، پاڻ تي نالو "اندرا ديوي" رکايائين. هيءَ آمريڪا ۾ "يوگ" سيکاري ٿي، ۽ سندس هزارين شاگرد آهن. هوءَ اڃا لباس به هندستاني پائي ٿي. ڪتاب ۾ ڏيکاريل آهي ته ڪئن "يوگ" جي نهايت سولين ڪسرتن ۽ اصولن تي عمل ڪرڻ سان انسان سدائين جوان ۽ سدائين تروتازو رهي ٿو. هي ڪتاب پڙهڻ سان انسان جي دل ۾ تندرستيءَ ۽ وڏيءَ عمر لاءِ چاهه پيدا ٿئي ٿو.

**گل شڪر**- صفحا ٢٠٨+١٨؛ سائيز ڊيمي؛ ڇپائي، ڪاغذ، جلد، ڊسٽ ڪور- سڀ سٺا، قيمت ٽي رپيا؛ ملڻ جو هنڌ: سنڌي ادبي بورڊ بڪ اسٽال، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ.

هي ڪتاب سنڌ جي قديم ليکڪ ديوان ڪيولرام آڏواڻي جو لکيل آهي، جو ١٨٦٩ ۾ تيار ٿيو ۽ گورنمنٽ بڪ ڊيپو ۾ بار بار ڇپجندو رهيو. پر آفيسرن جي الغرضائيءَ سان جڏهن بڪ ڊيپو خانگي ڪتب فروشن جي حوالي ٿيو ته هنن پنهنجي ڪتابن هلائڻ خاطر هيءَ ۽ ههڙا ٻيا ڪيترائي مفيد ڪتاب ڇپڻ بند ڪري ڇڏيا.

سنڌي ادبي بورڊ جو اولين مقصد هو ته اهڙن مفيد ڪتابن کي ٻيهر ڇپائي، ڪين شايع ٿيڻ کان بچائي؛ ان ڪري بورڊ هيءَ ڪتاب ڇپايو. سندس مقبوليت جو اندازو هن مان لڳائي سگهجي ٿو ته ٻن سالن جي عرصي اندر ٻه هزار ڪاپيون خلاص ٿي ويون، ۽ هاڻي وري ٽئون ايڊيشن تيار ٿيو آهي. هن ڪتاب ۾ ٥٠ ٻاڪا آهن، جن جي نه فقط

سمجهائي ڏنل آهي، پر انهيءَ سمجهاڻيءَ پر بارِيڪ اِڪتا ۽ آڪاڻيون ٻه ڏنل آهن ۽ پڻ انهيءَ قسم جا هندي ۽ پارسي پهاڪا ٻه ڏنل آهن. هر سنڌي ادب جي شائق کي هي ڪتاب پڙهڻ گهرجي.

## اسان وٽ پيا هيٺيان ڪتاب ۽ رسالا تبصري لاءِ پهتل آهن:

**ديوان حافظ**-حافظ شيرازي جا ٥٠ غزل سنڌي ترجمي ۽ مقدمي سان: مولف اسسٽنٽ پروفيسر علي نواز خان حاجن خان جتوئي ۽ عبدالقيوم "صائب"؛ سنڌ يونيورسٽي جو انٽرآرٽس لاءِ منظور ٿيل؛ صفحا ١٥٦ + ١٤ - مجلد؛ ڇپائي ۽ ڪاغذ عمدا؛ قيمت ٽي روپيا؛ ملڻ جو هنڌ: آزاد بڪ ڊيپو، صدر بازار، حيدرآباد سنڌ.

**سنڌي ڪلام مخدوم عبدالرحيم گروهڙي جو**: مرتب اسسٽنٽ پروفيسر علي نواز حاجن خان جتوئي؛ سنڌ يونيورسٽي جي بي. اي ڪورس لاءِ منظور ٿيل؛ صفحو ١٩٨- مجلد؛ قيمت ٣-٣-٠ رپيا؛ ملڻ جو هنڌ: آزاد بڪ ڊيپو، صدر بازار، حيدرآباد سنڌ.

**عيش جي قيمت** -سگن آهوجا جا لکيل ست اصلوڪا افسانا؛ صفحا ٩١+٣؛ قيمت هڪ رپيو؛ ملڻ جو هنڌ: پارت پبلڪيشن، ڪئمپ ٣- ڪلياڻ، بمبئي.

**ڇوٽ**- اصلوڪو سنڌي ناول؛ مصنف لندلال چوٽواڻي؛ سو صفحا؛ قيمت هڪ رپيو. ملڻ جو هنڌ: ود يارٿي پبلڪيشن -٣٠٥، ڪلياڻ ڪئمپ ٢- بمبئي.

---

### درستي

"مهراڻ" پنجين ڇپائيءَ پر، ڪتابن جي فهرست ڇاپائيندي نمبر ٨٥ ڪتاب "تارن جو اپاس" جو مصنف لالچند امرڏنومل پل ڪان ڇاپايل آهي.- ڪتاب جو مصنف پرلسپال صاحب سنگهه شهاڻي آهي.

## 'مهراڻ' ۾ اشتهارن جا اگهه

رواجي – سڄو صفحو ... ٣٠٠ رپيا

اڌ " ... ١٧٥ "

پاءُ " ... ١٠٠ "

(سڄي سال جي معاهدي لاءِ ١٠ سيڪڙو لاٽ ڏني ويندي)

خاص – ڪور جو پٺيون صفحو ... ٥٠٠ رپيا

سرورق جو اندريون صفحو ... ٤٥٠ "

پٺين ڪور جو اندريون صفحو ... ٤٠٠ "

* هرهڪ رنگ لاءِ ٢٠ سيڪڙو وڌيڪ.
* رنگين ڇپائيءَ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ سڄو صفحو قبول ڪيو ويندو.
* سرورق لاءِ اشتهار نه وٺبو.

* * * * * *

## "مهراڻ" ۾ اشتهار ڏيڻ
## پنهنجي واپار ۽ تجارت کي چمڪائڻ برابر آهي

سنڌي ادبي بورڊ جي بڪ اسٽال، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد (سنڌ) وٽان هيٺيان ڪتاب ملي سگهن ٿا. ڪتب فروشن ۽ ايجنٽن کي ٢٥ في صدي ڪميشن ڏني ويندي.

| نمبر | ڪتاب | قيمت |
|---|---|---|
| ١ | سير ڪوهستان | ١-٨-٠ |
| ٢ | گل شڪر | ٣-٠-٠ |
| ٣ | حيات النبي | ٣-٨-٠ |
| ٤ | تاريخ معصومي (سنڌي) | ٥-٠-٠ |
| ٥ | ڪليات حمل | ٥-٠-٠ |
| ٦ | ديوان بيدل | ٤-٠-٠ |
| ٧ | چچ نامو (سنڌي) | ٦-٠-٠ |
| ٨ | بلو ڪوکر | ٣-٠-٠ |
| ٩ | گل ڦل (٢ حصا گڏ) | ٣-٠-٠ |
| ١٠ | خوش خصلت خاتون | ١-٨-٠ |
| ١١ | جهان آرا | ١-١٢-٠ |
| ١٢ | آفتاب ادب | ٢-٤-٠ |
| ١٣ | تاريخ ريگستان | ٥-٠-٠ |
| ١٤ | سنڌ جو سينگار | ٢-٨-٠ |
| ١٥ | سون ورليون دليون | ٢-١٢-٠ |
| ١٦ | راسيلاس | ٢-١٢-٠ |
| ١٧ | سنڌ جو سفر | ١-٠-٠ |
| ١٨ | سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ | ٤-٠-٠ |
| ١٩ | تاريخ معصومي (فارسي) | ١٠-٠-٠ |
| ٢٠ | چچ نامہ (فارسي) | ١٠-٠-٠ |
| ٢١ | سهڻي ميهار | ١-٠-٠ |
| ٢٢ | اسلھ رتن | ٠-١٢-٠ |
| ٢٣ | رام رحيم | ٠-١٣-٠ |
| ٢٤ | گلدستو | ٢-٠-٠ |
| ٢٥ | چتر (ناٽڪ) | ٠-٦-٠ |
| ٢٦ | ويرتا جا ورق | ١-٠-٠ |
| ٢٧ | سفيد وحشي | ٠-٨-٠ |
| ٢٨ | ڪمالي گهمسان (ناٽڪ) | ٠-٨-٠ |
| ٢٩ | ڪاري | ٠-٨-٠ |

| نمبر | ڪتاب | قيمت |
|---|---|---|
| ٣٠ | نيلم | ٠-٩-٠ |
| ٣١ | پريم جي پياس | ٠-١٢-٠ |
| ٣٢ | ٽوندو مکڙيون | ١-٤-٠ |
| ٣٣ | عملداري آزار (ناٽڪ) | ٠-١٢-٠ |
| ٣٤ | گنگا جل | ١-٠-٠ |
| ٣٥ | پريمي ديوتا (ناٽڪ) | ٠-١٠-٠ |
| ٣٦ | چرتر سينگار | ٠-١٣-٠ |
| ٣٧ | جيوت جا ورق | ٠-١٣-٠ |
| ٣٨ | چٽنگون | ١-٨-٠ |
| ٣٩ | هند جو سير | ١-١٢-٠ |
| ٤٠ | سنڌ جي ڌرمي آستانن جي تاريخ | ١-٨-٠ |
| ٤١ | گانڌي جيون رهسيہ | ١-٣-٠ |
| ٤٢ | ميگھ دوت | ١-٨-٠ |
| ٤٣ | ديوان صورت بهار | ١-٤-٠ |
| ٤٤ | زندگي | ٠-٦-٠ |
| ٤٥ | ساميءَ جا سلوڪ (ڪچو) | ٢-٠-٠ |
| ٤٦ | ساميءَ جا سلوڪ (پڪو) ٻاگو ٻيو | ٣-٨-٠ |
| ٤٧ | پورن چنڊ | ٠-٣-٠ |
| ٤٨ | درويشي ڪلام | ٠-٨-٠ |
| ٤٩ | سدا گلاب | ٢-٠-٠ |
| ٥٠ | پراچين سنڌو سڀيتا جو نظارو (ڪچو) | ١-٨-٠ |
| ٥١ | سنڌ ورڪ ۽ سنڌ ورڪي | ١-٠-٠ |
| ٥٢ | راڻا راڻي | ٠-٦-٠ |
| ٥٣ | سنڌي سولهارا | ٢-٠-٠ |
| ٥٤ | سنڌ جا سنت | ١-٠-٠ |
| ٥٥ | سوانح مرزا قليچ بيگ | ٠-٢-٠ |
| ٥٦ | " ساڌو ٽولرام | ٠-٢-٠ |
| ٥٧ | " ديوان ڪوڙومل | ٠-٢-٠ |



٥٨- سوانح ڏيارام گدومل ١-٠-٠

٥٩- " ڏيارام ڇيلمل ٠-٦-٠

٦٠- " مهاتما گانڌي ٠-٨-٠

٦١- " شري ڪرشن ٠-٦-٠

٦٢- " گوتم ٻڌ ٠-٤-٠

٦٣- حڪيمن جو رهبر ٢-٠-٠

٦٤- سک جي سکيا (ڪچو) ١-٠-٠

٦٥- " " (پڪو) ١-٤-٠

٦٦- مانسڪ جيون ٠-٦-٠

٦٧- سهج وير ٠-٥-٠

٦٨- اسانجو ڪاڌو ١-٠-٠

٦٩- آتمڪ جيون ٠-٦-

٧٠- شاريرڪ جيون ٠-٦-٠

٧١- صحت جو راز ٠-٤-٠

٧٢- سلھ ٠-٤-٠

٧٣- ڪايا ڪلپ ٠-٤-٠

٧٤- گهرو رواجي علاج ٠-١٠-٠

٧٥- صحت جو رهبر ٠-١٤-٠

٧٦- رانديون ٠-٨-٠

٧٧- گلابي گل (پڪو) ١-١٠-٠

٧٨- " " (ڪچو) ١-٤-٠

٧٩- پاپوءَ جا خط (پڪو) ١-٦-٠

٨٠- " " (ڪچو) ١-٢-٠

٨١- پنهنجي يونيورسٽي ٠-١-٠

٨٢- پدارٿ وديا جا چڻڪا ٠-٦-٠

٨٣- جيءَ اندر جنگ ٠-٨-٠

٨٤- انصاف: هي ڪتاب مشهور انگريزي ناول "وائيٽ ڪرافٽ" جو ترجمو آهي، ۽ منجهس سر زمين مصر جي هڪ انقلابي واقعي جو هڪ دلچسپ طرز ۾ داستان ڏنل آهي. پاڪيزه عشق ۽ محبت جي چاشنيءَ ڪتاب کي وڌيڪ دلچسپ بنايو آهي. ١-٠-٠

٨٥- تارن جو اپياس: صاحبسنگ شهاڻي جو لکيل معياري ناول ١-٠-٠

٨٦- گل خندان: هي ڪتاب آخوند لطف الله مرحوم جو لکيل آهي، ۽ سندس فصاحت سبب بيحد مقبول عام آهي، مناسب هنڌن تي جيڪي شعر ڇپيل آهن، سي ٻه اعلي پايه جا آهن. سنڌي ادبي سوسائٽي جي اهتمام هيٺ ٽئين قسم جي ٽائيپ ۾ ڇپيل آهي. ٣-٠-٠

* هندستان ۾، ميسرس رائٽرس ايمپوريم، پيپلس بلڊنگ، سر فيروزشاه مهتا روڊ، بمبئي وٽان، "مهراڻ" رسالو ۽ بورڊ جا ڇپيا ڪتاب ملي سگهن ٿا.







سوره سنڌي ادب




صاحب خان ·سوره· ميراڻي


Cell No: 0344 3919786

0300 3404488